بي - ايڊ لاءِ سنڌي ڪتابن جي سلسلي جو ڇهون ڪتاب

# سنڌي ٻولي ۽ انجي تعليم

مصنف
محمد اسماعيل عرساڻي
سيد محمد صالح شاه بخاري
سيد قادر بخش شاه بخاري



قيمت 00-5 رپيا

تعداد 1000] سال 1970ع [دفعو پهون

مصنفين جا جملہ حقوق محفوظ

ڇپائيندڙ:

رونق پبليڪيشن،
اتمچندائي گهٽي حيدرآباد سنڌ.

Hyderi Press, Hyderabad.

# سنڌي ٻوليءَ انجي تعليم

مصنف

محمد اسماعيل عرساڻي
سيد محمد صالح شاهه ٻخاري
سيد قادر بخش شاهه ٻخاري



قيمت 00-5 رپيا

تعداد 1000] سال 1970ع [دفعو پهريون

مصنفين جا جملہ حقوق محفوظ

ڇپائيندڙ:

رونق پبليڪيشن،

آتمچنداڻي گهٽي حيدرآباد سنڌ.

# فهرست مضامين

# افتتاح

اللھ تعاليٰ جن خاصيتن ۽ گڻن جي عطا ڪرڻ سان انسان کي ٻين ساهوارن ۾ ممتاز ڪرڻ فرمايو آهي، انهن ۾ نهايت ارفع ۽ اعليٰ گڻ يا خاصيت آهي، زبان يا ٻولي. هونئن تہ سڀ ساهوارا ڪن آوازن ڪڍڻ سان يا اشارن ڏيڻ سان پنهنجو/ مفهوم ٻاڻ ۾ ظاهر ڪري سگهندا آهن. مگر سندن اهي آواز يا اشارا ايترو واضح نہ هوندا آهن. جيئن انهن جي استعمال ڪي وڌائي ۽ ترقي ڏياري سگهن. اهو رب جو احسان صرف انسان تي آهي جنهن کي بامقصد واضح ۽ وسيع زبان عطا فرمائي اٿس.

زبان داني ۽ ان جي استعمال سبب دنيا جي سڀني علمن ۽ فنن ترقي ڪئي آهي. جڏهين لکڻ پڙهڻ جو رواج ڪونہ هو تڏهين زباني سکيا هلندي هئي، ۽ اها سيني بہ سيني وڌندي اچي اسان تائين پهتي آهي- جيڪڏهين زبان نہ هجي ها تہ اسان بہ ٻين ساهوارن وانگر بلڪل نقطہ انجماد تي هجون ها. زبان ئي آهي جنهن جي وسيلي پنهنجا خيال ۽ تجربا، انديشا ۽ فڪر، صلاحون ۽ رايا ٻين تائين پهچائي انهن تي بحث ڪري سچ تائين پهچي ٿو سگهجي.

وري جو انسان کي رب جي طرفان قلم جي ذريعي علم عطا ٿيو، ان تہ هيڪاري سون تي سهاڳي جو ڪم ڏنو. قلم جي رستي علم ڪري انسان جي زندگيءَ ۾ اضافو ٿي ويو. يعني هو جيتوڻيڪ عمر جي لحاظ سان ويهن سالن جو آهي، مگر ڪيس پنهنجي وڏن جا اهي سڀ تجربا معلوم آهن جيڪي هنن هزارها

سال اڳ کيا هئا. ان ڪري جيڪڏهين جسماني عمر ويهه سال
اٿس ته معلوماتي عمر هزارها سال. اهڙيءَ طرح لکڻ پڙهڻ جي
فن زبان کي جا وداني زندگي بخشي، اچا به مٿاهين درجي تي
پهچائي ڇڏيو.

الله تعاليٰ جيڪي به احسان انسان تي ڪيا آهن، انهن
جو شڪريو ادا ڪرڻو آهي، ٻيءَ حالت ۾ نا شڪري الله تعاليٰ
جي ناراضپي جو سبب بنجي پوندي ۽ رب سائين اها نعمت کسي
يا گهٽائي ڇڏيندو. الله تعاليٰ جي نعمتن جي شڪر، بجا آڻڻ
جو واحد طريقو آهي، انهن نعمتن جو صحيح استعمال. نعمتن جي
غلط استعمال کي ئي ڪفرانِ نعمت چئبو آهي. ظاهر آهي ته جن
نعمتن جو ڪفر ٿيندو، انهن جو اچڻ بند ٿي ويندو.

جن قومن انهن نعمتن جو صحيح استعمال نه ڪيو آهي،
انهن کان اها نعمت ذري گهٽ کسجڻ تي اچي چڪي آهي،
انهيءَ ڳالهه جي وضاحت لاءِ اسان کي انهن رول قومن جو
مثال وٺڻ گهرجي جن پنهنجي زبانن کي هن سائنسي دور ۾ به
الف ـ ب نه ڏني آهي ۽ نه وري پنهنجي زبانن کي ادبي زبانن
جي درجي تي پهچايو اٿن. سچ پڇ ته اهي ماڻهو قبيلا يا قومون،
ٻوليءَ هوندي گونگا آهن. انهن جي ٻوليءَ جي اها حالت آهي،
جو سندن الفاظن جون صورتون ايترو ته جلد ٿيون بدلجن جو
ساڳي ٻولي ڳالهائيندڙ به اگر چند سال هڪ ٻئي کان پري ٿا
رهن ته سندن محاوره، اچار ۽ آواز ڪافي حد تائين بدلجيو وڃن.

جن ماڻهن پنهنجي زبان لاءِ ڪجهه به نه ڪيو آهي، انهن
کي دنيا ۾ اِها سزا ملي جو هو پنهنجي زبان هوندي به ڌارينءَ
ٻوليءَ ۾ تعليم ٿا وٺن. انهن ماڻهن جو اهڙي ڇوري ٻار جهڙو
مثال آهي، جنهن جي ماءُ سندس ڄمڻ سان مري وڃي ۽ هو
ڪنهن ڌارينءَ ماءُ جا ٿڃا ڌائي، جيئن تيئن نپجي وڏو ٿئي. اهڙو
ٻار جنهن جي خون سان ڌارينءَ ماءُ جو خون مناسبت ۾ نه
هوندو آهي، سو ڪنهن به حالت ۾ صحيح نموني سان پالنا حاصل

ڪري نہ سگھندو آهي. ان ڪري سڄي عمر لٽڪندي گذرندي اٿس.

ماءُ جي شخصيت، جنهن لاءِ پيءُ کان ٽي دفعا وڌيڪ الله تعاليٰ جي طرفان عزت ڪرڻ جو حڪم آهي، يا بهشت سندس قدمن جي هيٺان آهي، اها پنهنجي ٻچي کي دنيا ۾ اچڻ سان ٻہ تحفا يا امانتون ٿي ڏئي، انهن مان هڪڙي آهي ٿڃ، جنهن جي قيمت ڪٿي بہ نٿي سگھجي. ٻي آهي ٻولي جنهن ۾ لولي ٿي ڏئي. ٻولي جيڪا ماءُ کان ملي ٿي سا امانت آهي، ان جي قيمت بہ ايتري ئي غير محدود آهي جيتري ٿڃ جي هڪ صالح شخص، جنهن جو قرآن مجيد، حديث شريف ۽ اخلاق ۾ ايمان ۽ اعتقاد آهي، اهو پنهنجي امڙ کان مليل امانت کي ڪڏهين بہ ڪونہ وساريندو، يا بگڙڻ ڏيندو. اهائي آهي سندس سلڇڻائي، جا والده جي قدمن هيٺان واريءَ جنت ۾ وڃڻ جو سبب ٿيندي. اهو خاص سبب آهي جو پنهنجي زبان کي مادري زبان چئبو آهي.

عربن پنهنجي ٻولي ڀاڻ سان ڪٿي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچائي، ان ڪري جيڪو عروج حاصل ٿين سو معمولي پڙهيل انسان کي بہ معلوم هوندو. انگريز پنهنجي زبان ڪٿي دنيا تي غلبو حاصل ڪيو، ان ڪري دنيا جي ممتاز ترين قوم پيو ليکجي ۽ اڄ تائين رڳو ڪروڙها رپين جا سندن لکيل ڪتاب دنيا ۾ هلن ٿا، جنهن رقم تي سندن ملڪ جا گھڻ ماڻهو سکيو گذر پيا ڪن. انگريز آهن ڪيترا؟ سنڌ جي ماڻهن جيترا نہ ٿيندا. انهن کي پنهنجي زبان سان محبت هئي ان سبب کيس دنيا جي وڏي زبان مڃائي سگھيا. ان جي مقابلي ۾ اسان آهيون جو پنهنجي کي نہ سيکاري ۽ زبان (سنڌيءَ) جو مشتاق ڪري ٿا سگھون، پر پنهنجي گھر ۾ پنهنجي امڙ جي آڏو، پنهنجن ٻچڙن جي سامهون بہ پنهنجي زبان ۾ ڳالهائيندي، ڪتاب پڙهندي، اخبار يا رسالي

جي مطالعي ڪندي شرم ٿـا محسوس ڪريون افسوس! صد افسوس!!

اسان جي انهن روشن جو اثر اسان جي زبان تي به پيو آهي، اسان خود ڪيس عامي زبان ٿنا چئون، اسان سندس ايتري خدمت نٿا ڪريون جو منجهس علمي ۽ فني ڪتاب لکي سگهجن، اسان کي انهيءَ ڏس ۾ ضروري قدم کڻڻ گهرجن، اها خدمت استاد ئي سهڻي نموني سان سرانجام ڏيئي سگهن ٿا.

هن ڪتاب ۾ سنڌي زبان جي مسئلن ۽ سندس سکيا ڏيڻ جي طريقن کي مختصر مگر مڪمل بحث ڪيو ويو آهي. جيتوڻيڪ هيءُ ڪتاب بي - ايڊ جي شاگردن لاءِ لکيو ويو آهي، مگر هن مان سي، ٽي، ايس. وي ۽ جي. وي جا شاگرد به هڪ جهڙو فائدو وٺي سگهن ٿا. ڪيتريون ڳالهيون اهڙيون به بحث هيٺ آندل آهن جن مان ايم. اي جي شاگردن کي به ڪافي مدد ملي سگهي ٿي، جيڪڏهين هن ڪتاب مان پڙهندڙن ڪجهه به فائدو حاصل ڪيو ته اسان کي اجورو ملي چڪو.

والسلام

**محمد اسماعيل عرساڻي**

**سيد محمد صالح شاهه بخاري**

**سيد قادربخش شاهه بخاري**

## ٻئين ڇاپي جو ديباچو

ڪتاب جو ٻيون ڇاپو پيش ڪندي نهايت خوشي ٿي حاصل ٿئي. سنڌ جي استادن ۽ علم دوست حضرات جنهن سچائيءَ سان، اسان جي همت افزائي ۽ قدرداني ڪري ٿوريئي عرصي ۾ ڪتاب جو ٻيون ڇاپو پيش ڪرڻ جو موقعو ميسر ڪيو آهي، ان لاءِ اسان سندن ٿورائتا آهيون.

— مصنفين

# باب پهريون

## سنڌي ٻوليءَ جي اصليت

دنيا جي ٻولين، انهن جي ڪٽنبن ۽ اصليت بابت ابتدائي دور ۾ ڪئي به تحقيق تيل نظر ڪانه ٿي اچي، ان ڪري ٻولين جي گروهن مقرر ڪرڻ ۾ گهڻي حد تائين قياس آرايون ٿي ٿينديون رهن ٿيون. ٻه صديون کن ٿينديون جو مغرب جي عالمن ٻولين بابت تحقيق ڪرڻ شروع ڪئي، جنهن جو اثر سڄيءَ دنيا تي پيو. ان سلسلي ۾ سنڌي ٻوليءَ بابت به ڪوجنا ٿيڻ لڳي ۽ ڪجهه ڪتاب به لکڻ ۾ آيا. سڀ کان اول هن سلسلي ۾ جا ڪوشش ٿي آهي، اها آهي هڪ مغربي عالم جي جنهن هندستان جي ٻولين بابت تاريخي تحقيق ڪري "لنگئسٽڪ سروري آف انڊيا" نالي هڪ ڪتاب لکيو. جنهن ۾ سنڌيءَ جو ذڪر به ڪيو اٿس.

يورپ جي انهيءَ عالم ڪي اڪثر ڪري سنسڪرت جي ڪتابن ۽ هندو عالمن جي لکيتن تان مدد ملي آهي يا هندستان جي ٻولين جو مشاهدو ۽ مطالعو ڪيو اٿس. تنهن ڪري هن صاحب هندستاني ٻولين کي سنسڪرت جو اولاد سڏيو آهي.

يورپ جي عالمن جي تحقيق بعد ڪن هندو عالمن سنڌي ٻوليءَ جي اصليت تي لکڻ لاءِ قلم کنيو، انهن صاحبن جو خاص مقصد سندن مذهبي تبليغ جو هو تنهن ڪري يڪ طرفو فيصلو ڪندي سنڌيءَ کي سنسڪرت مان ڦٽائي پالي، پراڪرت، وراچڊا، وراچڊا اپڀرنش ۽ ان بعد سنڌيءَ تائين اچي پهچايو اٿن. يعني سندن خيال موجب ٻولي سنسڪرت کان ٿيندي بدلبي سدلبي اچي سنڌيءَ تي پهتي آهي.

ڪن عالمن جو خيال آهي ته سنڌي ٻولي سنسڪرت مان نه پر سامي صفت ٻولين مان نڪتل آهي جي عربي ٻوليءَ

سان تعلق رکن ٿيون. ٻيا عالم اهي ٻئي ڳالهيون تنا مڃين
هنن جو چوڻ آهي ته دنيا ۾ ابتدائي آبادي سنڌ ۾ ئي هئي،
ان ڪري سنڌي ٻولي بنيادي ٻولي آهي ۽ ٻيون سڀ ٻوليون
هن مان نڪتل آهن.

هن هيٺ جدا جدا عالمن جا رايا ڏجن ٿا.

**مرزا قليچ بيگ جي راءِ:**

ميرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب سنڌي وياڪرڻ ڀاڱو
ٻيون ۾ لکي ٿو ته ”ٻولين جي شجري موجب سنڌي ٻولي
آرين جي قديم ۽ شريف ٻوليءَ جي ڪٽنب مان آهي، جنهن
مان نڪتل ٻولين ڳالهائڻ وارا اڪثر جهان جي تاريخ ۾ ماڻهن
جا مهندار ۽ سڏاري جا باني ٿي گذريا آهن. انهيءَ ٻوليءَ جي
ايشائي ٽڙ يا ڏار مان جن ٻن نڪتل ٻولين جو واسطو سنڌي
ٻوليءَ سان رهيو آهي، سي آهن هندي ۽ ايراني. هندي ٻولين
يا شاخن مان سڀني جي سردار سنسڪرت آهي. انهيءَ جون
قديم ۽ اوائل واريءَ حالت جون ٻوليون پراڪرات ۽ پالي ٻوليون
هيون. انهن مان پراڪرت پنهنجي شاخن سميت اتر هندستان جي
ٻولين جي ماءُ آهي ۽ پالي وري ڏکڻ هندستان جي ٻولين جي
پيدا ڪندڙ آهي. انهيءَ شجري جي نظر تي سنڌي ٻولي پراڪرت
جي ڌيءَ آهي ۽ سنسڪرت جي ڏوهٽي آهي، (سنڌي وياڪرڻ
نئون ڇاپو 1960ع ادبي بورڊ ص 14-15).

**2- ڀيرو مل مهرچند جي راءِ:**

سنڌ جو مشهور اديب ڀيرومل پنهنجي تصنيف ڪيل
ڪتاب قديم سنڌ ۾ 382 صفحي تي لکي ٿو ته ”سيڪنهن
پر ڳڻي جي ٻولي پنهنجي ٿئي ٿي. قديم سنڌو ماٿر جا آريا لوڪ
ڳالهائڻ ٻولهائڻ توڙي لکپڙهه ۾ جيڪا ٻولي ڪم آڻيندا هئا،
سا اها آهي جا هاڻ عام طرح سنسڪرت سڏجي ٿي. هندن جا
ويد انهيءَ ٻوليءَ ۾ لکيل آهن، جن بابت هندو عام طرح ائين
چون ٿا ته اهي ”اناديِ“ آهن. يعني انهن کي ”آد“ يا

شروعات آهي ٿي ڪان. جنهن ڪري ڇئبو ته سنسڪرت ٻولي نهايت قديم آهي. انهيءَ ٻوليءَ جو رواج ڪڏهين پيو سو ڪوبه چئي ڪونه سگهندو".

ان ڪان سواءِ ڀيرو مل پنهنجي مشهور ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۾ به ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته سنڌي ٻولي سنسڪرت جي ڌيءَ آهي.

### 3- محمد صديق ميمڻ جي راءِ:

خانبهادر محمد صديق ميمڻ پنهنجي تصنيف ڪيل ڪتاب سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ لکي ٿو ته "قديم زماني ڪان وٺي هندستان جي جدا جدا ڀاڱن ۾ جي ٻوليون ڳالهائڻ ۾ پئي آيون آهن، تن جا نالا جدا جدا هئا پر سنسڪرت جي عالمن انهن سڀني ڌار ڌار ٻولين کي يڪو نالو ڏنو هو "پراڪرت" يعني اها ٻولي جا ڪنهن قوم کي قدرتي طرح ملبل هجي. سنڌ به هندستان جو هڪڙو جزو آهي، تنهنڪري اتي جيڪا پراڪرت ڪم ايندي هئي، تنهن کي سنسڪرت جا عالم وراڇدا سڏيندا هئا.

برهمڻن هڪ خاص ٻولي تيار ڪئي هئي، جنهن ۾ ڌرمي ساهتيه قائم رکندا ۽ پڙهندا آيا. برهمڻن ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به ان ٻوليءَ جي پڙهڻ يا ڳالهائڻ جو حق ڪونه هو. برهمڻن عالمن اها ٻولي اهڙيءَ طرح تيار ڪئي جو هندستان جي سڀني پراڪرت ٻولين جو مول يا بنياد ليکجڻ ۾ آئي ۽ ڪنهن ڌارينءَ ٻوليءَ جو لفظ منجهس ڪونه هو. ان ٻوليءَ جو نالو رکيائون سنسڪرت يعني ڪامل بنايل يا پاڪ بنايل ٻولي.

جهڙيءَ طرح هندستان جي پراڪرت ٻولين جي ماءُ سنسڪرت ليکجي ٿي، تهڙيءَ طرح سنڌي ٻولي به اصل ۾ سنسڪرت جي ڌيءَ آهي".

### 4- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي راءِ:

"متيئن، تجزئي ۽ تحقيق، دليلن ۽ مثالن جي بناءَ تي اسان هن نتيجي تي پهچون ٿا".

"سنڌي ٻولي سنئون سڌو سنسڪرت مان نڪتل ناهي، بلڪ سنسڪرت کان اڳ واري دور جي سڌو ماتر جي قديم ٻولي آهي. لهندا (سرائڪي، ٻهاولپوري، ملتاني، ديري والي، هندڪو) ڪشميري ۽ اترئين سنڌو ماترِي جون دارڊي ٻوليون ان جون پيٽروُن آهن. بود باش جي لحاظ سان اهي مڙيئي سنڌو ماتر جون آڳاٽيون "هند آريائي" ٻوليون آهن، پر سٽاءَ ۽ تاريخي ارتقاءَ جي لحاظ سان اُهي هن برعظيم جي ٻين هند آريائي، ٻولين کان نراليون آهن. ڇاڪاڻ ته انهن جي بناوت ۾ اوسر ۾ هند- ايراني ۽ اوله کان ٻين داخل ٿيندڙ ڏارين ٻولين ۽ سامي- صفت، زبانن جا ڪي جزا شامل آهن. سنڌ جي انهيءَ آڳاٽيءَ ٻوليءَ جا مسباريل نشان اسان کي موئن جي دڙي جي مهرن ۾ ملن ٿا." (سنڌيءَ ٻوليءَ جي مختصر تاريخ ص-18-19).

## 5- سراج الحق جي راءِ:

سراج الحق پنهنجي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ لکي ٿو ته "جڏهين چار سال کن ٻولين جي تاريخ، سنڌي تمدن ۽ موهن جي دڙي متعلق ڪجهه قدر وڏيڪ مطالعو ڪيم ته حيرت انگيز ڳالهيون نظر آيون. سڀ کان اول ۽ اهم ڳالهه ته اها نظر آئي ته ٻوليءَ جي ماهرن ۽ تاريخدانن سنڌيءَ ٻوليءَ ۽ سنڌي تمدن سان ماٽي جي ماءُ وارو سلوڪ ڪيو آهي. ٻي ڳالهه جنهن منهنجي ذهن ۾ متڙڪا (سنڌي متڙڪا، نه عربي مطرقه) هڻڻ شروع ڪيا، سا اها ته سنسڪرت ۽ سنڌيءَ جو ماڻٽائو لاڳاپو ته آهي، پر ائين نه جيئن اسان وٽ زبان زد عام آهي. دراصل ڳالهه ته مرڳوئي ابتي آهي. سنڌي جيڪڏهن ڪن سنسڪرت لفظن جي مرهونِ منت آهي ته سنسڪرت تي ته ان کان به وڌيڪ سنڌيءَ جو وڏو قرض آهي. سنسڪرت ته هڪ طرح سان سنڌيءَ جي جائي آهي. سڌيءَ طرح نه سهي اڻ سڌيءَ طرح سهي، اهو اهڙو احساس ۽ خيال هو، جنهن لاءِ مون سمجهيو ته دنيا مون کي پاڳل سمجهندي" (ديباچو ص 4)

### 6. محمد ابراهيم جويو جي راءِ:

سراج الحق جي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ تي پيش لفظ لکندي صفحي 15 تي جويو صاحب لکي ٿو ته ”جڏهين ائين ٿو چئجي ته ٻولين ۾ مشابهت يا هڪجهڙائي سندن لاڳاپي يا سنبنڌ سبب آهي، تڏهن ان جو مطلب هيءُ ٿئي ٿو ته اهي ٻوليون ڪنهن هڪڙيءَ آڳاٽيءَ ٻوليءَ جون پوءِ پيدا ٿيل صورتون آهن. مثلاً اڄوڪي بنگالي ۽ اڄوڪي سنڌي ڪنهن هڪڙيءَ آڳاٽيءَ ٻوليءَ مان نڪتل چئي سگهجن ٿيون. پراڻي زماني جي ڪنهن خاص وقت جي نڪتي تي آڱر رکي ائين ٿو چئي سگهجي ته اجهو هتان اها نسبتاً اصلوڪي ٻولي هنن يا هنن ٻن يا چئن نين ٻولين جي صورت ۾ ورهائجي ويئي. يا اجهو هن وقت کان اڄوڪي سنڌي ٻولي وجود ۾ آئي يا اجهو هتان اڄوڪي بنگالي ٻولي شروع ٿي.“

مٿي جن ليکڪن جو بيان ٿي چڪو آهي، انهن کان سواءِ ٻيا به سنڌ جا رهاڪو اديب ۽ عالم اهڙا آهن جن وٽ به سنڌيءَ ٻوليءَ جي اصليت لاءِ اهي ساڳيا ٽي رايا آهن:

(الف) سنڌي سنسڪرت جي ڏوهٽي يا پـڙڏوهٽي آهي.

(ب) سنڌي سامي صفت ٻولين جي نسل مان آهي.

(ج) سنڌي دنيا جي قديم ٻولي آهي، ٻيون جملي ٻوليون ٿوريءَ گهڻيءَ ڦير گهير سان هن مان نڪيون آهن.

پهرئين خيال رکندڙ مائهن جا ماخذ ساڳيا آهن، يعني هن قسم جي راءِ هڪ دفعي جو قائم ٿي ته اها متواتر هلندي آئي. هندو عالمن تي هن راءِ قائم رکڻ لاءِ ٻن ڳالهين جو اثر رهيو آهي، هڪ ته هنن جي پنهنجي پاڪ زبان سنسڪرت جي برتري انهيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو جو هو چون ٿا ته دنيا جي اصلوڪي ۽ پاڪ زبان سنسڪرت آهي. ٻيو ته هنن کي هن طرح پنهنجي تهذيب جي تبليغ جو موقعو ٿي مليو. هندو ليکڪ هندستان ۾ به سنڌيءَ ٻوليءَ لاءِ ساڳيءَ راءِ جو اظهار هروقت ڪندا رهن ٿا.

جن مسلمان ليکڪن سنڌي ٻوليءَ کي سنسڪرت جي
ڌوهٽيءَ هئڻ لاءِ لکيو آهي، انهن ۾ هڪڙا اهڙي قسم جا آهن
جن پنهنجي تحقيق جي بنياد تي راءِ قائم ڪانه ڪئي آهي، صرف
اڳيون ليکڪن ڏسي انهن جي روشنيءَ ۾ اها راءِ مقرر ڪئي
اٿن. ٻيا اهڙا آهن جن هن دليل کي ورتو آهي ته سنڌي ٻوليءَ
۾ سڀ کان گهڻا لفظ سنسڪرت جا ملن ٿا، ان مان ثابت آهي
ته اهائي اصلي ٻولي آهي، ڇو ته سنڌيءَ ۾ ٻيا جيڪي لفظ عام
طور ڳنڍجي چڪا آهن، اهي آهن عربي، پارسي، ترڪي ۽ انگريزي
ٻولين جا. ان ڪانسواءِ جيڪي پورچوگيز يا فرينچ زبانن جا
لفظ سنڌيءَ ۾ آهن اهي به انگريزيءَ جي وسيلي هتي آيا آهن
انهن سڀني لفظن جي ڳنڍجڻ جو سبب آهي انهن قومن جو هن
ملڪ تي حڪومت ڪرڻ. عام چوڻي آهي ته ”الناس علیٰ دين
ملوڪهم“ يعني ماڻهو حاڪمن جي دين تي هلندا آهن. ان موجب
سنڌ جي ماڻهن حاڪم قوم جي ٻوليءَ سکڻ ۾ فخر سمجهيو.
هيءَ ڳالهه به ظاهر آهي ته عرب، ترڪ، افغان ۽ انگريز سنڌتي دير
سان حاڪم ٿيا آهن. انهن جي ٻولين جا لفظ به دير سان هن ٻوليءَ
سان مليا هوندا. ان کان اڳ سنڌين وٽ هڪ مڪمل ٻولي هئي
جا ضرور اها ٻولي هوندي جنهن جا گهڻا لفظ اڄ به سنڌيءَ ۾
موجود آهن. اها آهي هندي جنهن جو بنياد سنسڪرت مان
نڪتل آهي.

ٻئي خيال رکندڙ ماڻهو وري هيءَ دليل وٺن ٿا ته سنڌي
ٻوليءَ ۾ عربي ٻوليءَ جا تمام گهڻا لفظ استعمال ٿين ٿا ۽
ڪيترائي لفظ اهڙا آهن جن جي اصلي عربي صورت بدلجي سنڌي
صورت ٿي پيئي آهي، جهڙوڪ: مطرقو مان مترڪو، قاطعْ مان
ڪاتي: جعد مان جهنڊ وغيره. ان مان ثابت ٿو ٿئي ته سنڌي
ٻولي اصلي عربي ٻوليءَ مان نڪتل آهي. ان ڪري ته منجهس
عربيءَ جا لفظ آهن. ان کان سواءِ هو صاحب گرامر جي اصولن

جي هڪجهڙائيءَ کي به دليل ڪريو وٺن ٿا. اهي صاحب وڏيڪ
چون ٿا ته جيڪڏهين سنڌي ٻولي عربيءَ مان نڪتل نه آهي ته
به عربي نسل جي ٻولين مان ضرور آهي. ٿئين خيال رکندڙ
ماڻهن وٽ هينيان دليل آهن جن جي بنيادن تي سنڌي ٻوليءَ
کي اصلي ٻولي ۽ دنيا جي ٻولين جي ماءُ سڏين ٿا.

(الف) دنيا جو پهريون شخص يعني حضرت آدم سنڌ ۾
لٿو هو، ان جي نشاني ڪچ جي رڻ لڳ ڏاڏي آدم جي ٻني
اجا تائين آهي.

(ب) عام طور چيو وڃي ٿو ته حضرت آدم وارو بهشت
ڪشمير هو سو به سنڌ جو حصو هو.

(ج) حضرت آدم جي لهڻ جو هنڌ سيلون آهي ته پوءِ
اهو به سنڌ جو ڪنارو هو ۽ عربي سمنڊ اصل ۾ سمنڊ ڪونه
هو خشڪ حصو هو. حضرت آدم اتان پيادو هلي عرفات تي
حضرت حوا سان وڃي مليو هو.

(د) جڏهين ته انوقت موجوده وچ ايشيا وارو حصو ٿي
زمين جو هو، تڏهين سنڌ ان جو مکيه ڀاڱو هو ۽ باقي عرب
ملڪ سندس ڪنارن يا سرحدن وارا ملڪ هئا، تنهنڪري انهن
جون ٻوليون سنڌي ٻوليءَ جا حصا يا ڀاڱا آهن.

هن قسم جي ماڻهن وٽ تحقيق گهٽ ۽ پنهنجي ٻوليءَ
لاءِ احسن ظن زياده آهي. ان ڪري انهيءَ ڳالهه تي وڏيڪ
پڪا آهن، اسان جو خيال هن طرح آهي.

1ـ ٿي سگهي ٿو ته سنڌ سچ پچ دنيا جو پهريون وسايل
خطو هجي، چو ته سندس تهذيب نهايت آڳاٽي ثي معلوم ٿئي.

2ـ طوفان نوح هن ٽڪري تي آيو هجي ۽ ان ڪري
عربي سمنڊ وارو وسايل حصو پاڻيءَ هيٺ اچي ويو هجي.

3ـ حضرت آدم ۽ سندس قريبي ڪٽنب جيڪڏهن هن
ٽڪري ۾ ابتدائي دنيوي حياتي شروع ڪئي هوندي ته پوءِ ان
وقت يقيناً دنيا تي هڪڙي ٻولي هوندي جا سنڌي ٿي سگهي

ٿي. گو ان وقت مٿس ڪي جدا جدا نالا رکيل هجن ۽ پوءِ جڏهين انسان ذات ۾ واڌارو ٿيو آهي ۽ رزق جي تلاش ۾ جدا جدا هنڌن تي رهيا آهن، اتي نيون شيون ڏٺيون اٿن، انهن کي پنهنجا نالا ڏنا اٿن يا سنڌن آوازن ۽ لهجن ۾ فرق آيو هجي ان ڪري جدا جدا ٻوليون ٺهي پيون هجن. مگر بنيادي طرح سنڌن ماءُ سنڌو ماتريءَ واري ٻولي هجي.

4- سنڌي زبان ۾ اهڙا آواز ۽ اچار آهن جن کي ٻيا ماڻهو صحيح نموني ۾ اچاري ئي نٿا سگهن، مثلا ڄ- ڃ- ڳ- ٻ- ڏ ۽ ڻ جي اکرن جا اچار. مگر سنڌي ڄاڻندڙ دنيا جون سڀ ٻوليون ۽ انهن جا اچار صحيح ڳالهائي سگهي ٿو. ان مان به اندازو لڳي ٿو ته سنڌو ماتريءَ جي ٻوليءَ جا اچار جامع آهن تنهنڪري هوءَ ضرور اصلي ٻولي آهي.

5- ڪيترائي اهڙا سنڌيءَ جا لفظ آهن جي دنيا جي اڪثر ٻولين ۾ ابتدا کان ئي ڪم ايندا رهن ٿا. ان مان به اندازو لڳي سگهي ٿو ته اهي اصلي ٻوليءَ جا لفظ آهن. باقي الفاظ ٻين ٻولين ۾ پوءِ قدرتي اصولن موجب بدلجي ويا آهن. مگر اهي اصلي لفظ اهڃاڻ ڏين ٿا ته سنڌي ٻولي دنيا جي سڀني ٻولين جي ماءُ آهي.

اسان جون مٿيون ڳالهيون به صرف گمان آهن، جيڪڏهين اهڙي تحقيق ٿي وڃي ۽ سر زمين سنڌ کي (جيا راجپوتانا، پنجاب، ڪشمير، سرحد، بلوچستان، ايران ۽ افغانستان تي مشتمل آهي) سنڌس پراڻي نقشي موجب دنيا جو پهريون خطو مڃڻ ۾ اچي ته پوءِ اسان جي راءِ ۽ ٽئين گروه جا خيال صحيح ٿي سگهن ٿا.

## سنڌي ٻوليءَ ۾ ڌارين لفظن جو گڏجڻ:

موجوده سنڌي ٻوليءَ ۾ عربي، فارسي، ترڪي، انگريزي، فرانسيسي ۽ پورچوگالي ٻولين جا لفظ گڏجي چڪا آهن ايتري

اهو ڪو خراب ڪم ڪونہ ٿيو آهي، ڇو تہ اها ٻوليءَ جي خوبي آهي جو ضرورت وقت ڌارين ٻولين کان لفظ وٺي پاڻ وٽ محفوظ ڪري ۽ وٺيس تہ انهن جي هيئت بدلائي پاڻ سان ملائين، وٺيس تہ ساڳيءَ صورت ۾ قائم رکين. ٻولين ۾ ڌارين ٻولين جا لفظ هنن اصولن تحت گڏبا آهن.

1- ٻاهريان ماڻهو جڏهين حاڪم ٿي ايندا آهن تڏهين سندن ٻوليءَ جا لفظ محڪوم ماڻهن جي ٻوليءَ ۾ ملي ويندا آهن.

2- نين ايجادن ٿيڻ سبب اهي شيون جڏهين ڪنهن بہ ملڪ ۾ اچن ٿيون تڏهين انهن جا نالا ان ملڪ جي ٻوليءَ ۾ گڏجيو وڃن.

3- واپاري ڏي - وٺ سبب جدا جدا ٻولين جا اصطلاح ۽ لفظ ٻولين سان مليو وڃن.

4- مواصلاتي نظام جي ڪشادگيءَ سبب پڻ ڪيترائي الفاظ ۽ محاورا جدا جدا ٻولين ۾ اچيو داخل ٿين.

5- علمي، ادبي، ثقافتي ۽ سياسي ڏي - وٺ سبب پڻ ٻين ٻولين جا الفاظ اچيو ملڪي ٻولين ۾ گڏجن ٿا.

6- دنيا جي گڏيل دوستي، بين الاقوامي ڪانفرنسون، مذهبي اصولن ۽ اصطلاحن جي مٽا سٽا ڪري پڻ ٻولين ڪي ڪيترائي لفظ ۽ محاورا ملن ٿا.

اسان جي ٻوليءَ پڻ انهن سببن ڪري ڌارين ٻولين کان ڪيترائي لفظ وٺي پنهنجا ڪري ڇڏيا آهن. جن پڙهيل خواه اڻ پڙهيل هڪجهڙو سمجهي سگهن ٿا ۽ ڪين اهو محسوس ڪونہ ٿو ٿئي تہ ڪو هي لفظ ڌاريا آهن.

## سنڌي ٻوليءَ جون شاخون ۽ لهجا:

هرڪنهن ٻوليءَ جون ملڪ جي طبعي حالتن موجب شاخون ٿين ٿيون. ان ڪري انهن ۾ ڪي خاص محاورا، الفاظ ۽ لهجا مکيہ ٻوليءَ کان جدا هوندا آهن. اسان جي سنڌ پڻ طبعي

پاڳن جي لحاظ کان "وچولو" "سرو" "لاڙ" "ڍٽ" "ڪڇ" ۽ "ڪوهستان" ۾ ورهايل آهي. انهن قدرتي پاڳن ۾ رهندڙ ماڻهو جيڪا ٻولي ڳالهائين ٿا، يا محاورا ۽ الفاظ استعمال ڪن ٿا تن ۾ ڪجهه نه ڪجهه فرق هوندو آهي. لهجي ۾ ته خاص ڪري فرق هوندو اٿن. سندن ڳالهائڻ مان ئي ڄاڻي وٺبو ته هيءُ ڪهڙي خطي جو رهاڪو آهي. انهيءَ ڪري جڏهين سنڌ جي ٻوليءَ جو طبعي حالتن جي روشنيءَ ۾ مطالعو ڪبو تڏهين ان طبعي پاڳن جي سنڌيءَ کي، وچولي جي ٻولي، سريلي، لاڙي، ڍاٽي، ڪڇي ۽ ڪوهستاني ٻولين جي نالن سان سڏبو.

سنڌ جي وچولي واري ٻوليءَ کي معياري يا علمي ٻولي چئبو آهي. تعليم وٺندڙن لاءِ علمي ۽ ادبي ٻوليءَ کان سواءِ چارو ڪونه آهي. باقي سنڌ جي اتر، ڏکڻ، ڪوهستان، ڍٽ ۽ ڪڇ وغيره حصن جي ٻوليءَ کي معياري ٻولي ڪونه ٺهرائبو. جيتوڻيڪ هينئر اهو فرق محسوس ڪرڻ ۾ ڪونه ٿو اچي تاهم اصولن موجب ادبي ٻولي صرف وچولي جي آهي.

ڏسجي ٿو ته سنڌ جي لاڙ ۽ سري جي ٻولين ۾ وڏو فرق آهي. ايتري قدر جو سوين بلڪ هزارين لفظ لاڙ واري حصي جا اهڙا آهن جي سري جا ماڻهو بنهه سمجهي نه سگهندا آهن. اهڙيءَ طرح سري جي ٻوليءَ ۾ به ڪيئي اهڙا لفظ آهن، جي لاڙ جا ماڻهو مشڪل سان سمجهندا آهن. انهيءَ کان سواءِ سنڌ جي ٻين حصن جي ٻولي ته وچان ئي نرالي آهي. شاهه ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ ڏسجي ٿو ته سڀني قسم جي سنڌي ڪم آندل آهي، پر لاڙ جي سنڌي مڙئي سرس ڪم آندل آهي. جيتوڻيڪ لاڙ ۽ سري جي ٻوليءَ جا خاص لفظ ڏاڍا وڻندڙ ۽ پيارا آهن، پر اهي پنهنجي حد ۾ ئي ڪم اچن ٿا. لاڙ جا لفظ سري ۾ خوا سري جا لفظ لاڙ ۾ لکڻ ۽ ڳالهائڻ ۾ ڪونه ٿا اچن.

سنڌ جي انهن سڀني هنڌن کان سواءِ مکيه هنڌ وچولو آهي. سنڌ جي وچولي هنڌ جي ٻولي زياده فصيح آهي، وچولي هنڌ جي ٻولي لاڙ، سري خواه سنڌ جي ٻين حصن جي ٻولين کان وڏيڪ سڌريل صورت ۾ بنيل آهي. وچولي ٻولي لاڙ خواه سري ۽ سنڌ جي ٻين حصن ۾ آسانيءَ سان سمجهي سگهجي ٿي. ان کري اها ئي علمي و ادبي زبان ڄاتي وڃي ٿي. اڪثر ڪتاب ۽ اخبارون انهيءَ ٻوليءَ ۾ لکيل آهن ۽ لکيا وڃن ٿا.

وچولي سنڌ جون حدون ڏيکه ۾ گهٽو ڪري لاڙڪاڻو ۽ ان جي آسپاس کان وٺي حيدرآباد ۽ ان جي آسپاس تائين آهن، ويڪر ۾ درياءَ جو اولهه پاسو جبل کان سواءِ ۽ اوڀر پاسو ساهتيه پرڳڻي تائين آهن. انهن حدن کان سواءِ اتر پاسو ٻوليءَ جي ڪري سرو چئبو ۽ ڏکڻ پاسو لاڙ. لاڙ ۾ جڏهين ڪي جيهر، اڳيان ڪي مهند، تڏهين ڪي تيهر چون. ڪوهستاني ”اسين ڪي اسون چون“ ڪڇي ”ٻه ڪي ٻو“ ڪهڙو ڪي ڪرو چون. سري ۾ هتي ڪي هتڙي، ڪٿون ڪي ڪٿان، سنگهه ڪي لمّا، مون يا آئون ڪي مان، رڪندس ڪي رڪندم چوندا آهن. انهيءَ قسم جي ٻولي خاص ڪري پنهنجي حدن ۾ ڳالهائي سگهجي ٿي. ساريءَ سنڌ لاءِ فقط سنڌ جي وچولي هنڌ واري ٻولي معتبر آهي.

جيڪڏهين مٿئين فيصلي تي پڪو نه رهبو ۽ وچولي جي ٻوليءَ کي معياري نه ٺهرائبو جيئن هينئر تي رهبو آهي ته پوءِ ٻوليءَ جي حسن کي وڏو ڌڪ لڳندو ۽ سنڌس نحوي بناوتن، اعرابن، تذڪير و تانيث جي اصولن قائم ڪرڻ ۾ مشڪلاتون پيش اينديون، ڇو ته انهن ڳالهين ۾ سري وارن جو وچولي وارن سان اختلاف آهي.

—

# باب ٻيون

## سنڌي الف - ب ۽ ان جو سڌارو.

### الف - ب جو ٺهڻ:

سنڌ جا ماڻهو عربن جي اچڻ کان اڳ پنهنجي ٻولي ديوناگري (شاستري) سنسڪرت يا هندو سنڌي اکرن ۾ لکندا هئا. جڏهين سنڌ ۾ عرب آيا تڏهين عربي ٻوليءَ جا الفاظ نهايت گهڻي تعداد ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ ملي ويا انهن لفظن جي صحيح صورت ۽ تلفظ ديوناگري ۽ سنسڪرت خواه هندو سنڌي صورت خطيءَ سان ظاهر ڪرڻ ناممڪن هئي ڇو ته عربي جا ڪيترائي آواز، ان وقت سنڌ جي قديم زبان ۾ موجود ڪين هئا، ان ڪري اهڙن آوازن وارن لفظن جي صحيح صورت قائم رهي نٿي سگهي. مثلاً فضيلت، حضرت، غريب، زيارت، حفاظت وغيره لفظن کي هندو سنڌي، ديوناگري يا سنسڪرت صورت خطيءَ ۾ ڦجيلت، هجرت، گريب، جيارت، هفاجت لکيو ۽ پڙهيو وڃي ها، جنهن ڪري انهن الفاظن جي هيئت خواه معنيٰ ئي بدلجي وڃي ها. عربن وٽ پنهنجي سڌريل صورت خطي هئي، تنهن ڪري انهن سنڌ جو رڪارڊ به عربي ٻوليءَ ۾ رکيو ۽ هتي جي ماڻهن کي تعليم به عربيءَ ۾ ڏيڻ لڳا.

عربن کان پوءِ پارسي زبان جو رواج سنڌ ۾ پيو ڇاڪاڻ ته حاڪم اهڙا آيا جن جي زبان پارسي هئي ۽ انهن پنهنجي دفتري زبان به پارسي رکي. ان جو نتيجو هي نڪتو جو سنڌ جا مسلمان عربي ۽ پارسيءَ جا ماهر ٿي ويا ۽ ڪيترا هندو به متين ٻنهي ٻولين جي ڄاڻو وارا ٿي ويا. تنهن ڪري لکڻ جو ڪم عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ ڪرڻ لڳا.

جڏهين سنڌ جي مسلمانن کي خيال آيو ته پنهنجي وطني (سنڌي) ٻوليءَ جو نثر خواه نظم قلمبند ڪجي تڏهين انهن کي

وڏي مشڪلات پيش آئي، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪي اهڙا آواز آهن
جي عربيءَ ۽ پارسيءَ ۾ ڪونہ آهن. نڪي وري عرب ۽ ايراني
ماڻهو انهن نج سنڌي آوازن کي پنهنجي واتان ڪڍي ٿي سگهندا
آهن. مثلاً ڪراچي، ٺٽو، ڇوڪر، ڪنڌ، ڏور، گهوڙو وغيره لفظ
جيڪڏهين ڪنهن عرب کان چوائبا تہ هو ڪراتشي، تتو، شوڪر
قند، دور، غورو وغيره چوندو. سنڌ جا پڙهيل ماڻهو نج سنڌي
آواز درست طرح ڪڍي سکهيا ٿي. مگر انهن آوازن کي لکڻ
۾ آڻڻ لاءِ وٽن ڪي صورتون مقرر ڪين هيون. نج سنڌي
آوازن جا اکر هي آهن.

ٻ – ڀ – ٽ – ٺ – ڦ – ڄ – ڃ – جهہ – ڇ –
ڊ – ڏ – ڍ – ڙ – ک – ڪ – ڳ – گهہ ۽ ڻ. ان هوندي
بہ هنن عربي ۽ پارسي صورت خطيءَ کان مدد ورتي.

جيتوڻيڪ انهن اکرن لاءِ مقرر صورتون ڪونہ هيون ان
هوندي بہ ڪنهن نہ ڪنهن نموني سان سنڌي عالمن انهن کي
شڪليون ڏيئي عربي سنڌي صورت خطيءَ ۾ لکڻ شروع ڪيو.
ان صورت خطيءَ کي جهوني صورت خطي چئبو آهي. مسلمانن
جا ٻار ان صورت خطيءَ کي سمجهڻ ۾ آساني محسوس ڪندا
هئا ڇو تہ قرآن مجيد پڙهڻ سبب هو ان کان ڪافي حد تائين
واقف هئا، صورت خطيءَ جي انهيءَ نموني موجب بہ لفظن جي
معنيٰ ۽ هيئت تي ڪوبہ اثر ڪونہ پوندو هو. پراڻي زماني جا
مولوي اڃا تائين اها صورت خطي ڪم آڻيندا آهن. پارسي ٻوليءَ
جا ماهر وري سنڌي ٻوليءَ کي پارسي خط ۾ لکندا هئا. جو
زياده مشڪل هوندو هو. ان وقت جا سنڌيءَ ۾ لکيل قلمي
ڪتاب اڃا تائين سنڌ جي مشهور لائبررين ۾ ملي سگهندا.
(هن سلسلي ۾ ٺٽي جي عالمن خاص طور مخدوم ابوالحسن جون
ڪوششون ذڪر جي قابل آهن.)

عربي صورت خطيءَ ۾ لکيل سنڌيءَ کان پارسي رسم الخط
۾ لکيل سنڌي پڙهڻ ۾ تمام ڏکي هئي. انگريز سرڪار جي

حڪومت کان اڳ ۽ گهڻي وقت کان وقت جي حاڪمن وٽ سموري لک پڙهه پارسيءَ ۾ هلندي هئي. تنهنڪري انهن حاڪمن خاص سنڌي صورت خطيءَ مقرر ڪرڻ جي ڪجهه به ضرورت محسوس ڪانه ڪئي هئي، انهيءَ ڪري مسلمان پڙهيل ماڻهو پنهنجي سنڌي ٻوليءَ وارا خيال متئين نموني سان پيا لکندا هئا ۽ ظاهر ڪندا هئا. سنسڪرت، ديونا گري ۽ هندو سنڌي صورت خطي ڪم آڻيندڙ پنهنجي سنڌي ٻولي لکندي عربي پارسي لفظن جون بگڙيل صورتون پيا ڪم آڻيندا هئا.

سنڌ ۾ انگريز سرڪار جي حڪومت شروع ٿي ان بعد به سرڪاري لکپڙهه پارسيءَ ۾ هلندڙ هئي، ليڪن سرڪار جلدئي محسوس ڪيو ته جيستائين انگريزي عملدار ديسي ٻولي ڄاڻي سگهن نيستائين هو حڪومت ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿيندا. ان گڏ هي به فيصلو ٿيو ته سرڪاري لکپڙهون ديسي ٻولين ۾ ٿيڻ گهرجن هن فيصلي بعد هيٺيون مشڪلاتون پيش آيون.

(الف) سنڌيءَ کي هڪ قسم جي ۽ مستقبل الف ـ ب ڪانه آهي.

(ب) سنڌيءَ ۾ ڪوبه معياري ڪتاب لکيل ڪونه آهي.

(ج) جيڪي قلمي يا سنگي ڇاپي جا ڪتاب آهن تن جون پڙهڻيون جدا جدا آهن.

اهڙيءَ حالت ۾ سنڌين لاءِ عام طور ۽ ٻاهرين لاءِ خاص طور تڪليف هئي جو هو سنڌيءَ جي لکپڙهه ڪري سگهن. انهن مشڪلاتن جي حل لاءِ انگريزي عملدار سنڌي گرامر لکڻ ۽ شاهه جي رسالي ڇپائڻ ۾ لڳي ويا (شاهه جو رسالو اصل صورتخطيءَ ۾ سرڪاري خرچ سان ڊاڪٽر ٽرمپ جرمنيءَ جي لپزگ شهر ۾ ڇاپايو، پوءِ هڪ گرامر به لکيائين جنهن ۾ انگريزي ۽ ديوناگري صورتخطي استعمال ٿيل آهي.)

سنه 1853ع ۾ سنڌ جي ڪمشنر بارٽل فريئر کي سرڪار حڪم ڏنو ته سنڌي الف ـ ب ٺهرائي وڃي. هن صاحب پنهنجي

اسسٽنٽ ڪمشنر ايلس صاحب جي صدارت هيٺ ڪميٽي وهاري جنهن کي الف ـ ب تيار ڪرڻي هئي. ان ڪميٽيءَ ۾ هيٺيان ميمبر هئا.

راءِ بهادر نارائڻ جگنناٿ، ديوان نندي رام سيوهاڻي، ديوان پريداس، انند رام حيدرآبادي، ميرزا صادق علي بيگ حيدرآبادي، ميان محمد حيدرآبادي، قاضي غلام علي ٺٽوي ۽ ميان غلام حسين ٺٽوي.

هنن صاحبن جون سنڌي صورتخطيءَ بابت ميٽنگون ٿينديون رهيون، انهن ۾ هيٺيون ڳالهيون بحث هيٺ آيون:

(١) ا ۽ ع، ت ۽ ط، ث، س ۽ ص، ح ۽ ھ، ز، ذ، ظ ۽ ض، ڪ ۽ ق حرفن جي بدران صرف هڪ هڪ حرف ڪم آڻجي، جيئن حرفن جي گهٽائي گهٽجي وڃي.

(2) سنڌي الف ـ بي عربي صورتخطيءَ جي مقرر ڪجي، ڇو ته ان طرح جي الف ـ ب اڳ ۾ ئي نڪتل آهي ۽ ان طرح جي خط ۾ ڪافي ڪتاب لکيل آهن.

(3) پارسي ۽ عربيءَ جا حرف بحال رکجن ورنه لفظن جون صورتون ۽ معنائون تبديل ٿي وينديون. انهن لفظن سمجهڻ لاءِ عربي ۽ فارسيءَ ۾ ڪافي لغتون موجود آهن. ان کان سواءِ مسلمانن جا نالا به غلط محسوس ٿيندا ۽ ٿي ويندا.

(4) دنيا جي وڏن ملڪن ۽ وڏين ٻولين (وچ اوير جي ملڪن جي ٻولين) جي خطي صورت عربي آهي، ان ڪري سنڌيءَ جي چاهڻ جو تعلق انهيءَ سان وڌندو.

(5) سنڌيءَ لاءِ صورت خطي ديوناگري ڪجي ۽ عربي فارسي ٻولين جا لفظ مورڳو ٻوليءَ مان ڪڍي ڇڏجن.

بارٽل فريئر هن فيصلي لاءِ پاڻ سان ايلس صاحب کان سواءِ ٻين ڇئن يورپي عملدارن کي به شامل ڪيو. آخر فيصلو ٿيو ته سنڌي ٻوليءَ لاءِ عربي صورت خطي قائم رکجي ۽ نج سنڌي آوازن لاءِ نوان حرف مقرر ڪجن.

انهيءَ ڪميٽي سنڌيءَ لاءِ اهائي ائيويٽا مقرر ڪئي جا اڄ تائين قائم آهي. عربي الف ـ ب جا 28 اکر هئا.

ا ب ت ث ج ح خ د ذ ر ز س ش ص ض ط ظ ع غ ف ق ڪ ل م ن و ه ي (حمزه الف جي صورت آهي ۽ لا، ل ۽ الف جي ملاوت آهي. انهن کي ان ڪري نٿو ڳڻجي)

انهن 28 حرفن ۾ پ ـ چ ۽ گ، فارسيءَ جا ٽي حرف ملايا ويا. باقي جي 21 حرف سنڌيءَ جي آوازن ڏيکارڻ لاءِ مقرر ڪيا ويا.

ٻ ـ ڀ ـ ٽ ـ ٿ ـ ٺ ـ ڦ ـ ڄ ـ جهه ـ ڃ ـ ڌ ـ ڏ ـ ڊ ـ ڍ ـ ڙ ـ ک ـ ڳ ـ گهه ـ ڱ ۽ ڻ.

اهڙيءَ طرح سنڌي الف ـ ب نهي تيار ٿي. ان بعد 1854ع کان وٺي سنڌي نظم ۽ نثر جا ڪتاب انهيءَ ائيويٽا ۾ لکجڻ لڳا. مگر سنڌي لفظن جي نحوي ملاوتن ۽ صورتن بابت ڪوبه فيصلو ڪونه ٿيو هو؛ تنهن ڪري الف ـ ب نئين ڪم اچڻ لڳي ۽ حرفن جي ملاوت هرڪو پنهنجي منهن ڪندو رهيو.

**صورت خطيءَ جو سڌارو:**

الف ـ ب جي ٺهڻ بعد به ڪافي مونجهارا رهيل هئا، جاڪاڻ ته حرفن جي ملاوت لاءِ ڪوبه فيصلو ڪونه ٿيو هو. 1888ع ۾ جيڪب صاحب سنڌ جو ايڊوڪيشنل انسپيڪٽر مقرر ٿي آيو. هن صاحب اسڪولن جي انتظام کي بهتر ڪرڻ سان گڏ عربي سنڌي صورت خطيءَ کي به سڌاريو. هن وڏا نقشا تيار ڪرايا، جن ۾ جيڪي جيڪي سنڌيءَ جا لفظ جدا جدا صورتن ۾ لکجن ۾ ايندا هئا سي داخل ڪرائي، انهن جون يڪيون صورتون مقرر ڪيائين. اهي صورتون اڃا تائين ڪم پيون اچن. هن اهي نقشا سنڌ جي سڀني اسڪولن ۾ موڪلي ڏنا. ان هوندي به فعلي صورتن يا ٻين ڪن لفظن ۾ به زيريون ۽ به پيش پيا ڪم اچن. مثلاً: ڪياءِ، چياءِ، جيستاءِ، آءٌ وغيره. ان کان سواءِ ڪرف. ڪفل، ڪلف. ڪئنچي، قئنچي، چاڪ (تندرست) چاق،

چاقون، چاڪو وغيره به جدا جدا صورتن ۾ پيا لکڻ ۾ اچن.

1915ع ۾ ان وقت جي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر، ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ پڙهيل ماڻهن جي هڪ ڪانفرنس ڪئي، انهن ماڻهن پاڻ ۾ بحث مباحثو ڪري اهڙن لفظن جون صحيح ۽ هڪ جهڙيون صورتون مقرر ڪيون جيڪي مختلف نمونن سان لکيا ويندا هئا. اهي ياد داشتون ماهه مئي 1915ع جي اخبار تعليم ۾ ڇاپيل آهن.

## موجوده حالتن موجب سنڌي الف - ب ۽ صورتخطيءَ جون خاميون ۽ انهن جو سڌارو

چونڊا آهن ته الله تعاليٰ پنهنجي شين لاءِ ڪنهن کي به ڪونه سکايو آهي ۽ دنيا ۾ ڪوبه اهڙو هڪڙو ماڻهو ڪونه ملندو جيڪو پاڻ وٽ انهن پنهنجي شين جي ڪمي محسوس ڪندو هجي. اهي به شيون آهن پاڻ کي پسند ڪرڻ يعني مونهن ۽ پاڻ کي ڏاهو ڄاڻڻ يعني عقل.

واقعي اهو سچ آهي ته ڪوبه ماڻهو پاڻ کي ڪوجهو ۽ بي عقل ڪونه ٿو ڄاڻي، مگر جڏهن انسان انهن پنهنجي شين لاءِ پاڻ کي ٻئي انسان سان ڀيٽي ٿو تڏهن اڇا ڪارا پڌرا ٿيو پون ۽ حقيقت ظاهر ٿيو پوي.

هيءَ ڳالهه به عام طور مڃيل آهي ته هر هڪ ماڻهوءَ خواه قوم کي پنهنجو ملڪ، پنهنجو مذهب، پنهنجي تهذيب، پنهنجي ثقافت، پنهنجي تاريخ، پنهنجي قدامت ۽ پنهنجي ٻولي پياري آهي. ان سان گڏ سندن هيءَ به خواهش هوندي آهي ته جيڪا منهنجي پسند آهي، اها سڄيءَ دنيا جي ماڻهن ۽ قومن جي پسند هجي ته ڏاڍو چڱو ۽ ساڳئي وقت پنهنجي انهن سڀني ڳالهين ۽ حقيقتن کي مڃارائڻ ۽ سندن ترويج خواه واڌاري لاءِ به وڌ ۾ وڌ ڪوشان رهيو آهي.

دنيا جي تاريخ کي اٿلائي ڏسو، اوهان کي چڱيءَ طرح معلوم ٿي ويندو ته هر هڪ قوم کي جڏهن موقعو مليو آهي،

تڏهين هن پنهنجي قانون، پنهنجي تهذيب، پنهنجي مذهب، پنهنجي تاريخ ۽ پنهنجي زبان کي نئين ملڪ ۽ نئينءَ قوم ۾ رائج ڪرڻ لاءِ وڏ ۾ وڏ زور ڏنو آهي ۽ پنهنجي نئين هٿ ڪيل يا وسايل ملڪ ۾ ڪجهه پنهنجا ماڻهو وسائي ۽ ڪجهه ديسي ماڻهن کي پاڙ جهڙو ڪري، دنيا کي ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته هتي جي اصلي رهاڪو ماڻهن جا رسم و رواج، مذهب خواه زبان بلڪل اڻ سڌريل هئا، ان ڪري ئي هنن ترقي ڪان ني ڪئي. ڏسو هاڻي اسان جي سڌريل اصولن ۽ زبان انهن اڻ سڌريل ماڻهن کي ڪيئن نه دنيا ۾ چمڪائي ڏيکاريو آهي.

ان سلسلي ۾ هڪ طرف اهي ڪوششون به ڪارگر ٿين ٿيون پر ٻئي طرف هڪ خاص سبب به هوندو آهي، جنهنڪري انسانن ۽ قومن جي تهذيب و تمدن، تاريخ و ثقافت، زبان ۽ ادب دنيا ۾ تسليم ٿي ويندا آهن ۽ انهن جي جتي ڪٿي تقليد ٿي ويندي آهي. ڌارئين جي باوجود به اتي جي ماڻهن کي مجبوراً اهي شيون سکي پنهنجي ترقيءَ لاءِ راهون هموار ڪرڻيون پونديون آهن. اهو مکيه سبب آهي، اهڙين شين جو سڌريل ۽ آسان خواه زماني جي گهرجن پٽاندڙ هئڻ.

اسان جو سنڌ ڏيهه تاريخي اعتبار کان نهايت قديم ٿو معلوم ٿئي، ان لاءِ اسان وٽ هيٺيون روايتون خواه حقيقتون هلنديون رهن ٿيون:

1- حضرت آدم جي پيدائش سنڌ ۾ ٿي هئي. اهو بهشت جنهن ۾ رهندو هو سو ڪشمير هو. جو ان وقت سنڌ جو حصو هو ۽ هيڏانهن ڪڇ جي رڻ ۾ جيڪا ڏاڏي آدم جي ٻني آهي (يعني سنڌجي ٿي) سا ان ڳالهه جي ثابتيءَ لاءِ ڪافي آهي.

2- عربي سمنڊ هيٺ آيل زمين جو ڀاڱو به سنڌ جو حصو هو جو هيٺ ڪجهه تائين هليو ويو ٿي. جڏهين حضرت آدمؑ کي سنڌ مان ڪڍيو ويو. تڏهين ڪيس سنڌ جي ٻاهرئين حد واري حصي ۾ ڇڏيو ويو، جيڪو اڄ سيلون جي نالي سان

مشهور آهي. هوڏانهن ڏاڏيءَ حوا کي وري اولهه طرف روانو ڪيو ويو جا هينئر اسان جي روحاني مرڪز عرب ۾ آهي.

3- حضرت نوح جو پٽ سنڌ يا هند، پنهنجي اوج جي زماني ۾ هن خطي ۾ اچي رهيو هو، جنهن جي نالي سان سنڌ ملڪ سڏجي ٿو ۽ اهوئي لفظ هند ٿي پيو آهي ورنه ان زماني ۾ سمورو وچ هندستان هماليه جبلن تائين سمنڊ جي صورت ۾ هو.

4- موهن جو دڙو، ڪاهوءَ جو دڙو، هڙاپا جو دڙو، ۽ ٻيا قديم ڊٺل شهر جو کوٽايا ويا آهن ته انهن ويتر مٿينءَ ڳالهه کي ٽيڪ ڏني آهي ۽ ڄاڻجي ٿو ته قديم عراق، بابل، سميري قوم خواه مصري ماڻهو به سنڌ جي سڌارن ۽ تهذيب مان ئي سڌريا آهن، ڇو ته هنن جي تهذيب هوبهو اسان جي قديم ملڪ ۽ آڳاٽي پرڪٽي سنڌ جو نقل آهي.

5- اهڙي قسم جي ملڪ ۾ جتي انسان جي ابتدائي پيدائش ٿي هجي، ضرور هڪ اوائلي ۽ معياري ٻولي ڳالهائي ويندي هوندي، جنهن مان پوءِ آهستي آهستي جيئن جيئن آبادي وڌندي ۽ پکڙندي ويئي تيئن تيئن جدا جدا ٻوليون ڦٽنديون ويون هونديون جي زماني جي ڌڪيءَ ڇمار سبب هري هري بدلبيون جدا ۽ مستقل زبانون ٿي پيون آهن.

اسان جي سنڌي زبان بابت هيستائين جيتوڻيڪ کوجنا خاطر خواه تحقيقاتي ڪم ڪونه ٿيو آهي، تاهم عالمن، اديبن ۽ محققن ۽ کوجنائون ڪندڙن ڪي نظريا قائم ڪيا آهن، جن کي ڏسي ۽ سمجهي ڪنهن حد تائين تسڪين ملي ٿي. انهن نظرين موجب سنڌيءَ جو سنسڪرت جي ڌيءُ هجڻ، سنڌيءَ جو سامي صفت ٻولين جي نسل مان هجڻ، سنڌيءَ جو اصلي زبان هجڻ تي بحث ڪيل آهي.

انهن ڳالهين مان ڪهڙي ڳالهه صحيح آهي ان تي بحث ڪرڻ اسان جو هن باب ۾ مقصد نه آهي. اسان ڪي صرف چند

تعارفي ڳالهيون سنڌيءَ بابت ڪرڻيون هيون، جن جي ڪرڻ
ڪان سواءِ هي موضوع چڱيءَ طرح ذهن ۾ ويهي ڪونہ سگهي
ها. حاصل ڪلام تہ چا بہ هجي مگر ايترو ضرور چئبو تہ جڏهن
هيءُ ملڪ گهٽ ۾ گهٽ ڇهہ يا ست هزار سال آڳاٽو آهي
۽ ان وقت ئي بلڪل اوج تي هو ۽ منجهس سڌريل ماڻهو رهندا
هئا، تڏهين هتي جي ماڻهن جي زبان ضرور سڌريل هوندي. ادبي
هوندي، منجهس علم ادب هوندو ۽ باقاعده لکڻ پڙهڻ ۾ ايندي
هوندي، باقي ان وقت بابت پورو علم ڪونہ آهي، ان ڪري
هيءَ گمان ڪرڻ تہ سنڌيءَ ڪي رسم الخط هوئي ڪونہ اهو
غلط آهي ۽ محض لاعلميءَ جي ڪري گمان آهي.

موهن جي دڙي جي رسم الخط ان وقت جي لکڻ لاءِ
مناسب هئي مگر جيئن تہ ان وقت ڪنهن وڏي زلزلي يا طوفان
جي ڪري دنيا جو ان وقت جو وسايل ڀاڱو پوريءَ طرح برباد
ٿي ويو (شايد طوفان نوح ڪري اهو معاملو ٿيو هجي) ۽ ان
وقت جا ماڻهو، پنهنجي علم ادب ۽ تهذيب سميت زمين هيٺان
دٻجي ويا ۽ ڀانئجي ٿو تہ تمام گهڻو وقت پوءِ وري انهن
ڪنڊرات زمين ڪي انسان اچي آباد ڪيو آهي. ان ڪري اهو
علم ادب ۾ پيون شيون پونين ڪي ورثي ۾ ملي ڪونہ سگهيون،
نڪو وري ان سلسلي ۾ ڪا ڪوجنا ٿي. تنهنڪري اسان ان
وقت جي خطي صورت ڪي صرف عجائب گهرن ۾ رکي سگهيا
آهيون، باقي سندس پڙهڻ لاءِ ڪوبہ سعيو ڪامياب نہ ٿيو اٿئون.
ان وقت جي سنڌي ٻولي ڪهڙي هئي سا خبر بہ ڪانہ ٿي پوي.

سنڌ جي دوباره وسڻ جي زماني جي خبر بہ ڪانہ آهي.
نڪو وري موهن جي دڙي کان لاڳيتو پوءِ جي ماڻهن جي ئي
خبر اٿئون، جنهنڪري ان وقت جي ٻوليءَ ۽ خط بابت بہ
انڌيرو ڇانيل آهي، عربن جي اچڻ تائين سنڌ بابت ڪٿي ڪي
لکيون هيون بہ ۽ اهي هوند صورت خطيءَ تي نشاندهي ڪن
بہ ها مگر اهي ناپيدا آهن. البتہ هيءُ گمان آهي تہ ان وقت جي

رسم‌الخط ۽ موهن جي دڙي واري رسم‌الخط ۾ هڪ ٻئي کان علحدگي ضرور هئي.

عربن جي اچڻ وقت ۽ ان کان پوء پارسي خواه انگريزي دور تائين سرڪاري ٻولي ۽ رسم‌الخط سان گڏ ٻيا رسم‌الخط به سنڌ ۾ چالو هئا، مگر جيئن ته انهن کي همٿايو ڪونه ويو تنهنڪري بلڪل ناقص هئا ۽ مقبول عام ٿي ڪونه سگهيا. ان هوندي به هلندا آيا ۽ پاڪستان ٺهڻ تائين انهن جو پنهنجي پنهنجي جاء تي رواج به هو ۽ هندو ۽ خوجه وغيره سنڌن خانگي لکپڙهن ۾ انهن جو استعمال ڪندا هئا. ان کان سواء ٻيا به رسم‌الخط جدا جدا وقتن ۽ جدا جدا هنڌن تي رائج هئا، جيئن البيروني ۽ ابن نديم پنهنجي سفرنامن بنام ڪتاب الهند ۽ ڪتاب الفهرست ۾ اهڙو اظهار ڪيو آهي

سمن جي دور ۾ ٺٽي جي عالمن، سنڌي رسم‌الخط عربيءَ ۽ فارسيءَ نان ناهيو، ان قسم جي رسم‌الخط رائج ڪرڻ جو ٻيو سبب هيءُ هو جو انهيءَ وقت تائين سنڌي زبان ۾ عربي، فارسي ۽ ترڪي ٻولين جا الفاظ ملي چڪا هئا، انهن جا صحيح اچار ۽ درست پڙهڻيون ديوناگري لپيءَ ۾ خواه هندستان جي ٻين زبانن جي آوازن جي وسيلي صحيح نمونيءَ ۾ ٿي ڪونه سگهن ها. اهوئي خاص سبب هو جو ٺٽي جي عالمن سنڌيءَ لاء عربي قسم جو رسم‌الخط موزون ڄاڻي رواج ۾ آندو البته انهن عالمن سڳورن وٽ عربيءَ ۽ فارسي حرفن کان سواء ٻين نج هندي ۽ سنڌي آوازن ڏيکاريندڙ حرفن جون شڪليون جدا جدا هيون تاهم هنن ڪجهه ڪم ڪري ڍانچو تيار ڪري ورتو هو.

انگريزي دور ۾ جڏهين اها ضرورت محسوس ٿي ته سنڌيءَ جي اهڙي صورت خطي تيار ڪجي، جنهن کي ادبي صورت خطي ڄاڻجي، تڏهين نهايت وڏيءَ ڪوشش بعد موجوده سنڌي الف - ب تيار ڪئي ويئي ۽ ان جي رواج ۾ آڻڻ لاء ڪافي جتن ڪيا ويا. جن جي نتيجي ۾ سنڌي ٻولي ادبي ٻوليءَ ٿي پيئي ۽ اڄ

اسان کي اجا بہ وڌيڪ سوچڻ تي مجبور ٿيڻو پيو آهي.

مٿيون ڳالهيون هن لاءِ بيان ڪيون ويون آهن تہ اسان هن فيصلي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃون تہ "جڏهن ضرورت پوي تہ پوءِ پلي سنڌي الف - ب ۾ مناسب ڦيرگهير ڪجي" ڇو تہ زماني جي گهرجن ۽ تقاضائن پٽاندر اڳي بہ ٻہ چار دفعا سنڌي الف - ب تبديل ٿي چڪي آهي ۽ ان ۾ مناسب درستيون ٿينديون آيون آهن. جن رسم الخط ۾ مناسب درستيون نہ ٿيون آهن اهي اڄ ذري گهٽ متروڪ جي حد کي پهتل آهن ۽ ڪي تہ غالباً متروڪ بہ چڪا آهن.

پاڪستان ٺهڻ کان سگهوئي پوءِ غالباً 1950ع ۾ هڪ استاد سنڌي الف - ب جي سڌاري تي ڪاليج ۾ ڳالهائيندي چيو تہ "ماڻهو چون ٿا تہ سنڌي الف - ب ۾ 53 اکر آهن ان ڪري لکڻ پڙهڻ ۾ تڪليف ٿئي ٿي. آئون کين پنهنجي پاڙيسري ملڪ چائنا جي الف - ب ڏانهن ڌيان ڏياريندي گذارش ڪندس تہ انهيءَ الف - ب ۾ اسان کان نهايت گهڻا حرف آهن. پوءِ ڇا چينائي بہ پنهنجي الف - ب کي اڻ سڌريل ٿا چائن؟ هن وڌيڪ هيءَ بہ چيو هو اسان جي الف - ب ۾ اجا بہ مهہ، نهہ، لهہ، ٿهہ ۽ ڙهہ اکرن جي کوٽ آهي جا پوري ڪرڻ گهرجي يعني الف - ب جي موجوده 53 حرفن کي 57 اکرن تائين وڌايو وڃي. ڇو تہ اسان اهي حرف جي گهرن آوازن وارا آهن، سي ڳالهائڻ خواہ لکڻ ۾ ڪم آڻيون ٿا ۽ رکو الف - ب ۾ توڙي هجي ڪرڻ ۾ استعمال ڪونہ ٿا ڪريون.

ڪجھ وقت اڳي هندو اديبن بہ اهڙيون ڳالهيون شروع ڪيون هيون تہ سنڌي الف - ب کي گهٽائي اهڙو ڪجي جيئن سنڌيءَ ۾ ٽائيپ رائيٽر ٺهي سگهن. هنن مشورو ڏنو هو تہ سنڌي الف - ب ۾ جيڪي ساڳين آوازن وارا حرف آهن اهي ڪڍي ڇڏجن ۽ انهن جي جاءِ تي هڪ هڪ اکر ڇڏجي. ان بعد الف - ب جا حرف ٿورا رهجي ويندا جن جو ٽائيپ رائيٽر ٺاهي سگهبو. هنن جي خيال

موجب ته الف ـ ء ۽ ع جي بدران هڪ الف. ت ۽ ط جي عيوض ت. ث، س ۽ ص جي بدران صرف س. ڪ، خ جي بدران ڪ. ذ، ز، ض، ظ جي عيوض ز. گ ۽ غ جي بدران گ. ق ۽ ڪ جي عيوض ڪ. ح ۽ ه. جي بدران ه. ف ۽ ڦ جي جاءِ تي ڦ بحال رکجن. اهڙيءَ طرح جملي 13 حرفن جي تخفيف ڪجي. سندن وڏيڪ چونڊ هو ته ان بعد وجي 39 حرف بچندا، جن لاءِ ٽائيپ رائٽر ناهڻ به سولو ٿيندو ۽ ھيننر جا حرفن جي لانڊ آهي اها گهٽجي سولي ٿي پوندي ۽ ڏارين ماڻهن کي سکڻ ۾ آساني ٿيندي.

مٿئين خيال جي تائيد ۾ اسان جا ڪي آزاد خيال اديب به نظر آيا ٿي. ليڪن ڳالهه هيءَ هئي ته عربي، فارسي. خواه ترڪي الفاظ جيڪي اسان جي ٻوليءَ ۾ تمام گهڻا آهن ۽ ٻوليءَ جو جز بڻجي چڪا آهن، سي. هن ڪان ڏار ٿي نتا سگهن، اگر ڏار ڪجن ته انهن لاءِ نعم البدل الفاظ ڪٿان اچن، ان ڪري مٿين رٿ به في الحال ته ڪنهن به وزن ۾ ڪانه آئي. ازانسواءِ اهڙيءَ رٿ مان عربيءَ سان دشمنيءَ جي بوءِ اچي رهي هئي ۽ آهي، تنهنڪري ته هيڪاري اها ٻوليءَ جو بگاڙو هڪ طرف ۽ انتشار جو سبب بئي طرف ٿيندي. اها ڳالهه خيال ۾ رکي ان کي پيش ڪرڻ جي جرئت اڃا ڪنهن به نه ڪئي آهي.

مولانا عبيدالله سنڌيءَ هڪ اسڪيم تيار ڪئي هئي، جنهن موجب ڇهن مهينن ۾ سنڌي لکڻ ۽ پڙهڻ سيکاري سگهجي ها. هن صاحب اهڙو تجربو ڪري ڪتاب به تيار ڪرايا هئا، جي جدا جدا حرفن ۾ لکيل هئا. مولانا جو چوڻ هو، ته جڏهين سنڌي جدا جدا حرفن ۾ لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ ايندي يعني **صالح** جي بدران **ص ا ل ح** لکڻ ۾ ايندو تڏهين صرف الف ـ ب سيکارڻ سان لکڻ ۽ پڙهڻ سکي وجبو. اهڙيءَ طرح ٽائيپ رائٽر ناهڻ ۾ به سهوليت ٿيندي ۽ ماڻهو جڏهين. اهڙن مقطعات حرفن جي ڏسڻ ۽ پڙهڻ خواه لکڻ سان مانوس ٿي ويندا تڏهين نهايت آساني ٿي پوندي. مولانا جا اهڙا تيار ڪرايل ڪتاب اسان (سيد

قادر بخش شاھ ۽ سيد محمد صالح شاھ) جي ذاتي لائبرريءَ ۾ موجود آهن. وڏيڪ هيءَ به معلوم ٿيو آهي ته انهيءَ رٽ پڻاندر ٽائيپ رائٽر به ٺهرايا ويا هئا جن مان هڪڙو پراڻيءَ حالت ۾ اسان جي هڪ دوست مولوي عبدالمجيد عربڪ ٽيچر گورنمينٽ هاءِ اسڪول شاهپور چاڪر وٽ به پيل آهي. (اهو ٽائيپ رائيٽر هينئر سنڌ يونيورسٽي ۾ محفوظ آهي ۽ هاڻي ٺهي ايندڙ ٽائيپ رائيٽرن ٺاهڻ جي ڪم ۾ به ان ڪان مدد ورتي ويئي آهي).

## الف ـ ب جون خاميون:

اسان جي سنڌي الف ـ ب ۾ عام طور هيٺيون خاميون ٻڌايون وڃن ٿيون، جن جي ڪري ٻاهران آيل ماڻهو يا ٻاهريون قومون سنڌي پڙهڻ ۾ تڪليف ٿيون محسوس ڪن ۽ انهن خامين ڪري اسان به عيب ٿا محسوس ڪريون يا جڏهين ٽائيپ رائٽر ناهڻ جو سوال ٿو اٿي تڏهين ڏکيائي ٿي محسوس ڪجي.

1ـ سنڌي الف ـ ب ۾ اکر زياده آهن، تنهن ڪري انهن جون صورتون ياد ڪرڻ ڏکيون ٿيون لڳن، ان ڪان سواءِ ايترا اکر ٽائيپ رائٽر ۾ سمائي نٿا سگهن.

2ـ ڪيترا اکر چئن ٽبڪن سان بنايل آهن، جن جي لکڻ جو ڪوبه اصول ڪونه آهي ۽ ٽبڪا هرو ڀرو گهٽا هئڻ سبب لکندڙ کي ڏکيا ٿا لڳن. اصول جي ڳالهه هيئن آهي ته ڪن حرفن جهڙوڪ: ب، ڦ، ت ۽ چ کي ڳري آواز بنائڻ لاءِ "ه" ملائڻ بدران ٽبڪا ڏنل آهن ۽ ساڳئي اصول جي مخالفت ڪ، ڌ، ڍ ۽ ٿ حرفن ۾ ڪئي ويئي آهي، يعني جيتوڻيڪ، انهن حرفن ۾ به "ه" اکر جو آواز گڏيل آهي، ان هوندي به انهن کي صرف به ٽبڪا يا مورگهو نه ڏ، ٽبڪو هئڻ روا رکيو ويو آهي. ان ڪان سواءِ "ڙ" حرف ۾ ڪوبه ڳرو آواز ڪونه آهي، ان هوندي به مٿس چار ٽبڪا ڏنا ويا آهن.

3ـ جهه ۽ گهه به ڳرن آوازن وارا حرف آهن؛ انهن ۾ "ه" جو حرف بدستور چو بحال رکيو ويو آهي؟ چو نه ٻين

ڳرن آوازن وارن حرفن ۾ به اردوءَ وانگر يا ٻئي عالمن واريءَ الف - ب وانگر ”ھ“ جو حرف بحال رکيو ويو آهي؟

4- جڏهين ته سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ مھ - نھ - لھ - ڙھ ۽ ٺھ جا حرف به آهن اهي ڳالهايا ۽ لکيا به وڃن ٿا، سندن اچار به بلڪل ظاهر ۽ علحده آهن پوءِ ڇو نه انهن کي به الف - ب، جي تختيءَ ۾ شمار ڪيو وڃي.

5- سنڌي صورت خطيءَ ۾ ”نون“ غنه ۽ ”نون“ اعلانيءَ لاءِ ڪابه نشاني مقرر ڪانه آهي، ان ڪري، هيءَ صورت خطي صرف سماعي اصولن موجب پڙهي سگهجي ٿي. دراصل هن لاءِ قانون هئڻ گهرجي، جنهنجي بنا تي ڪوبه ماڻهو، (سنڌي خواه غير سنڌي)، عبارت کي درست پڙهڻ ۾ ڪابه تڪليف محسوس نه ڪري ۽ دلچسپيءَ سان پڙهي.

6- ساڳي حالت ”يائي“ معروفي ۽ ”يائي“ مجهوليءَ جي آهي اردوءَ ۾ جيڪا ”يائي“ مجهولي هوندي آهي اها پوئتي ورائڻ سان ظاهر ڪبي آهي ۽ جيڪا معروفي هوندي آهي ان کي سڌيءَ سالم صورت ۾ رکبو آهي. ان ڪري ڪوبه پڙهندڙ جيڪڏهين انهيءَ قانون کان واقف هوندو ته آسانيءَ سان ۽ درست پڙهي سگهندو. مگر اسان جي ”يائي“ جي اچارن ڪيڻ ۾ خود سنڌي ماڻهو به پلجيو پون ۽ بعضي ”ايءَ“ جي اچار کي ”اي“ ڪريو ٿا پڙهن ته بعضي ”اي“ جي اچار کي ”اِي“ ڪريو ٿا پڙهن. اهڙيءَ حالت ۾ غير سنڌين کي ته نهايت گهڻي تڪليف ٿي ٿئي. ان ڪري هو سنڌيءَ جي ڪهڙي به بهترين ڪتاب، مضمون، مقالي يا شعر کي پڙهڻ لاءِ تيار ئي ڪونه ٿا ٿين.

7- سنڌي صورت خطيءَ ۾ ”ھ“ هَوَز واري به ڪيترين حالتن ۾ پڙهڻ ۾ مونجهاري جو سبب بڻجي آهي. مثلاً جڏهين ”ھ“ مخلوطي ڪري پڙهڻي هوندي آهي يعني ٻئي اکر سان گڏجي هڪ حرف بنائيندي ۽ اهو آواز صرف ڳراڻ مان محسوس ڪبو

آهي تڏهين اڪثر ڪري خالص سنڌي ماڻهو به غلط اچار ڪري ويندا آهن. باقي غير سنڌي ته سنڌس اچار هميشه غلط ڪندا آهن. جو "هائي" ملفوظي ۽ هائي مخلوطيءَ لکڻ وقت اسان ڪوبه فرق ڪونه ڪندا آهيون. ان سبب گهڻو ڪري ان جي پڙهڻ ۾ مونجهارو محسوس ڪبو آهي ۽ غلط پڙهجي ويندي آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي عالمن، اديبن ۽ سنڌيءَ جي دانشورن جون ڪوششون آهن ته اسان جي زبان جيڪا هر حالت ۾ نهايت متاهين زبان آهي ۽ منجهس اهي جملي خوبيون آهن، جيڪي هڪ ادبي ۽ معياري زبان ۾ هئڻ گهرجن، ان ڪان سواءِ هڪ اعتبار سان هيءَ زبان دنيا جي ڀرين ۽ مکيه زبان پڻ آهي، نه ته به آڳاٽي ته ضرور آهي، تنهنڪري هن کي موجوده دور جي گهرجن پٽاندڙ ترقي ڏياري وڃي ۽ سنڌس هر پهلوءَ تي غور ڪري، هن کي نئينءَ روشنيءَ جي زبانن جهڙو درجو ڏيارجي، جيڪڏهن سنڌن اهو ارادو مضبوط آهي ۽ هئڻ به گهرجي ته پوءِ اسان سڀني جو فرض آهي ته انهيءَ سلسلي ۾ به سنڌن تائيد ڪريون ۽ حوصلو وڌايون. جيئن هو صاحب پنهنجي خدا داد لياقتن ڪان ڪم وٺي، اسان جي ٻوليءَ کي ان درجي تي آڻي پهچائين، جنهن تي هڪ سڌريل ٻولي هئڻ گهرجي.

ٻوليءَ جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ تمام گهڻين ئي ڳالهين جي ضرورت هوندي آهي، انهن مان مکيه هي آهن:

(الف) منجهس نوان اصطلاحات ۽ محاورات وضع ڪرڻ، جيڪي دنيا جي ايجادات ۽ پيدا ٿيل نين ڳالهين کي بيان ڪرڻ ۾ ڪم اچن.

(ب) هڪ جامع لغات تيار ڪرڻ جيڪا ٻوليءَ جي الفاظن جي بچاءُ ۽ پڙهڻين لاءِ ضامن هجي ۽ ان جي روشنيءَ ۾ هرهڪ لفظ جي معنيٰ ۽ مفهوم سمجهي سگهجي.

(ج) سڀني علمن ۽ فنن تي هن ۾ ڪتاب لکائڻ، جيئن فنون ۽ علوم سکڻ لاءِ هن ٻوليءَ ڪان سواءِ ٻين ٻولين جو

محتاج ٿيڻو نه پوي.

( د ) يونيورسٽيءَ جا جملي امتحان ان ٻوليءَ ۾ ڏيارڻ جو بندوبست ڪرڻ، جيڪا عوام جي مادري زبان هجي.

( هه ) سندس الف - ب کي سهل بنائڻ، جيئن نهايت گهٽ تڪليف سان سيکو ماڻهو ان جي لکڻ، پڙهڻ ۾ مهارت حاصل ڪري سگهي ۽ ڌاريا به سندس سکڻ ۾ آساني محسوس ڪن ۽ شوق سان سکن.

( و ) ٽائيپ رائيٽر تيار ڪرڻ، جيئن ٻين سڌريل زبانن وانگر هن جي لکڻ ۾ به مشينن جو استعمال آساني سان ٿي سگهي. [سيد غلام مصطفيٰ شاهه سنڌ يونيورسٽيءَ جي موجوده (١٩٧٠ع) وائيس چانسلر جي ڪوشش سان سنڌي ٽائيپ رائيٽر ڊسمبر ١٩٧٠ع تائين تيار ٿي سنڌ جي آفيسن ۾ پهچي ويندا].

هن بحث ۾ اسان کي خاص طور تي سنڌي الف - ب جي سڌاري متعلق سوچڻو آهي. ان جا ڪافي پهلو بيان ٿي چڪا آهن ۽ اهي مکيه مشڪلاتون پڻ بيان ڪري آيا آهيون جن جي ڪري موجوده سنڌي الف-ب کي سڌاري جي لائق ڄاتو ويو آهي. تنهن ڪري ضروري آهي ته انهن جي دور ڪرڻ لاءِ ڪجهه رٿون به پيش ڪجن، جيئن الف - ب جي سڌارڻ ۾ ڪم اچن. ڇاڪاڻ ته عيب ڪڍڻ سولو آهي، مگر درستي ڪرڻ آسان نه آهي. لهٰذا اسان هتي الف - ب جي خامين دور ڪرڻ لاءِ چند رٿون ڏيون ٿا.

الف-ب جي سڌارڻ واريءَ اسڪيم جا ٻه پهلو هئڻ گهرجن، هڪ لکڻ ۽ پڙهڻ وارو آسان طريقو، ٻيو ٽائيپ رائٽر ٺاهڻ لاءِ طريقو. (ٽائيپ رائيٽر ٺاهڻ جي طريقي تي سوچيو ويو آهي).

لکڻ پڙهڻ کي آسان ڪرڻ لاءِ موجوده الف - ب ۾ هيٺيون تبديليون آڻڻ مناسب ٿينديون.

1- الف-ب جي 52 اکرن کي گهٽائڻ لاءِ ڪافي ڪجهه سوچ ويچار ٿي آهي، ليڪن هن وقت تائين انهن کي

گھٽائي سگھڻ لاءِ ڪابہ صورت نظر ڪانہ ٿي اچي. ان جو مکيہ سبب هي آهي جو، سنڌي ٻوليءَ جن آوازن جو مجموعو آهي، اهي انهن 52 اکرن مان ئي نڪرن ٿا. جيڪڏهين انهن اکرن ڪي گھٽائي هم آواز اکرن مان صرف هڪ قائم رکيو ويندو تہ پوءِ صحيح صورت خطيءَ تہ هئڻ ڪري معنيٰ سمجھڻ ۾ دقت پيش ٿيندي. مثلاً سياح ۽ سياه بہ لفظ جدا جدا معنيٰ رکندڙ آهن، جيڪڏهين انهن جي ساڳي صورت خطي (هڪ جهڙي) روا رکبي تہ پوءِ هڪ لفظ جي معنيٰ صحيح نڪرندي ۽ هڪ جي غلط. ساڳيءَ طرح "صالح" کي "سالھ" لکڻ، "ضامن" کي زامن، ذامن ۽ ظامن لکڻ، ثابت کي سابت، صابت يا سابط لکڻ، بہ سمجھڻ کان ٻاهر ٿيندو يا "حب" کي "هب" لکڻ ٻيءَ معنيٰ جو سبب ٿيندو، اهڙيءَ طرح هر هڪ لفظ جي اصلي صورت بدلجڻ ڪري سندس اصلي معنيٰ بہ بدلجي ويندي ۽ ان ڪري سنڌي ٻوليءَ جو ادبي زبان وارو درجو ڪري پوندو. لهذا ڪن بہ حرفن جو سنڌي الف - ب مان ڪڍي ڇڏڻ ناممڪن آهي. ٻيءَ صورت ۾ جيڪڏهين ڪو چوي تہ سنڌي ٻوليءَ جي الف - ب مان اهي حرف جيڪي زائد آهن سي ڪڍي ڇڏجن، پوءِ آساني ٿي پوندي (ان سان گڏ انهن حرفن سان لکجندڙ لفظ بہ ٻوليءَ مان ڪڍي ڇڏهن).

حقيقت هيءَ آهي تہ جيڪڏهين اسان ائين ڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪريون تہ بہ ٿي نہ سگھندو، ڇاڪاڻ تہ مسلمانن جا نالا ۽ شعائر، خواہ پيا ڪيترا اهڙا لفظ سنڌيءَ ۾ عربيءَ ۽ فارسيءَ جا ملي ويل آهن جو انهن کي اصل ڪڍي نہ سگھبو. اگر ڪڍي ڇڏبو تہ پوءِ انهن جي جاين تي ڪهڙا لفظ آڻجن ۽ ڪٿان آڻجن، اهو مسئلو نهايت مشڪل ٿيندو، تنهن ڪري حرفن جو گھٽائڻ ناممڪن آهي.

2- سنڌيءَ ٻوليءَ جي ڳالهائڻ خواہ لکڻ ۾ پنج زياده ڳرا حرف ڪم آڻجن ٿا، جن جي وڌائڻ لاءِ ڪن عالمن رٿون

ڏنيون آهن ۽ وقت بوقت پنهنجي دوستن خواه شاگردن سان انهن جو ذڪر ڪندا رهن ٿا. اهي حرف آهن ”مهه، لهه، نهه، ڙهه، ۽ ڏهه“ هاڻي سوال ٿو اٿي ته اهي وڌائجن يا نه؟ جي وڌائجن ٿا ته الف - ب جا حرف 52 حرفن مان ڦري 57- ٿي پوندا. ان حالت ۾ حرفن جي گهڻائڻ وارو سوال پاڻ زياده زور وٺندو. ان لاءِ بهتر طريقو هيءُ آهي ته انهن لفظن جو استعمال هلڪن حرفن جي آواز سان ڪجي، يعني انهن ڳرن حرفن کي بلڪل ڇڏي ڏجي ۽ ڳالهائڻ توڙي لکڻ ۾ انهن جو استعمال ترڪ ڪجي. يعني پراڻي زماني وانگر اهڙا آواز هلڪا ڪري ڪجن. آئون ڀانيان ٿو ته ان ڪري ٻوليءَ جي سونهن ۽ سواد تي ڪوبه اثر ڪونه پوندو مثلاً ”ماڙهوءَ“ جي بدران ”ماڙو“ ”ڳالهه“ جي بدران ڳالهه ”سنهون“ جي جاءِ تي ”سنو“ ”سوڙهو“ جي جاءِ تي ”سوڙو“ ۽ ”سمهڻ“ کي ”سمڻ“ ڪري لکجي ۽ پڙهجي. سنڌ جي ديهات ۾ ڪيترن ئي ماڻهن جي واتان اهي لفظ اچا ٿائين، انهن هلڪن آوازن ڪيڻ سان چوندا ٻڌڻ ۾ ايندا آهن ۽ اهي خراب محسوس ڪونه ٿيندا آهن. اهڙيءَ طرح انهن حرفن جو مسئلو حل ٿي سگهي ٿو.

3- اکرن جي گهڻائي ياد ڪرڻ ۾ ايتري قدر تڪليف ڏيندڙ نه آهي، ڇو ته قلمي اکرن يا ڇاپخانن وارن اکرن ۾ تڪليف ٿي ڏئي

4- سنڌي الف - ب جا ڳرن آوازن وارا حرف، جن مان ”ه“ ڪڍي ٽيڪا وڌائي چار ڪري، اهي وسرگ يا ڳرا آواز ڪڍيا ويا آهن، انهن لاءِ ڪيترن ماڻهن جو رايو آهي ته اهي اردوءَ وانگر ٻيهاريا وڃن يعني ڀ = ٻهه، ٿ = تهه، ک = کهه، ڦ = پهه، ڍ = ڏهه، ڇ = چهه ۽ ٺ = ٽهه. هن قسم جي تبديلي مان اهو فائدو ٿيندو ته اردوءَ وارن لاءِ سنڌي الف - ب آسان ٿي پوندي، ڇو ته هو انهيءَ قسم جي حرفن کان اڳيئي واقف آهن ۽ ان ڪري سنڌن بنيادي آواز تي به ڪو اثر ڪونه ٿو پوي.

5- اُردوءَ ۾ ”هائي“ ملفوظي ۽ ”هائي“ مخلوطيءَ جي سڄاڻپ لاءِ فرق رکيل آهي، مگر سنڌيءَ ۾ اهو فرق ڪونہ آهي، تنهن ڪري سنڌي الف - ب ۽ صورت خطيءَ ۾ ان جو فرق اردوءَ وانگر روا رکجي، ٻيءَ صورت ۾ انهن اکرن جي بنيادي آوازن ڏيڻ ۾ غلطيءَ جو امڪان رهجي ويندو. اسان جي موجوده ڪتابن ۾ بہ اهڙيون خاميون آهن ۽ انهن لاءِ مثلي ۽ صحيح نشاندهي ڪيل ڪانہ آهي تہ ڪهڙي نموني ۾ ”هائي“ کي اعلاني يا ملفوظي ڪري پڙهبو ۽ ڪهڙي نموني ۾ لکيل ”هائي“ کي مخلوطي ڪري پڙهبو. در اصل ٽائيپ يا هٿ سان لکڻ جي حالت ۾ انهيءَ لاءِ جدا جدا صورتون هئڻ گهرجن. مثلاً ”هائي“ ملفوظي هٿ سان يا ٽائيپ ۾ ”هہ“ يعني اصلي صورت ۾ لکجي ۽ ٻئي حرف ڪان بلڪل پري ۽ سڌيءَ صورت ۾ هئڻ گهرجي. مگر جڏهين گري آواز ڏيڻ لاءِ يا مخلوطي صورت لکجي تڏهين هن طرح لکجي قلم سان گهہ، جهہ، ۽ ٽائيپ ۾ گهـ، جهـ لکجي، انهيءَ طرح لکيل ”هائي“ جي اچار ڪرڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جو مونجهارو ڪونہ ٿيندو.

6- ”هائي“ جي پڙهڻ وارن مونجهارن بعد ضروري آهي تہ ”يائي“ جي پڙهڻ ۾ ٿيندڙ غلطين کان بچڻ لاءِ ان ۾ بہ درستيون ڪجن، حقيقت هيءَ آهي تہ سنڌي صورت خطيءَ ۾ ”يائي“ معروف ۽ ”يائي“ مجهول لاءِ جدا جدا صورتون ڪونہ آهن. اردوءَ ۾ ان قسم جي ٻنهي اچارن لاءِ ”يائي“ جون جدا جدا صورتون لکبيون آهن، مگر اسان وٽ جو ائين ڪونہ آهي، تنهن ڪري ڏاريا تہ نهبو پر اسان جا پنهنجا بعض حالتن ۾ ”اِي“ يا ”اي“ جي اچار ۾ غلطيون ڪندا آهن. هن لاءِ تجويز آهي تہ جڏهين ”يائي“ معروفي پڙهڻي هجي تڏهين ان کي ٽبڪا ڏنا وڃن ۽ جڏهن ”يائي“ مجهولي پڙهڻي پوي تڏهين ان کي ٽبڪا نہ ڏجن. اسين ڀانيون ٿا تہ اهو مسئلو ايترو پيچيده ڪونہ آهي، جو ان تبديليءَ جو سنڌيءَ جي چاڙهن تي ڪو برو اثر

پوي. (غلام اصغر پنهنجي ڪتاب جديد مضمون نگاريءَ جي
پهرئين ڇاپي ۾ "يائي" جو اهو طريقو استعمال ڪيو هو.)
جيڪڏهين اهڙي ڦير گهير ڪئي ويندي ته پوءِ "يائي" جي
اچارڻ جي تڪيف جا عام طور محسوس ڪئي پيئي وڃي سا
دور ٿي ويندي.

7- سنڌي زبان ۾ جتي "هائي" ۽ "يائي" جو مسئلو
آهي اتي ڏون غنه ۽ نون اعلانيءَ جو به مسئلو آهي. اڪثر
ڪري اسان جا غير سنڌي دان دوست نون غنه يا نون اعلانيءَ
۾ فرق ڪري ڪونه سگهندا آهن. اردو صورت خطيءَ جي اصولن
موجب نون غنه جيڪڏهين لفظ ۾ پنهان ايندو آهي ته ان تي
ٽبڪو نه ڏنو ويندو آهي ۽ جڏهين ڪنهن لفظ جي وچ ۾ هوندو
آهي، تڏهين ان جي مٿان ابتي جزم " v " ڏني ويندي آهي. جيئن
ته اهو طريقو نهايت آسان آهي ۽ اسان جو چاتل به آهي
تنهنڪري اسان جي راءِ آهي ته سنڌيءَ ۾ به اهو طريقو رواج
۾ آندو وڃي. باقي اعلاني نون کي ٽبڪي ڏيڻ سان نروار
ڪجي. ائين ڪرڻ سان اهو مسئلو ازخود حل ٿي ويندو.

هن کان سواءِ "۾-۽" کي به سندن پوري آواز
(مين، ائين) سان لکڻ گهرجي.

الف-ب جي انهيءَ اصلاحي صورت بعد نتيجو هيءُ
نڪرندو ته سنڌي زبان خاص طرح اردوءَ وارن لاءِ ۽ عام طرح
سڀ ڪنهن ٻاهرئين ماڻهوءَ لاءِ سکڻ، لکڻ ۽ پڙهڻ آسان
ٿي پوندي. باقي هيءُ سوال ضرور اٿندو ته هيترو سارو علم ادب
جيڪو اڳي موجوده صورت خطيءَ ۾ لکيل آهي، ان جو ڇا
حشر ٿيندو؟ ان جو جواب آهي ته جيئن ته شاهه صاحب جو
رسالو ۽ ٿنوي عالمن جون ليکتون به موجوده صورت خطيءَ ۾
ڪونه هيون پر پوءِ به اڃا تائين زنده آهن ۽ انهن کي
ڦيري گهيري موجوده سنڌيءَ ۾ ڪيو ويو آهي، جيڪڏهين
ان طرح يا ڪنهن ٻئي نموني سان اسان الف-ب ۾ اصلاح

ڪيو تہ اهي ڪتاب بہ زنده ڪري سگهبا، جنهن لاءِ صرف ڪجهہ توجہ ڏيڻو پوندو.

سنڌيءَ ۾ فني ڪتابن اکڻ، اصطلاحات ٺهڻ ۽ انسائيڪلوپيڊيا جڙڻ جو ڪم اميد تہ اسان جا نوجوان ڪندا.

---

# باب ٽيون

## سنڌي نثر، نظم، مضمون، گرامر ۽ انشا جي مختصر تاريخ

**نثر:** روزمره جي ٻوليءَ ۾ جيڪي لفظ استعمال ڪيا ويندا آهن، انهن کي ادبي زبان ۾ موتين سان تشبيهہ ڏني آهي. ان ڪري ٻولي آهي موتين جي ميڙ جو نالو. جن جي مدد سان پنهنجا خيال ۽ انهن جي روشنيءَ ٻين تائين پهچائبي آهي.

پنهنجي دماغ جي خيالات جو اثر لفظن ۾ ٻين تائين پهچي تہ اهڙي اثر کي نثر چئبو آهي. ٻين لفظن ۾ نثر جي معنيٰ آهي پکڙيل موتي. هر هڪ زبان جو وڏو حصو نثر ۾ هوندو آهي، ڇو تہ پنهنجي خيالات جي تشريح ڪرڻ لاءِ لفظن جو وڏو ذخيرو گهرجي. ان ڪري نثر جو حصو نظم کان زياده هوندو آهي.

ڪنهن بہ زبان جو ڌهڻ يا ٺهڻ گهڻو ڪري نثر جي پاڪيزگيءَ تي ٻڌل آهي، جنهن قوم جو نثر مٿاهون نہ آهي ۽ منجهس دنيا جي سيني معاملات کي کولي سمجهائڻ جي لاءِ صحيح ۽ صاف لفظن جو ذخيرو موجود نہ آهي، اها قوم بلنديءَ کان هيٺ ليکي ويندي آهي.

### سنڌي نثر جي تاريخ:

سنڌي قوم دنيا جي نهايت آڳاٽين قومن مان هڪ آهي،

سندس تهذيب به پراڻي آهي. سنڌي زبان کي به ان ڪري دنيا جي قديم زبانن جو شرف حاصل آهي. اهڙيءَ حالت ۾ هن ۾ گهڻائي ڪتاب (انوقت، جي رواج موجب) لکيا ويا هوندا. مگر قديم وقت جي سنڌي لکيتن جي ڪابه خبر ڪانه ٿي پوي، تنهنڪري چئي نٿو سگهجي ته ان دور ۾ سنڌي نثر جي حالت ڪهڙي هئي ۽ سندس معيار ڪيتريءَ حد تائين بلند هو.

سومرن جي دور (1051ع) کان اڳ، سنڌي نثر جي ابتدا ٺيڪ معلوم ٿئي ٿي. ان وقت ڪهڙي قسم جي صورتخطي ڪم آندي ويندي هئي سا خبر نه آهي. 270 هجري مطابق 883ع ۾ سنڌ جي هڪ راجا، عبدالله بن عمر منصوره جي حاڪم ڏانهن لکيو ته "مون کي سنڌيءَ ۾ لکيل اسلامي عقائد ۽ تعليم تي ڪتاب گهرجي. ان تي ذڪر ڪيل حاڪم سندس هڪ عراقي عالم کي (جو منصوره ۾ رهڻ ڪري سنڌيءَ جو ڄاڻو هو) حڪم ڏنو ته اهڙو ڪتاب سنڌيءَ ۾ لکي راجا ڏانهن موڪليو وڃي. جو موڪليو ويو ۽ راجا کي ڏاڍو پسند آيو. مٿين ڳالهه پير حسام الدين راشديءَ پنهنجي مقالي "منصوره جي تاريخ جو هڪ باب" ۾ لکي آهي، جو رسالي مهراڻ ۾ ڇپيل آهي.

گنگارام سمراٽ پنهنجي مقالي سنڌ جا قديم شاعر ۽ عالم ۾ لکي ٿو ته انهيءَ راجا، منصوره جي حاڪم کان اهو عراقي عالم گهرائي پنهنجي دربار ۾ رکيو ۽ کانئس قرآن مجيد جو ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪرايائين، جنهن جي پڙهڻ سان راجا تي اسلام جو گهاٽو اثر پيو.

چچنامي ۾ راجا ڏاهر جي سنڌيءَ ۾ لکيل خطن جو ذڪر ملي ٿو، جي هن پنهنجي عملدارن، دوستن، فوجي آفيسرن ۽ تعلقدارن ڏانهن لکيا آهن.

سومرن جي وقت ۾ نظم جا سنا اهڃاڻ ملن ٿا، ان وقت ۾ سنڌ جون مشهور آکاڻيون مومل راڻو، عمر مارئي، سسئي پنهون ۽ سهڻي ميهار وجود ۾ آيون هيون، جي بهترين ٻوليءَ جو شاهڪار

آهن. ٿي سگهي ٿو تہ اهي ان وقت جي صورتخطيءَ ۾ لکيون ويون هجن، مگر اهو نثر اسان جي اکين کان اوجهل آهي.

سمن جي دور ۾ قاضي قاضن جهڙو عالم، شاعر ۽ مفتي، ان وقت جو قاضي القضات هو، تنهن جون فتوائون پڻ ضرور لکيل صورت ۾ هونديون. ساڳيءَ طرح سمن جي آخري دور ۽ ارغونن جي شروعاتي دور ۾ مخدوم نوح هالن وارو ۽ شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ وارو ٿي گذريا آهن، انهن بزرگن جا خطبا، ملفوظات، خطوط وغيره پڻ سنڌيءَ ۾ هئا، جي نثر جون بهترين ڪڙيون هيون. انهن مان ڪي ملفوظات هينئر تائين محفوظ آهن.

هن دور جو هڪ وڏو عالم مخدوم جعفر ٿي گذريو آهي. جنهن بوبڪ جي شهر ۾ سنہ 1589ع مطابق 998هہ ۾ وفات ڪئي هئي. ان بہ سنڌيءَ ۾ دينيات تي ڪجهہ لکيو هو، جن لکيتن مان طلاق جا مسئلا مشهور آهن ان ڪتاب ۾ عربي ٻوليءَ سان گڏ سنڌيءَ جا جملا ۽ فقرا پڻ ڪم آندل آهن

ڪلهوڙن جي دور ۾ (1746) متيارين جي هڪ عالم مولوي عزيزالله قرآن مجيد جو تحت لفظ ترجمو ڪيو هو. جنهن جي عبارت اڪيئءَ سنڌيءَ ۾ هئي اهو قرآن مجيد اڃا تائين ملي سگهي ٿو. هن دور ۾ ٺٽي جا عالم بہ ٿي گذريا آهن، جن وٽان علم جون نديون وهي سنڌ ۾ خواه سنڌ کان ٻاهر علم جي پياسن جي اڃ لاهينديون هيون وٽانئن ديني مسئلن تي فتوائون نڪرنديون هيون. يقين آهي تہ اهي سنڌي نثر ۾ هونديون مگر زماني جي دست برد سبب انهن جو هينئر ملڻ مشڪل آهي. مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، لنواريءَ وارا بزرگ، دربيليءَ کهڙن جا مخدوم بہ انوقت علم ۽ فضل جا صاحب هئا. انهن جون تحريرون انوقت جام هلنديڙ هيون جي نثر جا چڱا نمونا پيش ڪن ها، مگر افسوس آهي جو انهن جو ملڻ هينئر محال ٿي پيو آهي.

ميرن جي دور ۾ پڻ سنڌ ۾ ڪيترائي عالم ۽ فاضل

رهندا هئا، انهن جون سمجهاڻيون، سندن فقير ۽ دوست خواه شاگردِ تبرڪ طور قلمبند ڪندا هئا، جن ڪي ملفوظات چئبو هو، پير محمد بقا ۽ سندس فرزند پير محمد راشد شاهہ جون ملفوظاتون سندن مريدن ۽ خليفن قلمبند ڪيون هيون، جن مان ڪي اِجا تائين ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ موجود آهن.

انگريزن جي اچڻ بعد سنڌي صورت خطيءَ ڪي جامع صورت ڏني ويئي، تنهنڪري ضروري ٿي پيو تہ انهيءَ صورتخطيءَ ۾ ڪتاب لکيا وڃن. هن سلسلي ۾ ڪيترائي ننڍا ننڍا ڪتاب لکيا ويا. جن مان باب نامون، سڌا ڏور ڪڏا ڏور جي ڳالهہ، پنهي زميندار جي آکاڻي، گاسپل آف سينٽ مٿيو، راءِ ڏياچ ۽ سورٺ جي آکاڻي، ايسپ جون آکاڻيون، مفيد الصبيان وغيره ڪتاب لکيا ويا. انهن ۾ راءِ ڏياچ جي آکاڻي جارج اسٽئڪ واري ديوناگري اکرن ۾ لکيل گرامر جي پوپان ڏنل هئي ۽ ايسپ جون آکاڻيون ترجمو ڪيل هيون.

هن دور ۾ سرڪاري اسڪولن لاءِ سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکيا ويا جي ان وقت جي عالمن وڏيءَ ڪوشش سان لکيا هئا. جاڪاڻ تہ سنڌيءَ ۾ انهيءَ وقت تائين ڪتاب گهٽ هئا، تنهنڪري سرڪار طرفان ڪوششون ٿيون ۽ ڪيترائي ڪتاب، ٻين ٻولين جي ڪتابن تان ترجمو ڪري ڇپايا ويا. انهن ڪتابن کي اڄ تائين عزت جي نظرن سان ڏٺو ويندو آهي. ڪي ڪتاب تہ ادبي بورڊ طرفان وري ڇپايا ويا آهن.

الف ـ ب جي موجوده نموني تي تيار ٿيڻ کان قريباً ٽيهارو سال پوءِ ميرزا قليچ بيگ مرحوم سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکڻ ۽ ترجمو ڪرڻ شروع ڪيا. ميرزا صاحب مرحوم ڪيترين ٻولين مان ڪتاب ترجمو ڪيا ۽ پنهنجا بہ تصنيف ڪيا ۽ سنہ 1900ع تائين سنڌيءَ ۾ هرقسم جي ڪتابن جو اضافو آڻي ڇڏيائين هن وقت تائين هن صاحب ڊراما، ناول ۽ ناٽڪ پڻ ترجمو ڪيا جنهن ڪري سنڌي نثر جو معيار بلند ٿي ويو. ساڳئي عرصي ۾ سرڪاري

خواه خانگي ادارن طرفان ڪيترائي رسالا ۽ اخبارون نڪرڻ شروع ٿيون، جن ۾ سڀ ڪنهن قسم جا مضمون اچڻ لڳا، انهن ۾ هر قسم جو نثر استعمال ڪيو ويندو هو. انهن اخبارن ۽ رسالن مان معاون، معين الاسلام، سنڌ سڌار، سنڌ سيا، جوت ۽ الحق مشهور آهن.

سنه 1901ع تائين سنڌي نثر جو معيار وڏي چڪو هو، سڄيءَ سنڌ مان جدا جدا هنڌن تان نوجوان خواه پيرِڙا قلم ڪٺي ميدان ۾ ڪاهي پيا ۽ نثر ۾ بهترين واڌارا ڪندا رهيا. اخبارن ۽ رسالن جو تعداد به وڌندو رهيو، ڪي پنهنجي عمر ختم ڪندا رهيا ته ڪن ڪي نئون جنم ملندو رهيو. 1910ع تائين جيڪي ڦيون اخبارون يا رسالا نڪتا انهن جا نالا هي آهن: مسافر، الهلال اخبار تعليم، تحفة الاحباب، ماتا، بهار اخلاق، جعفر زٽلي، ڪچڪول وغيره انهن رسالن ۽ اخبارن ۾ نوآموز توڙي تجربيڪار اديب حصو وٺندا هئا. ان ڪري سنڌي نثر جو معيار مٿاهون ٿيندو رهيو.

1910ع کان پوءِ قومي آزاديءَ جي تحريڪن جو دور هو جو 1947ع تائين هليو، هن وچ ۾ ڪيترين ئي اخبارون، ڪيترا ئي رسالا ۽ ڪيترا تصنيفن ۽ تاليفن جا ادارا ڪم ڪي جنبي ويا، ٻئي طرف، قصه ڏويسي، اخلاقيات، ادبي مضامين، تنقيد ۽ گرامر، انشا، طب، هيئت افسانن وغيره ڏانهن به ماڻهن جو توجه ٿيو، ان ڪري ڪيترائي ڪتاب لکجي ۽ ڇپجي ميدان تي اچي ويا. مذهبي گروهن طرفان به ادبي ۽ علمي سوسائٽيون ڪي وجود ۾ آندو ويو ۽ انهن جي ڪارڪنن پڻ ڪيترائي ڪتاب ۽ ڪتابچه ڇپائي پڌرا ڪيا. ڪن صاحبن ادبي مضمون ڪٺا ڪري انهن کي ڪتابي صورت ڏني. ان کان سواءِ سرڪاري اسڪولن ۾ به نصاب جا ڪتاب لکجي ڪم ۾ ايندا رهيا، اهڙيءَ طرح 1947ع تائين سنڌي ۾ نثر جي ڪتابن جو وڏو ذخيرو جمع ٿي ويو.

1947ع ۾ پاڪستان جو ورهاڱو ٿيو، لکندڙن ۾ وڏو تعداد هندو اديبن جو هو، جي ملڪ ڇڏي ڀارت هليا ويا، پريسون ۽ ڇاپخانا خواه ڪتبخانا گهڻو ڪري هندن جي هٿن ۾ هوندا هئا، انهن جي هڪدم وڃڻ ڪري سنڌي ادب ۾ هڪ وڏو خال پيدا ٿي ويو. پاڪستان هڪ نئون ملڪ، جنهن ملڪي انتظام نئين سر رکڻو پيو، آبادڪاريءَ جي مسئلي منجهيل صورت اختيار ڪري ورتي، ان ڪري پهريان چار پنج سال هن ڏس ۾ ڪوبه نمايان ڪم ٿي نه سگهيو، ان بعد وري ادب لاءِ حالات سازگار ٿيا. پريسن ڪم ڪرڻ شروع ڪيو، پراڻن اديبن لکڻ ڏانهن وري ڌيان ڏنو، نوان اديب اسرڻ لڳا، تعليمي ادارن طرفان رسالا ۽ ميگزينون نڪرڻ لڳيون، نئين زندگي رسالو شروع ٿيو، سنڌي ادبي بورڊ کي نئين سر وجود ۾ آندو ويو. ڪورس جا ڪتاب لکجڻ لڳا، نثر ۾ نيون ترڪيبون ۽ تحقيقي مضمون پيش ٿيڻ لڳا. ناول، افسانا، آکاڻيون وغيره لکجڻ لڳيون، اخبارن ۽ رسالن ۾ ادبي پاره شايع ٿيڻ لڳا، تنهنڪري سنڌي نثر چڱو زور ورتي ويو. هن وقت تائين هيٺيان مکيه اشاعت گهر سنڌيءَ لاءِ ڪم ڪري رهيا ۽ چڪا آهن.

سنڌي ادبي بورڊ - انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي - پاڪستان سرڪار جو اشاعتي کاتو - سنڌي ادبي سوسائٽي - جميعت الشعراءِ سنڌ - اداره آواز ادب - جيلاني پبليڪيشن - سنڌي ادب گهر - اسلاميه دارالاشاعت - شاهه ولي الله اڪيڊمي ۽ رونق پبليڪيشن وغيره.

هينئر اسان جي نثر جو معيار تمام مٿاهون ٿي چڪو آهي ۽ ڪيترائي اديب پيدا ٿي چڪا آهن. سنڌ يونيورسٽي پڻ سنڌي زبان ۾ وڏن امتحانن جي سوالن جا جواب وٺڻ قبول ڪيا آهن. سول سروس جي امتحانن ۾ به سنڌيءَ جو پرچو آهي. ان ڪري هاڻي ته هيڪاري سنڌيءَ ۾ فني ڪتاب لکجڻ ۾ ايندا. اهو ڏينهن پري ڪونه آهي جو سنڌي نثر دنيا جي مٿاهين ٻولين جي نثر سان ڪلهو هڻي.

## 2ـ نثر جا قسم :

معنوي لحاظ کان نثر جا ٻہ قسم آهن: هڪ سليس نثر، ٻيو دقيق نثر. محمد صديق مسافر انهن لاءِ هن طرح وصف ٻڌائي ٿو.

**سليس نثر** : هيءَ نثر جو قسم سولن ۽ سادن سلوڻن لفظن تي مشتمل هوندو آهي، ۽ علم بيان خواه علم بديع جي اصولن موجب سينگاريل ۽ اعليٰ درجي جي فصاحت و بلاغت وارو هوندو آهي.

مثال : عورت جي هلچل جو مرڪز مقرر، محدود، لڪل، ڇپيل ۽ خيالن ۾ ڪتل ٿي ٿو. هوءَ پنهنجي پورڻ ۽ سورن جي ساٿي آهي ۽ جيڪڏهن اهي ڏکن جي ٻوچارڻ ڏانهن نہ ڏسن ته ڪيس ڪو آٿت ۽ آرام جو هنڌ ملي نٿو سگهي.

**دقيق نثر**: اهو نثر آهي جنهن ۾ نهايت ڏکيا لفظ ۽ ڏکيا ۽ منجهائيندڙ جملا ڪم آڻيا آهن. پڙهندڙ کي نهايت تڪليف سان ان جي معنيٰ سمجهہ ۾ ايندي آهي.

مثال : آڏون، پنهنجو عنديو، بي تحاشا ۽ بالاستقضا اوهان جي بالمشافہ بيان ڪري نٿو سگهان. منهنجو مضمون بلاغت مشحون ڪينهي. سنڌيءَ جا گهڻا عالم نثر جا هيٺيان قسم ٻڌائين ٿا.

**نثر مرجز**: هي اهو نثر آهي جنهن ۾ شعر وانگر وزن هوندو آهي پر ان ۾ قافيو ڪونہ ٿيندو آهي. ٻين لفظن ۾ هيئن چئجي تہ نثر مرجز ۾ فقرا ڪم آيل هوندا آهن. اهي هموزن هوندا آهن پر هم قافيہ نہ هوندا آهن.

مثال : عبرت جي چاڙهہ عينڪ، دنيا جو ڏس تماشو، دنيا مڪان سارو خواب و خيال آهي.

**نثر مقفيٰ** : هيءَ اهو نثر آهي جنهن ۾ قافيو هوندو آهي، پر وزن نہ هوندو آهي اصطلاحي معنيٰ موجب مقفيٰ نثر اهو آهي، جنهن جي فقرن جي پڇاڙيءَ جا لفظ هڪجهڙا هجن.

يعني قافيو هجين پر وزن نہ هجين.

مثال: دوست مهربان، قدردان، بلند مڪان، عاليشان، ميان علي خان خوش هجو.

**نثر مسجع:** اهو نثر آهي، جنهن ۾ ٻنهي جملن جا الفاظ وزن ۾ برابر هجن ۽ پوئين حرف ۾ موافق هجن.

مثال: اميد تہ هي ڪج رفتار پنهنجي اخبار گوهر بار جي ڪالم نگار عالم تي بيحجاب اڪتاب فرمائيندا.

(2) شهزادو آيو، جنهن اچي ڳالهايو، پريءَ پڇيس تہ ڪٿان آهين آيو ۽ ڪهڙو اٿيئي رايو.

**نثر عاري:** اهو نثر آهي جو عام طور ڳالهايو ۽ لکيو ويندو آهي. هن ۾ ڪنهن بہ قسم جو تڪلف ڪونہ ڪيو ويندو آهي.

عام طور مٿي بيان ڪيل نثر جا نمونا مشهور آهن، انهن کان سواءِ ڪن عالمن نثر جا هيٺيان قسم بہ بيان ڪيا آهن.

پروفيسر جهمٽمل جي راءِ موجب نثر جا قسم آهن: بياني نثر، تشريحي نثر، ڏياني نثر، نصيحت آميز نثر ۽ دليلي نثر.

غلام محمد شاهواڻيءَ جي خيال موجب نثر جا هي قسم آهن: ادبي نثر، اخباري نثر، خطوطي نثر ۽ تقريري نثر.

### 3- صنايع ۽ بدايع جا چند نمونا:

جنهن ٻوليءَ ۾ صنعتون، تشبيهون، استعاره، پهاڪا، اصطلاح ۽ چوڻيون وغيره استعمال ڪرڻ ۾ اينديون آهن، ان ڪلام ڪي وڻندڙ ۽ مٺاهون چئبو آهي، نظم ۽ نثر جي خوبين کي وڌائڻ لاءِ انهن ڳالهين جي ڄاڻ نهايت ضروري آهي ان ڪري هتي ڪجهہ نمونا سمجهائجن ٿا.

**ايهام:** ايهام جي معنيٰ لغت ۾ آهي وهم ۾ وجهڻ اصطلاح ۾ معنيٰ اٿس اهڙا لفظ جن جون ٻہ ٻہ معنائون هجن ۽ ڪلام ۾ ٻئي معنائون وٺي سگهجن.

مثال: وار چوڙي جي مون تي وار ڪرين،

خوش ڏيان جي هزار وار ڪرين.

**مبالغو:** اهڙي صفت جا عقلي طرح تہ ڪٿي ممڪن هجي، مگر عملي طور ٿي نہ سگهي.

مثال: زلف ۾ محبوب، قيد ٿي جڏهين منهنجي دل،
خوش ٿيا اغيار، پر ٿي يار جي دل بي قرار.

**علم بيان:** اهڙن قاعدن جو نالو آهي، جن جي سمجهڻ سان هڪڙيءَ ئي معنيٰ کي ڪيترن نمونن سان ڪم آڻي سگهجي.

**تشبيھ:** ڪنهن هڪ شئي ڪنهن ٻيءَ شئي جهڙو بيان ڪرڻ، نہ خود اها مقرر ڪرڻ.

مثلاً: هي گهوڙو هوا جهڙو آهي.

گهوڙو پنهنجي حد ۾ هوا پنهنجي حد ۾ مگر گهوڙي کي سندس تيز رفتاريءَ سبب هوا جهڙو چيو ويو آهي؟ نہ خود هوا.

**حقيقت:** ڪو بہ لفظ يا جملو انهيءَ معنيٰ ۾ استعمال ڪجي جا معنيٰ لغت موجب انهيءَ جي هجي. مثلاً شينهن جو لفظ خود شينهن لاءِ ڪم آڻجي، ماڻهو جو خود ماڻهوءَ لاءِ.

**مجاز:** ڪنهن لفظ يا جملي کي اهڙيءَ معنيٰ ۾ ڪم آڻجي جا سنديس لغوي ۽ حقيقي نہ هجي مگر ان لاءِ ڪو خاص سبب هجي. مثلاً ڪنهن ٻهچ واري ماڻهوءَ لاءِ چئجي تہ هن جون ٻانهون ڏ گهيون آهن.

مجاز جا ٻہ قسم آهن. (1) استعارو (2) مجاز مرسل

**استعارو:** استعاره جي معنيٰ آهي اڌارو وٺڻ، اصطلاح ۾ جيڪو خاص تعلق ۽ حقيقت مجاز جي وچ ۾ هوندو آهي، سو جيڪڏهين تشبيھ جهڙو هوندو مگر تشبيھ جو حرف منجهس ڪم نہ آڻبو تہ استعاره ٿيندو.

مثلاً: شير ڏٺم، جنهن ترار پئي هلائي.

**مجاز مرسل:** جيڪڏهين ڪنهن جملي ۾ ڪن لفظن جي حقيقي معنيٰ ڇڏي مجازي معنيٰ وٺڻ ۾ ايندي ۽ تشبيھ جي

معني پيدا ڪرڻ جهڙو تعلق نہ هوندو، بلڪ ڪو ٻيو تعلق هوندو تہ انهيءَ کي مجاز مرسل چئبو آهي.

**ڪنايو:** ڪو لفظ يا جملو جيتوڻيڪ لغت واريءَ معنيٰ ۾ نہ اچي، بلڪ ڪنهن ٻيءَ مناسب معنيٰ ۾ ڪم اچي، تنهن هوندي بہ لغت واري معنيٰ ڏيئي سگهي. مثلاً چئجي تہ فلاڻي جو چلهو سدائين گرم آهي، جنهن جي معنيٰ آهي تہ هو ڏاڍو مهمان نواز آهي.

**تعريض:** هي بہ مجاز جو هڪ قسم آهي. تعريض چئبو آهي اهڙي اشاري کي جو ڳالهہ ڪجي هڪڙي جي اشارو هجي ٻئي ڏانهن.

مثال: مثل سبزه آهيان، پل يـار پيرن ۾ لتاڙ،
خار ناهيان جو رسايان ڪنهن کي پيي آزار مان.

**فصاحت** – علم معاني جي اصولن موجب اهڙي عبارت، جنهن ۾ زبان تي ڳرائي پيدا ڪندڙ لفظ ڪم نہ آندل هجن ۽ نہ وري ورجيسن ۽ محاورن جي خلاف ٻولي استعمال ڪيل هجي تہ اهڙيءَ خوبيءَ کي فصاحت چئبو آهي.

**بلاغت:** ڪلام بليغ چئبو آهي، اهڙي ڪلام کي جنهن ۾ فصاحت جون سموريون صفتون ڏين، پر وڌيڪ هي بہ گڻ هجيس تہ وقت ۽ جاءِ جي لحاظ سان ڳالهہ ڪيل هجي ۽ ٿورن لفظن ۾ گهڻو بيان سمايل هجي.

**ايجاز:** گهڻي مضمون کي ٿورن لفظن ۾ اهڙيءَ طرح بيان ڪجي جو لفظن جي ٿورائيءَ ڪري معنيٰ ۾ ڪو مونجهارو نہ ٿئي، ان کي ايجاز چئجي.

## نظم جي مختصر تاريخ:

هيءَ مڃيل حقيقت آهي تہ سڀ ڪنهن ٻوليءَ جو ادب شعر سان شروع ٿئي ٿو، ڇو تہ شعر يا نظم ياد ڪرڻ ۾ ۽ ڳائڻ ۾ نثر کان آسان آهي. اڳيان عالم سڀ ڪنهن قسم جي تعليم

زباني ڏيندا هئا. جو ته ان وقت لکڻ جو رواج ڪونه هو،
تنهن ڪري به هرهڪ زبان جو علم ادب نظم سان شروع ٿيو آهي.

سنڌي ٻولي قديم آهي، ان ۾ ڪنهن کي به شڪ ڪونه
آهي ان ۾ قديم زماني کان معياري شعر چوڻ ۾ آيو هوندو،
مگر اهو زماني جي لاهين چاڙهين سبب ختم ٿي ويو. ان کان
سواءِ موهن جي دڙي وارو رسم الخط پڙهي نٿو سگهجي ورنه
سڪن (جي اتان لڌل آهن) وغيره تي ٿي سگهي ٿو ته ڪي
راڄائن جي تعريف ۾ شعر لکيل هجن.

اسان کي تفتيش ۾ گولا بعد سنڌيءَ جو هڪ شعر مليو
ٿو جو عربي ڪتابن مان هٿ آيو آهي، ان لاءِ چوڻ ۾ اچي
ٿو ته سنڌ جي هڪ شاعر، بغداد جي خليفي جي برمڪي وزير
جي آڏو پڙهيو هو، ان شعر جي معنيٰ هينئر ڪوبه عالم
سمجهي نٿو سگهي. هن شعر جون ٻه پڙهڻيون ٻڌايون وڃن ٿيون.

(1) اره بره ڪنڪره – ڪراڪري مندره.

(2) اره اصره ڪنڪره – ڪئي ڪري مندره.

ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم جي تحقيق موجب هيءُ شعر
نڪروني زبان جو آهي جيڪو حضرت بلال حبشي رضه پيغمبر
خدا صلي الله عليه وسلم جي شان ۾ پڙهيو هو. هن جي معنيٰ
تي سڀ عالم متفق آهن، جو ته اها انهيءَ عربيءَ ڪتاب ۾
عربيءَ ۾ ڏنل آهي. اها آهي" جڏهين اسان جي مجلسن ۾ چڱن
ماڻهن جو ذڪر نڪرندو آهي، تڏهين تنهن جو نالو سڀ کان
اول وٺندا آهيون. ان کان سواءِ ماموئي فقيرن ڏانهن منسوب
ڪيل بيت به سنڌ جي آڳاٽي نظم جي نشاني آهن.

سنڌ جي آڳاٽن شاعرن مان شيخ حماد جمالي جنهن
1362ع ۾ وفات ڪئي هئي، تنهن جو هڪ جملو نظم ۾ مليو
آهي، جو هن چام تماچيءَ جي ماءُ جي گذارش تي دعا طور
چيو هو، جنهن کي شعر جي دفعي ۾ آڻي سگهجي ٿو. چام تماچي،
چام جوڻي جي بد ديانتيءَ واريءَ دهليءَ ۾ پهچايل معلومات

جي بنيادن تي دعاءَ ۾ نظربند هو، جو ان دعا بعد آزاد ٿي آيو هو. اها دعا آهي ”جهڏو مت اوٺو، آءٌ تماچي آهيان، سماجهي ٻاجهه پئي، واريو ننڍي واهه“. ساڳئي دور ۾ شيخ پريو، راڄو درويش، عامل مجذوب، اسحاق آهنگر ۽ نوح هوٿياڻي پڻ هئا، انهن به شعر چيا آهن: مگر اسحاق آهنگر ۽ نوح هوٿياڻيءَ جي هڪ هڪ شعر کان سواءِ ٻين جا شعر بلڪل ناپيدا آهن. اهي شعر هي آهن:

اسحاق آهنگر:

هجان مان ڌهرڪي، وهان پرين جي سپ تي،
مان چوڻ ٻرڪي، ٻاجهاريءَ ٻوليءَ سان.“

نوح هوٿياڻي:

جوڻو وڃي جهوريءَ ماريو، چام تماچي شهرين چڙهيو.

نوح هوٿياڻيءَ اهو بيت، ان مهل چيو هو، جڏهين چام تماچي آزاد ٿي رستو ڏيئي کيرن وٽان اچي لانگهائو ٿيو هو.

مٿين شعرن جي مطالعي ۽ هيئت مان خبر ٿي پوي ته سنڌ جو اصلوڪو شعر ”دوهو آهي“، جو پوءِ ڏوهيڙو ۽ بيت سڏجڻ ۾ آيو. سنڌي شاعريءَ جي پڪيءَ طرح شروعات هالا ڪنڊيءَ جي مخدوم احمد ڀٽيءَ جي موت جي سبب ٿيل، ٻن بيتن سان ٿئي ٿي. اهي بيت هڪ سوناري ڇوڪري حيدرآباد ۾ سماع جي محفل ۾ چيا هئا. جن جي ٻڌڻ سان مخدوم صاحب فوت ٿي ويو هو. اها محفل 1528ع ۾ ٿي هئي. انهن مان هڪ بيت هي آهي:

”سڏ سڻي پرينءَ جو وانگي جي نه ورن،
ڪوڙي دعويٰ دوست جي ڪچاڙي ڪي ڪن.“

سنڌ جي آڳاٽن شعرن مان لکيل صورت ۾ جي ست بيت ملن ٿا اهي آهن قاضي قاضن جا، جنهن 1551ع ۾ وفات ڪئي هئي. اهي بيت شاهه عبدالڪريم بلڙائيءَ جي ملفوظات ۾ ملن ٿا. اهي نظم شاهه صاحب هروقت پنهنجي مجلس ۾ دوستن کي سمجهائڻ ڏيڻ لاءِ پڙهندو هو، تنهن ڪري سندس مريدن

يا: ڪري لکي ڇڏيا هئا. نه ته اهي به ڪونه ملن ها. قاضي صاحب جا ٻه بيت هتي ڏجن ٿا.

(1) ڪنز قدوري قافيه جي پڙهي پروڙين سڀ،
ته ڪر منڊي ماڪوڙي ڪوهه ۾ پئي ڪڇي اڀ.

---

(2) چارئي پلئُو چڪ ۾ وڃين پاريهر وٺ،
ان اهڙي احتياط سين اٿي قٽ پڇاڻا قٽ.

---

مخدوم نوح هالن وارو جنهن جو دور قاضي قاضن بعد جلد اچي ٿو، جو قاضي صاحب جي وفات وقت ٽيويهن ورهن جو هو، اهو به شعر چوندو هو؛ سندس هڪ بيت جو سندس ڪتاب سفينة النوح ۾ ڏنل آهي، سو ملاحظي لاءِ ڏجي ٿو.

پيئي جا پريات، سا ماڪ نه پانيو ماڙوئا،
روئي چڙهي رات، ڏسندي ڏڪوين ڪي.

مخدوم نوح جا معاصر پير محمد لکوي ۽ شاهه عبدالڪريم آهن.

پير محمد لکوي جي چيل هڪ مدح "بياض خادمين" ۾ موجود آهي، جنهن ۾ هن هوا کي قاصد بنايو آهي. شاهه عبدالڪريم جا 96 بيت جن ۾ قاضي قاضن جا ست بيت اچي وڃن ٿا، رسالي ڪريميءَ ۾ موجود آهن.

شاهه عبدالڪريم جي وفات بعد هڪ سؤ سالن تائين ڪو اهڙو بزرگ ڪونه ٿو ملي جنهن جو ڪو شعر هجي. ان بعد شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو دور اچي ٿو، جنهن سنڌ جي شعر کي اهڙي زندگي بخشي جو هائي هو ڪڏهين به فنا نٿو ٿي سگهي. شاهه صاحب ڪلهوڙن جي دور جو شاعر آهي، جنهن دور کي سنڌي ادب جو سونهري دور چئجي ٿو. هن دور ۾ سيني قسمن جو شعر چوڻ ۾ آيو. شاهه صاحب، خواجه محمد زمان لنواريءَ وارو، شاهه عنايت رضوي نصرپور وارو ۽ مخدوم لطف الله هالن وارو ڪافيون ۽ بيت چوندڙ شاعر هئا.

ان سان گڏ وايون بہ هن دور ۾ چيل آهن، جي شاهہ صاحب چيون آهن. هن دور ۾ مخدوم عبدالرؤف ڀٽي مولودگو، ٺٽي جا شاعر نورمحمد خستہ ميان چتن ۽ حافظ عالي غزل گو، مخدوم ابوالحسن ۽ مخدوم هاشم الف - اشباع جي قافيہ سان مذهبي شعر چوندڙ شاعر بہ موجود هئا. جنهن ڪري هن دور ۾ سنڌي شعر اوج تي پهتو.

ڪلهوڙن جي آخري دور ۾ مدح جو رواج ڀڻ زور سان پيو، ميان سرفراز ڪلهوڙو جي مدح نهايت مشهور آهي ساڳئي دور ۾ مرثيہ گو شاعرن جو سرتاج ثابت علي شاهہ بہ پيدا ٿيو. جيتوڻيڪ هن کان اڳ مرثيہ گو شاعر سنڌيءَ ۾ هئا، مگر انهن جا مرثيہ ايترو گهٽا ڪونہ هئا جو ڪين نمائندگي ملي ثابت علي شاهہ جا مرثيہ اڄ تائين سنڌ ۾ مشهور آهن.

ڪلهوڙن جي دور بعد سنڌ تي ميرن جي حڪومت ٿي. جيتوڻيڪ هن دور ۾ بہ سرڪاري زبان فارسي هئي ۽ ڪيترائي فارسيءَ ۾ شعر چوندڙ شاعر بہ هئا، ان هوندي بہ هن دور ۾ سنڌي شعر نهايت گهٽي تعداد ۾ چيو ويو. ان ۾ سنڌيءَ جي سڀني قسمن جو شعر چوڻ ۾ ايندو هو ۽ عربي خواه ايراني طرز جو پڻ شعر چيو ويندو هو. هن دور جي نمائنده شاعرن سان سچل سرمست، روحل، سامي، صديق فقير ۽ مخدوم عبدالرحيم گروهوڙي جا نالا ذڪر جي لائق آهن. هن دور ۾ غزل جو بہ چڱو رواج هو، مگر اڪثر غزل پارسيءَ جا چيا ويندا هئا.

1843ع کان پوءِ سنڌ تي انگريزن جي حڪومت ٿي، سنڌي الف - ب، ٺهي سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکجڻ لڳا، سنڌيءَ جي تعليم باقاعدگيءَ سان اسڪولن ۾ ڏيڻ ۾ آئي ڇاپخانہ ڪم ڪرڻ لڳا. انهن سهولتن ۽ تعليم جي فراوانيءَ جو اثر سنڌي شعر تي بہ پيو. هن دور ۾ هرڪنهن قسم جو شعر چوڻ ۾ آيو ۽ اهو نهايت معياري بہ هو. انگريزي دور ۾ بيت، ڪافي، وائي، لولي، ڇلو، مدح، مناقبا، مولود، مرثيہ، نعت، حمد، قصيده،

غزل، گيت، رباعي، تشبيب، مثنوي، قطعو، فرد، ترجيع بند، مسمط، مستزاد، سهرا، پيلاڙا، ڪبت وغيره قسم جا معياري شعر چيا ويندا هئا. انهن شعرن ۾ روحانيت سان گڏ قوميت جو حصو به هوندو هو، چو ته انگريزن جي آخري دور ۾ آزاديءَ لاءِ نهايت تيزيءَ سان ڪم ٿي رهيو هو. ان ڪري شاعرن انهن خيالن کي نهايت گهڻو ترقي ڏياري. هن دور ۾ ايراني طرز جي اصطلاحات، محاورن، تشبيهن وغيره جو استعمال جام ٿيندو هو. مٿئين قسم جا اڪثر شعر محفوظ آهن ۽ ڪيترا محفوظ ٿيندا رهن ٿا.

1947ع بعد پاڪستان کي آزادي ملي، پهريان چند سال پوري قوم نئين ملڪ جي تنظيم ۾ لڳي ويئي ان ڪري هن طرف خاص ڌيان ڏيڻ ۾ ڪونه آيو، ليڪن جڏهين ملڪ جون حالتون بهتر ٿيون تڏهين اسان جي سنڌي شاعرن وري ڪوششون تيز تر ڪيون ۽ سنڌيءَ جي سڀني صنفن تي شعر چوڻ لڳا. هن وقت سنڌي شاعرن ۾ ٻن قسمن جا ماڻهو ملن ٿا. هڪڙا قدامت پسند جي جيتوڻيڪ شعر سڀ قسم جو چون ٿا، پر خيالات ۾ مذهب جو دخل اٿن. ٻيا آزاد خيال شاعر آهن، جن جو آزاديءَ ڏانهن وڌيڪ خيال آهي، سندن شعر ۾ آزاديءَ جا اشارا بغاوت جي حد تائين ملن ٿا. هنن شاعرن سنڌيءَ جي بيت کي پنهنجي مرڪزي صنف بڻايو آهي ۽ اڪثر اشعار انهيءَ صنف ۾ چون ٿا. ان کان سواءِ آزاد نظم، سانيٽ، ترائيل وغيره ڌاريون صنفون به پنهنجي ملڪ ۾ رائج ڪرڻ لاءِ ڪوشان آهن. آزاد خيال شاعرن جو نمائندو شاعر، شيخ اياز آهي ۽ اعتدال پسند شاعرن ۾ مخدوم محمد زمان طالب المولي، ڊاڪٽر ابراهيم خليل محمد خان غني، رشيد احمد لاشاري ۽ فيض بخشاپوريءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

### غير عروضي شاعري ۽ شعر:

سنڌي شعر جا اڳاٽا قسم، جن ۾ بيت وايون، ڪافيون

وغيره اچي وڃن ٿيون، انهن کي غير عروضي شاعري چئبو آهي،
ڇاڪاڻ ته اهي شعر علم عروض جي اصولن تي ڇيل نه هوندا
آهن. اسان جا ڪي دوست هن شاعريءَ کي غير موزون چوندا
آهن. هنن جي خيال موجب جيڪو شعر علم عروض جي اصولن
موجب ڇيل نه آهي، ان کي غير موزون شعر چئبو. حقيقت
انهيءَ ڳالهه جي خلاف آهي، ڇو ته جيڪو شعر ڇند وديا جي
اصولن يا علم عروض جي اصولن موجب چئبو آهي، سو غيرموزون
نه چئبو، سنڌ جو آڳاٽو يا اصلوڪو شعر ڇند وديا جي اصولن
تي ڇيل آهي، تنهن ڪري موزون آهي. هن کي غير موزون
چوڻ غلط آهي.

## عروضي شاعري ۽ شعر:

سنڌ ۾ شعر جون جيڪي به ٻاهريون صنفون آيون آهن،
جن ۾ غزل، قصيدو، تشبيب، مثنوي، رباعي، قطعو، فرد،
ترجيع بند، مسمط ۽ مستزاد قسم جا شعر اچي وڃن ٿا، سي
علم عروض جي اصولن موجب ڇيل هوندا آهن. ان ڪري عام
اصطلاح ۾ اهڙي قسم جي شاعريءَ کي موزون شاعري ۽
اهڙي شعر کي موزون شعر چئبو آهي.

## آزاد شاعري ۽ شعر:

شاعريءَ جو اهو قسم جنهن موجب آزاد نظم چوڻ ۾
اچن، تنهن کي آزاد شاعري چئبو. هن شاعريءَ جي اصولن تي
ڇيل شعرن لاءِ قافيه بحر وزن وغيره جي پابندي ڪانه هوندي
آهي، شعر جون مصرعون به ننڍيون وڏيون هونديون آهن. هن
صنف جو رواج پاڪستان ٺهڻ کان ٿورو اڳ سنڌ ۾ پيو. هن
وقت شعر جي هن قسم تي نهايت زور سان طبع آزمايون تي
رهيون آهن.

## مضمون جي مختصر تاريخ:

مضمون لفظ "ضمن" عربي لفظ مان نڪتل آهي، جنهن
جي معنيٰ آهي گڏ ڪرڻ. مضمون "ضمن" جو اسم مفعول صيغو آهي،

جنهن جي معنيٰ آهي گڏيل ڪيل. ڪنهن به موضوع، ٽاپڪ يا وشيه تي گڏ ڪيل خيالن کي مضمون چيو وڃي ٿو.

جڏهين ته مضمون عربي لفظ آهي، تڏهين يقين آهي ته مضمون لکڻ جو رواج سڀ کان اڳ عربيءَ جي ڄاڻن کان پيو هوندو. هن سلسلي ۾ تحقيق ڪندي معلوم ٿيو آهي ته مضمون لکڻ جو ڪم پهريائين **"بديع الزمان همداني"** نالي هڪ عرب ڪيو هو. هو 969ع سنه ۾ همدان ۾ ڄائو هو ۽ 1008ع ۾ وفات ڪيائين.

1156ع ۾ حميدالدين ابوبڪر عمر بلخي حميدي عالم پارسيءَ ۾ مضمونن جو هڪ ڪتاب **"مقامات حميدي"** لکي ڇپايو جو نهايت مٿاهين درجي جو ڪتاب آهي.

مغرب جا ماهر چون ٿا ته مضمونن لکڻ جو رواج **مانٽين** (Montaigne) نالي هڪ فرينچ عالم وڌو هو. جنهن جا مضمون جڏهين انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيا، تڏهين انهن کان متاثر ٿي مشهور انگريزي اديب لارڊ بيڪن پنهنجي مضمونن جو ڪتاب لکيو جو **"بيڪن جا مضمون"** (Becon's Essays) نالي سان مشهور آهي. ان ڪتاب جي مضمونن جو ترجمو دنيا جي سڀني ٻولين ۾ ٿيو. "ايسي" (Essai) لفظ فرينچ زبان جو آهي، جنهن جو مطلب آهي ڪوشش.

سنڌي ٻوليءَ ۾ انگريزن جي زماني کان اڳ ۾ به ضرور علمي، ادبي، تاريخي وغيره مضمون لکجڻ ۾ آيا هوندا، مگر انهن جو ڪو نشان ڪونه ٿو ملي. موجوده سنڌي صورتخطيءَ ۾ پهريون مضمونن جو ڪتاب **"مقالات الحڪمت"** آهي، جو ميرزا قليچ بيگ مرحوم لارڊ بيڪن جي مضمونن جو ترجمو ڪري تيار ڪيو هو. اهڙيءَ طرح ميرزا صاحب سنڌي مضمون جو رواج وڌو اهو ڪتاب 1879ع ۾ لکيو ويو هو.

1907ع ۾ سنڌ جي ٻن اديبن، ليلارام پريمچند واڌواڻي ۽ ڏيارام وسڻ مل ميرچندانيءَ ان وقت جي جدا جدا اخبارن،

رسالن ۽ ڪن ٻين ادبي ڪتابن تان چونڊ ڪري مضمونن جو هڪ مجموعو ڇپايو، جنهن کي نالو ڏنائون **”گلدستو“** هي ڪتاب ڏاڍو مقبول ٿيو، ڇو ته هڪ ته نهايت چڱو ڪتاب هو، ٻيو ته سنڌي ٻوليءَ کي مئٽرڪ جي امتحان ۾ جاءِ ملي هئي ان ڪري به اهڙن ڪتابن جي ضرورت هئي.

1915ع ديوان ڪوڙيمل، چندن مل کلناڻيءَ ايڪيهين ننڍن مضمونن جو ڪتاب ڇپايو، جنهن کي **”ڦول مالا“** نالو ڏنائين. اها گلن جي تسبيح نهايت مقبول ٿي. هن ۾ جيڪي به مضمون هئا، اهي نهايت نصيحت ڀريا هئا.

1925ع ۾ سنڌ جي مشهور اخبار ”جوت“ جي ايڊيٽر سنڌس اخبار ۾ ڏيهن سالن کان وٺي ڇپجندڙ مضمون چونڊي **”گل ڦل“** نالو ڏيئي ڇپايو. ان جو ٻيو ڀاڱو ساڳئي اديب، ساڳئي نموني سان 1935ع ۾ ڇپايو.

1926ع ۾ سنڌيءَ جي وڏي اديب، هڏ ڏوکيءَ ۽ سڄڻ ڀيرومل مهرچند، سنڌ جي مشهور اديب ساڌو هيرانند جي مضمونن کي، جيڪي اخبار سرسوتيءَ ۾ گهڻي وقت کان ڇپبا ايندا هئا، گڏ ڪري **”هيري جون ڪڻيون“** نالو ڏيئي ڇپايو، جو سنڌ جي پڙهيل طبقي ۾ نهايت گهڻو پسند پيو.

1932ع ۾ نانڪ رام ڌرمداس ميرچندائيءَ ”بهارستان“ نالي فاصحانه مضمونن جو هڪ مجموعو شايع ڪرايو، جن کي هن جدا جدا اخبارن ۽ رسالن تان گڏ ڪيو.

1931-1932ع ۾ محمد صديق ميمڻ (مرحوم) نثر ۽ نظم جي چونڊ ڪري **”ادبي تحفو“** نالي ڪتاب ڇپارايو، هن ڪتاب ۾ سنڌي مسلم ادبي سوسائٽيءَ جي مشاعرن ۽ ادبي مجلسن ۾ پڙهيل مضمونن ۽ شعرن مان چونڊ مضمون ۽ شعر هئا.

هن کان پوءِ سنڌي مضمونن جو رواج تيزيءَ سان پکڙڻ لڳو، ڇاڪاڻ ته مضمون اهو علمي ۽ ادبي پاره آهي، جنهن جي وسيلي انسان پنهنجي دل جا امنگ، جذبا، خيال ۽ پنهنجو فلسفو

پين تائين آسانيءَ سان پهچائي سگهي ٿو. تنهن ڪري هرهڪ عالم هن ادبي صنف کي پنهنجي خيالن جي تبليغ ۽ ڦهلاءُ لاءِ چونڊيو.

مضمون جو ميدان نهايت وسيع آهي، سندس حدون مقرر ڪري نٿيون سگهجن. ڇاڪاڻ تہ سڄيءَ ڪائنات جون سڀ شيون مضمون جا موضوع آهن. جنهن بہ شيءِ تي لکڻ جو خيال اچي تہ نهايت سهڻي نموني ۾ ان تي لکي سگهجي ٿو.

مضمون ۾ پنهنجي خيالن کي سلسليوار يا جيئن اچي تيئن آسان زبان ۾ پيش ڪري سگهجي ٿو. ان کان سواءِ مضمونن ۾ گهڻن خيالن کي ٿورين سٽن ۾ نباهڻو پوندو آهي تنهن ڪري لکندڙ توڙي پڙهندڙ لاءِ هيءَ صنف وڻندڙ ۽ ڪشش ڪندڙ آهي.

هڪڙي ئي مضمونن جي ڪتاب ۾ ڪيترن ئي خيالن جا مضمون اچي سگهن ٿا، تنهن ڪري ٻين ڪتابن جي مقابلي ۾ (جن ۾ صرف هڪ موضوع تي بحث ٿيل هوندو آهي) هيءُ ڪتاب يعني مضمونن جو ڪتاب علمي خزاني جي حيثيت رکي ٿو.

جيئن تہ هن صنف ۾ تاريخي، تنقيدي، ادبي، سائنس، جاگرافيائي، فلڪيات، علمي، اقتصادي، فلسفيانا، رندانا، صوفيانا، مزاحيہ، معدنيات، نباتات، حيوانات، اخلاق، عبادات، عقائد، هنر، خوراڪ، سياست، پوشاڪ، رسوم و رواج، زبان مطلب تہ هرڪنهن قسم جي موضوعن تي مضمون اچي ٿا وڃن، تنهن ڪري لکندڙن لاءِ موضوعن جي تنگي ڪانہ ٿي رهي ۽ هر ڪنهن خيال جي ماڻهوءَ لاءِ هن صنف ۾ وندر جو مواد موجود رهي ٿو.

مضمون جي ئي مدد سان، امتحاني سوالن جا جواب، ڪاروباري معاملات، خط و ڪتابت، ديني مسائل سمجهڻ ۽، اخباري ڪالم لکڻ، رپورٽون ناهڻ، ڪتابن جا ديباچہ لکڻ، ڪتابن لاءِ مواد لکڻ وغيره جو ڪم آسان ٿئي ٿو ۽ ڪري سگهجي ٿو. تنهن ڪري هرهڪ پڙهيل شخص ڪنهن نہ ڪنهن نموني سان مضمون لکڻ چاهيندو آهي.

مٿيان اسباب آهن جن جي ڪري سنڌيءَ ۾ مضمونن لکڻ

لاءِ هڪ وڏي جماعت پڙهيل ماڻهن جي ڪم ڪندي آئي ۽ ڪندي رهي ٿي. مٿي جن ڪتابن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، انهن کان سواءِ هيٺيان ڪتاب سنڌي مضمونن تي ملن ٿا.

تيرٿ وسنت جو **چمڪون**، رام پنجواڻي ۽ نارائنداس ڀمڀاڻيءَ جو **ادبي غنچو**، ٻمبئي يونيورسٽيءَ طرفان ڇپايل **"سنڌي نثر ۽ نظم جو انتخاب"**، لالسنگ هزاريمل جو ڪاليج مسيلنيءَ تان چونڊيل مضمونن جو ڪتاب **ويچار**، عطا حسين شاه موسويءَ جو **ڪچ ڪوڏيون**، نهالچند ۽ نارائڻ داس جو **ادبي گلشن**، ڊاڪٽر رگهومل جو نظم ۽ نثر جو مجموعو **"گلابي گل"**، محمد اسماعيل عرسائيءَ جو **خيال خاطر**، چيتمل پرسرام جا **انرسن ۽ ڦلن مٺ**، ليکراج ڪشنچند عزيز جو **"ادبي آئينو"** ليلارام پريمچند جو **سدا چار**، چيتن ماڙيوالا جو **اڪبر جو جلم ۽ تاريخي مضمون**، ملڪاڻيءَ جا **گوناڻي چهر ۽ اناردانا**، عثمان عليءَ انصاريءَ جو **درس عمل**، مضمونن جا ڪتاب سنڌيءَ ادب ۾ خاص جاءِ والارين ٿا.

مضمونن جي مٿين ڪتابن کان سواءِ، جوهر نثر، بهار نثر ادب ۽ مروت، انسان ۽ انسانيت، من جا مٽيا، مسافريءَ جو مزو ۽ سئر جو رنگ به هن سلسلي جي ڪتابن ۾ بهترين اضافا آهن. هتي هيءَ ڳالهه به ياد رکڻ جهڙي آهي ته سنڌي اسڪولن جا سنڌي ٽيڪسٽ بوڪ، هاءِ اسڪولن ۽ ڪاليجن لاءِ رکيل سنڌي ٽيڪسٽ بوڪ ۽ سنڌي جا ٻيا ڪتاب جن ۾ نندا نندا موضوع مضمونن جي نموني سان نباهيل آهن، انهن کي به مضمونن جا ڪتاب چئي سگهجي ٿو، ان ڪري اهڙا سڀ ڪتاب هن قسم جي ڪتابن ۾ شمار ڪرڻ جي لائق آهن. هتي انهن مان چند مکيه ڪتابن جا نالا ڏجن ٿا.

سنڌي شعر، قرب قليچ، سنڌي ادبي تاريخ، مقدمه لطيفي، ادب ۽ تنقيد، ملڪ سرفراز، هدايت الانشا، پيلاڻين جا ٻول، شاهه

جون سورميون، مهراڻ جون موجون، باد لطيف، سونهارو سچل، سنڌيءَ ٻوليءَ جي تاريخ، سير ڪوهستان، سير ريگستان، سنڌي صحافت، سراج جو لکيل سنڌي ٻولي، غلام علي الانا جا لکيل ڪتاب سو ڪڙي، ادبي اوسر، سنڌي نثر جي تاريخ وغيره.

**مضمون نگاريءَ تي لکيل ڪتاب:**

مضمون ڪيئن لکجن، هرهڪ قسم جي مضمون کي نباهڻ لاءِ ڪهڙين ڳالهين جو خيال رکڻ ضروري آهي، خيالن کي ڪيئن جمع ڪجي ۽ پيش ڪجي. اهي ڳالهيون اهڙيون آهن، جن جي، اسڪولي شاگردن کي، سيکارڻ کان سواءِ خبر پئجي ڪانه سگهندي. ان ڪري سنڌ جي ڪن اديبن انهيءَ ڏس ۾ پڻ قدم کنيو، جن مان ميرزا قليچ بيگ، مولوي هدايت الله مشتاق، محمد صديق ميمڻ، غلام اصغر وندين، محمد اسماعيل عرساڻي جا نالا وٺي سگهجن ٿا. ميرزا صاحب مرحوم **انشائي تعليم** چار ڀاڱا، مولوي هدايت مشتاق هدايت الانشاءُ، محمد صديق ميمڻ مضمون نويسي ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو، محمد اسماعيل عرساڻي مضمون نويسي ڀاڱو پهريون، مضمون نويسي ڀاڱو ٻيو ۽ سنڌي رهبر درجي ستين لاءِ جنهن ۾ ٻويان مضمون ڏنل آهن، لکي مضمونن جي سکيا لاءِ مواد پيش ڪيو آهي ۽ ميدان صاف ڪيو آهي.

ان کان سواءِ سنڌيءَ ۾ نڪرندڙ جملي اخبارون، نئين زندگي، مهراڻ، اخبار تعليم، اديون، بادل ۽ ٻيا رسالا پڻ سنڌيءَ ۾ مضمون شايع ڪندا رهن ٿا. ڪاليجن جون مئگزينون ۽ ننڍا ڪتابي سلسلا به هن ڏس ۾ ڪافي ڪم ڪري رهيا آهن.

**مقالا:**

ڪجهه وقت اڳ مضمون ۽ مقالي ۾ فرق نه سمجهيو ويندو هو ۽ انهيءَ صنف کي هڪ ئي شمار ڪيو ويندو هو، ليڪن تازو هن ڳالهه جو اظهار چوطرف ٿيندو رهي ٿو ته بنيادي طور مقالو ۽ مضمون به جدا شيون آهن. مضمون لکڻ لاءِ

اهڙي تحقيق ڪانه ڪبي آهي، مگر مقالي لاءِ تحقيق ڪرڻي پوندي آهي مضمون مختصر نموني ۾ لکبو آهي، پر مقالو مفصل ۽ ضخيم هوندو آهي، مضمون ٽن يا چئن صفحن کان مٿي نه هوندو آهي پر مقالو 20–25 صفحن بلڪ ڪن حالتن ۾ 30 صفحن جو به ٿيندو آهي. هن سلسلي ۾ محمد اسماعيل عرسائيءَ جا چار مقالا ۽ ٻيا شاهه لطيف جي ورسين تي لکيل جملي مقالا مضمون کان ڌار خيال ڪري سگهجن ٿا.

اسان جي خيال موجب مٿي جيڪي ڪتابن جا نالا، سنڌي شعر، قرب قليچ کان وٺي ادبي اوسر ۽ سنڌي نثر جي تاريخ تائين ڏنل آهن، اهي مضمونن جي سٽاءَ ۽ هيئت موجب مضمونن جا ڪتاب گهٽ ۽ مقالن جا مجموعا وڌيڪ آهن. اهڙيءَ طرح سنڌيءَ جا ٻيا اهڙا ڪتاب جيڪي نندين موضوعن ۽ بابن تي مشتمل آهن، سي به مقالن جا ڪتاب شمار ڪرڻ گهرجن.

هينئر جيتوڻيڪ افسانوي ادب جو زور آهي، تاهم هن طرف به چڱو توجه ڏنو پيو وڃي. ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو ڪي اديب ۽ عالم موجوده وقت کي سامهون رکي. مضمون نويسيءَ جي اصولن تي بحث ڪن ۽ نوجوانن جي رهبري ڪن.

## سنڌي گرامر جي تاريخ :

اهو علم جنهن کي انگريزيءَ ۾ گرامر، عربي ۽ فارسيءَ ۾ صرف نحو، اردوءَ ۾ قواعد، سنسڪرت ۾ وياڪرڻ ۽ هنديءَ ۾ بياڪرڻ چون ٿا. سو ڪنهن به ٻوليءَ جي صحيح ۽ پوريءَ طرح ڳالهائڻ ۽ لکڻ جو هنر آهي.

ٻولي اصل آهي، آزاد آهي ۽ جدا جدا دورن ۾ پاڻ ۾ تبديليون آڻيندي رهي ٿي تنهن ڪري گرامر جي محتاج نه آهي. گرامر ٻوليءَ تان ٺهندو آهي ۽ ٻوليءَ سان گڏ قاعدا بدلائيندو رهندو آهي.

پنهنجي مادري زبان جي ڄاڻ لاءِ گرامر جي ڪابه ضرورت ڪانه آهي، ڇو ته هو جيڪي به خيال ڪن ٿا،

انهن کي لفظن ذريعي ٻئي تائين پهچائي ۽ سمجهائي سگهن ٿا ساڳيءَ طرح ٻين جون ڳالهيون، پڻ سٺي ۽ پوريءَ طرح سمجهي سگهن ٿا. ٻوليءَ جو مطلب به اهوئي آهي ته ان جو ڳالهائيندڙ ان کي اهڙيءَ طرح سمجهي يا ٻئي کي سمجهائي سگهي، جيئن ڳالهائڻ واري ڳالهايو آهي، يا ڳالهائيندڙ کي دل ۾ آيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو دنيا جي ٻولين جا گرامر نهايت دير سان ٺهيا آهن.

جڏهين ڪا ڌارين قوم، ڌارين ٻولي سکڻ جي ڪوشش ڪندي آهي، يا ڪنهن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ، ڌارين ماڻهن کي پنهنجي ٻولي سيکاريندا آهن، تڏهن ان جي عام اصولن مقرر ڪرڻ جي ضرورت پوندي آهي، جن جي مدد سان اهو ڪم ٿي سگهي. دنيا ۾ گرامر کي انهيءَ مکيه سبب جي ڪري وجود ۾ آندو ويو.

قديم سنڌ، مصر ۽ يونان جي ماڻهن ۾ جيڪي وڏا عالم ۽ فيلسوف هوندا هئا، انهن کي هن علم جي اصولن تي عمل هو ۽ هو پنهنجا خيال ٻين کي سمجهائڻ يا ٻين جا خيال پاڻ سمجهڻ لاءِ انهن اصولن کي ڪم آڻيندا هئا.

تاريخن مان؎ معلوم ٿو ٿئي ته جن ڏينهن ۾ روم جو شهنشاهه "پامپي" هو، تڏهين ڊايو نيسيس ٿريڪس، نالي هڪڙي يونانيءَ پهرين پهرين گرامر ٺاهي يوناني زبان جي تعليم روم ۾ اچي ڏني، جتان پوءِ ٻين ملڪن ۾ انهيءَ جو رواج پيو. جتان عيسوي ڇهين صديءَ ۾ قسطنطنيه ۾ آيو ۽ اتان ٻين هنڌن ڏانهن پکڙيو.

گرامر يا صرف نحو مان لفظن بابت خبر پوي ٿي ته هو ڪهڙين ٻولين جا آهن. سندن اصلي بناوت ڪهڙي آهي. اسم آهن، يا حرف ۽ فعل. جي اسم آهن ته ڪهڙي قسم جا، سندن حالت عدد ۽ جنس ڪهڙي آهي. جي حرف آهن ته ڪهڙي قسم جا، لاڳاپو ڏيکارين ٿا يا مالڪي، انساني حالت

ٿا ڏيکارين يا جملن ۽ لفظن کي ٽِيا ڳنڍين، جي فعل آهن ته سندن فاعل ۽ مفعول ڪهڙا آهن، ڪهڙي زماني ۾ وجود ۾ آيل آهن. يعني اهو ڪم ڪڏهين ٿيو آهي يا ٿئي ٿو يا ٿيندو.

قديم عالمن گرامر جي مضمون کي هيٺين ڀاڱن ۾ ورهايو آهي.

**1- علم املا يا هجي :** اکرن کي ملائي لفظ بنائڻ، جنهن کي عربيءَ ۾ املا چوندا آهن. هن ۾ الف ـ ب جا حرف تهجي به اچي وڃن ٿا.

**2- علم اشتقاق :** هڪڙن لفظن مان ٻيا لفظ ڪيڻ يا نڪتل لفظن جا بنيادي لفظ ڳولڻ جي علم کي علم اشتقاق چئبو آهي. هن ۾ لفظن ۾ ٿيل بنيادي ڦيرگهير سمجهڻ جو علم به اچي وڃي ٿو.

**3- علم نحو :** لفظن مان جملن جو ٺهڻ ۽ انهن جو هڪ ٻئي سان واسطو، انهن جي ترتيب ۽ ترڪيب هن علم ۾ اچي وينديون آهي.

**4- علم عروض:** لفظن ۽ انهن جي وزنن، مجموعن ۽ انهن مان شعر ٺاهڻ جي واقفيت کي علم عروض چئبو آهي.

پوئين وقت جي عالمن وري هن کي ڇهن ڀاڱن ۾ ورهايو آهي. اهي هي آهن:

علم املا، علم اشتقاق، علم صرف، علم عروض، علم قافيه ۽ علم بديع.

اسان هن کان اڳ ٻڌايو آهي ته ٻولين لاءِ گرامر تڏهين لکبو آهي، جڏهين اهي ڌارين کي سيکاريبيون آهن، ان ڪري ٿي سگهي ٿو ته عربن، ايرانين، ارغونن وغيره کي سنڌيءَ سيکارڻ لاءِ سنڌيءَ ۾ گرامر لکيا ويا هجن. پر اهي هينئر ظاهر ڪونه آهن، انگريزن کي جڏهين ضرورت محسوس ٿي ته سنڌي ٻولي سکجي، تڏهين هنن سنڌيءَ لاءِ گرامر لکڻ شروع ڪيا. سنڌي جو پهريون گرامر ڊاڪٽر ٽرومپ ناهيو هو، جو انگريزيءَ

۽ هندو سنڌي اکرن ۾ لکيل هو. ان بعد ڪئپٽن جارج سٽئڪ، سنڌي گرامر لکيو، جنهن جي صورت خطي ٻه انگريزي ۽ ديوناگري هئي. اهي ٻه، آهن هن نئين دور جا سنڌي گرامر، جن تان پوءِ پين عالمن گرامر لکيا. مٿين ٻنهي گرامرن کان پوءِ ميان محمد حيدرآباديءَ (جيڪو الف ـ ب، جي ڪميٽيءَ جو ميمبر به هو) سنڌي صرف نحو لکيو ۽ موجوده سنڌي صورت خطيءَ ۾ ڇپايائين. ميان محمد عربيءَ ۽ پارسيءَ جو ڄاڻو هو، تنهن ڪري هن پنهنجي صرف نحو ۾ عربيءَ ۽ فارسيءَ جي اصولن کي سامهون رکيو. هن صاحب ڳالهائڻ جي لفظن کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو، جي هي آهن:

1ـ **اسم:** هن ڀاڱي ۾ اسم عام، اسم خاص، اسم ذات، اسم ضمير، اسم صفت، ۽ اسم ظرف اچي ٿي ويا.

2ـ **حرف:** هن ڀاڱي ۾ حرف جار، حرف عطف، حرف اضافت، حرف ندا، حرف زائد، حرف تاسف، حرف تمنا، حرف طرب، وغيره اچي ٿي ويا.

3ـ **فعل:** هن ڀاڱي ۾ فعل لازمي، فعل متعدي، امر، نهي ۽ فعل جا ٻيا سيئي قسم اچي ٿي ويا.

ميان محمد جي اصولن تي وري ڪنهن ٻه سنڌي گرامر ڪونه لکيو، پاڪستان کان پوءِ شيخ واحد بخش پنهنجو ڪتاب سنڌي صرف نحو لکيو جو ساڳين اصولن تي ٺهيل هو. يعني ان ۾ لفظن کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. جيتوڻيڪ گرامر ۾ ميان محمد جي پيروي ڪانه ڪئي ويئي ۽ پوءِ جا گرامر يا وياڪرڻ انگريزي گرامرن تان يا انهن جي تتبع تي لکيا ويا پر ان هوندي به گرامر لاءِ اصطلاح اهي ئي قائم رکيا ويا، جيڪي ميان محمد مقرر ڪيا هئا، اسم، ضمير، فعل، صفت، حرف جر، ظرف، حرف ندا، حرف اضافت، فعل معاون، فاعل مفعول، اسم حاليه، اسم مفعول، اسم فاعل، اسم استقبال، ماضي معطوفيه، زمانن جا چوڏهن ئي قسم، اسم مصدر، اسم عام، اسم خاص.

ضمير جي قسمن جا نالا، امرن جي قسمن جا نالا، علم عروض ۾ ڪم ايندڙ اصطلاح، علم بديع ۽ علم معاني ۾ ڪم ايندڙ اصطلاح وغيره سڀ عربي لفظن تان ورتل آهن. جي مٿئين بزرگ شروعات ۾ ڪم آندا هئا. هندو گرامر نويسن پنهنجا صرف تي اصطلاح پريوگ ڪرتري، پريوگ ڪرمٽي ۽ پريوگ ڀاوي ڪم آندا آهن. ان ڪان سواءِ فعل اڪرتوڪ جو ٻيون حصو ٻه ڀاڱ وضع ڪيو اٿن نه ته گرامر ۾ ساڳيا عربيءَ وارا اصطلاح ڪم آندا اٿن.

مٿئين صرف نحو جي ڪتابن ڪان پوءِ اڄ تائين سنڌيءَ ۾ هيٺيان گرامر جا ڪتاب لکيا ويا آهن.

سنڌي وياڪرڻ: هي منشي اڌارام جو لکيل آهي.

سنڌي وياڪرڻ: هي ميرزا قليچ بيگ لکيو هو، جو چئن ڀاڱن تي مشتمل آهي. هن ۾ نهايت تفصيل سان گرامر جي سڀني اصولن ۽ مقرر ڪيل مضمونن تي بحث ٿيل آهي. هن جو پهريون حصو چوٿين درجي جي شاگردن لاءِ لکيل هو، باقي ڀاڱا مٿين درجن ۾ تعليم وٺندڙ شاگردن لاءِ هئا. گرامر جي تحقيق ڪندڙ کي هي چارئي ڀاڱا غور سان پڙهڻ گهرجن.

سنڌي وياڪرڻ: هي ڪتاب ڀيرومل مهرچند آڏوانيءَ جو لکيل آهي، ٻه حصا اٿس، ڀيرومل هن ڪتاب تي نهايت گهڻي محنت ڪئي آهي، ان ڪري ڪتاب جو درجو سنڌي وياڪرڻ جي ڪتابن ۾ نهايت مٿاهون آهي.

گرامر جي انهن مشهور ڪتابن ڪان سواءِ ديوان ڪشنچند جو وياڪرڻ ڀاڱو پهريون، آغا تاج محمد خان جو سنڌي گرامر ٻه ڀاڱا، جهمتمل جو سنڌي گرامر، ڏولومل بولچند جو سنڌي وياڪرڻ، محمد صالح ڀٽيءَ ۽ محمد صديق مسافر جو سنڌي گرامر ٻه ڀاڱا، محمد اسماعيل عرسانيءَ ۽ الهه بخش ٽالپر جو گرامر ٻه ڀاڱا، شيخ واحد بخش جو ڪتاب صرف نحو، غلام اصغر وندير جو ڪتاب سنڌي صرف نامو ۽ عبدالرحيم ابڙو جو رفيق گرامر

پڻ ڇپيل آهن. جن مان هر هڪ پنهنجي پنهنجي خوبين سبب چڱو درجو رکي ٿو. اهي جملي ڪتاب شاگردن جي پڙهڻ ۽ گرامر سکڻ لاءِ لکيل آهن، تنهن ڪري منجهن علمي مواد گهٽ آهي.

**گرامر ۾ پيدا ٿيل مونجهارا:**

سنڌي گرامر تي جيتوڻيڪ ڪجهه جيترا ڪتاب لکيل آهن، ان هوندي به اسان جي خيال موجب سنڌي گرامر اڃا ابتدائي منزلون به پار ڪري ڪونه چڪو آهي. ان ۾ اڃا ڪيترن ئي لفظن جي ملهه مقرر ڪرڻ لاءِ قانون ڏنل نه آهن. ان ڪري هر وقت انهن لفظن کي سمجهڻ ۾ مونجهارو پيدا ٿيندو رهي ٿو. هن هيٺ چند جملا ڏجن ٿا. انهن ۾ بليڪ ٽيل لفظن لاءِ معيار يا نالا اڃا مقرر ٿي نه سگهيا آهن. اهڙا نهايت **گهڻا** لفظ ۽ حرف آهن، پر هتي نموني خاطر ٿورا ڏجن ٿا.

(1) آئون آيس ٿي، **سو** هن مون کي ترسائي ڇڏيو. (2) ڇوڪرا گوڙ ڇڏيو، نه! (3) تون اچين ٿو يا نه؟ **هائو** آئون اچان ٿو. (4) **پيلي!** تو نه وڃائي ڇڏيو. (5) **اڇو،** هو آيو ڪي آيو.

**جنس جا مونجهارا:**

ڪي ماڻهو **اولاد** کي مونث چون ته ڪي **مذڪر** چون. ڪي ماڻهو **توجه** کي **مونث** جي صيغي ۾ ڪم آڻين ته ڪي **مذڪر** ڪري ڳالهائين. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته **غار** **مونث** آهي، ته ڪي وري چون ٿا ته **غار** مذڪر آهي. **پگهار** کي به ڪي **مونث** چون ته ڪي **مذڪر**. اهڙيءَ طرح پيا به ڪيترائي لفظ اهڙا اهڙا آهن جن لاءِ هڪ طرفو فيصلو ڪرڻ گرامر جي ڄاڻن جي فرض ۾ داخل آهي.

**صفت ۽ ظرف جا مونجهارا:**

جهڙيءَ طرح گرامر موجب مٿين حرفن ۽ لفظن لاءِ مونجهارو پيدا ڪيو ويو آهي، تهڙيءَ طرح هن ڏس ۾ به گهڻا

مونجهارا آهن. چند جملا نموني طور ڏجن ٿا جن ۾ صفت ۽ ظرف لاءِ تڪرار ٿئي ٿو.

(1) هي انب **سٺو** آهي. (3) هيءُ **سٺو** انب آهي.
(2) هيءُ شخص **ڪريل** آهي. (4) هيءُ **ڪريل** شخص آهي.

مٿين جملن ۾ بلڪ ٽيلن لفظن لاءِ ڪي عالم چون ٿا ته اهي صفتون آهن ۽ ڪن جو چوڻ آهي ته پهرئين ۽ ٻئي جملي وارا لفظ **ظرف** آهن ۽ ٽئين ۽ چوٿين جملي وارا لفظ صفتون آهن.

تازو ڪن رسالن ۾ عملي مضمونن جو سلسلو شروع ٿيو هو، ان ۾ هڪ بحث هيءُ به هو ته **لکڻ، ڪرڻ، کائڻ** وغيره مصدر نه آهن، بلڪ لک، ڪر، کاءُ وغيره مصدر آهن. اهڙيءَ طرح مصدر جي مسئلي کي به سمجهائڻ ضروري آهي.

## زمان حال ۽ زمان حال استمراريءَ جو مسئلو ۽ مونجهارو

سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي صدر تازو ”لکاڻتو ۽ لکان پيو“ جي مفهوم کي هڪ جهڙو ڄاڻائڻ جي ڪوشش ڪندي، زمان حال استمراريءَ جي وجود کان انڪار ڪيو آهي. حالانڪ ”ٿو“ ۽ ”پيو“ ٻه جدا فعل آهن جن جا مصدر به جدا آهن. مفهوم جي اعتبار سان به ”لکان ٿو“ جو مطلب آهي ته هاڻي لکڻ شروع ڪريان ٿو ۽ ”لکان پيو“ جي هيئت مان ظاهر ٿو ٿئي ته لکڻ جو ڪم هلي رهيو آهي. اهڙي طرح ڪليل ۽ نهايت آسان ڳالهه کي منجهائي گرامر ۾ نئون مسئلو پيدا ڪيو ويو آهي.

مٿيون نهايت مختصر حقيقتون آهن، جي اسان ڏنيون آهن، ورنه جيڪڏهين گرامر جي مونجهارن کولڻ جي ڪوشش ڪجي ته نهايت گهڻا آهن ۽ انهن تي بحث ڪري سنڌن حل ڳولڻ نهايت ضروري امر آهي. هن ڪتاب ۾ ايترو تفصيل سان بحث

ڪرڻ اسان جو مقصد ڪونہ آهي، تنهنڪري وڌيڪ نٿو لکجي.

## سنڌي انشا جي تاريخ:

انشا جي معنيٰ آهي جملي لکپڙهون، جن ۾ مضمون، آکاڻيون، قصا، خط درخواستون، سندون، سرڪيولر، دعوت ناما، آفرين ناما، ڪاروباري خطوط، ڪاٻالا، ضمانت نامہ، عهد نامہ، صلح نامہ، مختيار نامہ، فيصلا، اعلان، نوٽيس، دستاويز، قبوليتون، راهداريون، رسيدون، بيان، اپيلون، فرياد، فتوائون ۽ رپورٽون وغيره اچي وڃن ٿيون.

انسان جي زندگي، ضروريات جو مجموعو آهي، ڪيس ضرورتون چوطرف قريل آهي، تنهنڪري هر وقت ۽ هر منزل تي ڪيس ڪيترين ئي ڳالهين جي ضرورت پوي ٿي. هڪ پڙهيل شخص لاءِ ضروري آهي تہ ڪيس زندگيءَ ۾ ڪم ايندڙ ۽ گهرج هيٺ ايندڙ لکپڙهون ڪرڻ اچن ٿيون، ٻيءَ صورت ۾ سندس تعليم مڪمل ليکجي ۾ نہ ايندي.

اسان جي خيال ۾ تہ انسان جڏهين ڪان لکڻ پڙهڻ جو هنر سکيو آهي، تڏهين ڪان ئي انشا جو بنياد پيو آهي، ڇو تہ لکڻ پڙهڻ تهذيب واري دور ۾ سکڻ ۾ آيو هوندو، اهو دور اهڙو هوندو، جنهن ۾ مٿيئن قسم جي لکپڙهن جي ضرورت هوندي ڇو تہ انهن سڀني ڳالهين جو مهذب زندگيءَ ۾ انسان سان واسطو رهندو آهي. لکپڙه جي ماهر کي پارسيءَ ۾ منشي يا ديوان ۽ انگريزيءَ ۾ ڪارڪ چئبو آهي. سنڌ جي پنهنجي اصلوڪيءَ زبان ۾ لکپڙهہ جي ماهر کي ليکڪ چئبو آهي. اهڙيون لکپڙهون رواجي ماڻهو ڪري نہ سگهندا آهن، تنهنڪري لکپڙهہ جي ماهرن جو قدر هر دور ۾ ڪيو ويندو آهي ۽ انهن کي نهايت هوشيار شخص سمجهيو آهي.

سنڌ جي جهوني علم ادب جو ڪوبہ سراغ ڪونہ لڳو آهي، تنهنڪري ان لاءِ يقيني طور ڪجهہ بہ چئي نٿو سگهجي. صرف ايترو چئي ٿو سگهجي تہ سنڌين وٽ بہ انشا لاءِ باقاعده

اصول هوندا، ليڪن انهن جي موجود نہ هئڻ ڪري، اسان کي ان سلسلي ۾ ڪنهن بہ قسم جو تبصرو ڪرڻ لاءِ مواد ڪونہ آهي. جيستائين پارسي يا عربي زبانون هيون تيستائين سنڌ جي عالمن انهن ۾ لکپڙهون ڪيون هونديون. ان سلسلي ۾ سمن، ڪلهوڙن ۽ ميرن جي دور جا ڪي دستاويز ملن ٿا. اڪبر جي دربار ۾ بہ سنڌ جا ٻہ نامور اديب، ابوالفضل ۽ علامہ فيضي رهندا هئا. ابوالفضل جو هڪ ڪتاب فارسيءَ ۾ لکيل آهي، جنهن ۾ اڪبر جا فرمان، معاهده ۽ ٻيون شاهي لکپڙهون گڏ ڪيل آهن. ان ڪتاب جو نالو ئي ابوالفضل آهي.

انگريزن جي سنڌ ۾ اچڻ بعد موجوده سنڌي الف-ب کي مڪمل ڪري رواج ۾ آندو ويو. ابتدائي ڪوششن ۾ ڪي ڪتاب لکايا ويا، جن ۾ گهڻي ڪوشش هيءَ ڪيل هئي تہ موجوده سنڌي الف-ب کان ماڻهو واقف ٿين. انشا تي ڪو خاص توجہ ڪونہ ڏنو ويو، جيتوڻيڪ سرڪاري خواه خانگي لکپڙهون، سنڌيءَ ۾ هلنديون پئي رهيون، جن ۾ متيان سڀيئي قسم اچي ٿي ويا. ان هوندي بہ انشا جي تعليم لاءِ ڪو خاص ڪتاب ڪونہ لکيو ويو. سنہ 1312 هجريءَ ۾ متيارين جي هڪ عالم مولانا هدايت الله مشتاق هڪ ڪتاب هدايت الانشا نالي لکيو * جنهن ۾ هن صاحب عبارت جا قسم، مخاطب ٿيڻ جا طريقا ۽ خطن لکڻ جا اصول بيان ڪري پوءِ هرقسم جا خط لکي ڏيکاريا آهن. انهيءَ ڪتاب کان پوءِ 1916ع ۾ ميرزا قليچ بيگ مرحوم سنڌي اسڪولن لاءِ انشائي تعليم چار ڀاڱا لکي شايع ڪرايا آهن. ڪتابن ۾ لکپڙهہ جي سڀني قسمن تي ابتدائي سمجهاڻيون ڏنل آهن ۽ نموني طور لکي بہ ڏيکاريل آهن. ميرزا صاحب کان پوءِ مرحوم محمد صديق ميمڻ مضمون نويسيءَ

* مولوي هدايت الله مرحوم لکي ٿو تہ هن کان اڳ ۾ انشائون ڇپيليون بہ ٿيون ڏسجن. (ٿئون ڇاپو هدايت الانشا ص 421) اهي ڪٿي آهن. ان جو پتو ڪونہ آهي.

لاءِ ٻه ڪتاب لکي شايع ڪرايا، جن مان ٻهرئين حصي ۾ انشا جي سڀني قسمن مان ڪن لاءِ ابتدائي سمجهاڻيون ڏنل آهن. انهن ڪتابن کان سواءِ مرحوم غلام محمد شاهوانيءَ پنهنجي ڪتاب نظري و عملي تعليم ۾ رحيم بخش ميمڻ صاحب پنهنجي ڪتاب تعليم مادري زبان ۾ ۽ محمد اسماعيل عرسانيءَ پنهنجي ڪتاب مضمون نويسي ڀاڱو ٻهريون ۾ خطن ۽ مضمونن لکڻ لاءِ سمجهاڻيون ڏنيون آهن، ليڪن اهي سڀيئي ڪوششون اهڙيون نه آهن، جو انشا کي ترقي ڪرائي سگهن. انهن ڪوششن کان سواءِ تعليمي ادارن جا استاد به سنڌيءَ پڙهائيندي خط، درخواستون، مضمون، آکاڻيون، راهداريون ۽ رسيدون وغيره لکڻ سيکاريندا آهن. پر اهي معياري قسم تي لکپڙهون ڪرڻ جي طريقي کان ناآشنا هوندا آهن، تنهنڪري شاگردن جي صحيح رهنمائي ٿي ڪانه سگهندي آهي. واپاري قسم جي ڪتب فروشن جهڙوڪ آر- ايچ احمد برادرس ۽ يوسف برادرس به اهڙا ڪتاب ڇپايا آهن.

اسان پنهنجي بحث ۾ جيڪي به ڪجهه لکيو آهي، ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌيءَ ۾ انشا جي تعليم مڪمل ڪانه ٿي ڏني وڃي، ان ڪري معياري لکپڙهون ڪرڻ ۾ نوان پڙهيل منجهيو ٿا پون. هن هيٺ انشا لاءِ گهربل ڳالهيون لکي بعد ۾ عام غلطيون (ٿوري انداز ۾) بيان ڪجن ٿيون. جن کي ڏسڻ سان اسان کي، اسان جي عام پڙهيلن جي معيار جي خبر پئجي سگهندي.

## معياري انشا لاءِ ضروري ڳالهيون:

هڪ چڱي منشيءَ يا انشا پرداز جي لکڻ ۾ هيٺين خوبين جو هئڻ لازمي آهي:

(الف) اکر سهڻا، باقاعدي لکيل، هرهڪ فقره جدا، بيهڪ وغيره جون نشانيون چڱيءَ طرح ڏنل، ذو معني الفاظ ڪم نه آندل، زبان شسته، ڦهاڪن، چوڻين ۽ اصطلاحن سان

سينگاريل ۽ عام فهم.

(ب) عبارت ۾ ترتيب جي موزونيت، هرهڪ شخص جي مرتبي آهر خطاب ڪيل، سوال جواب ـ سلجهيل ۽ عام فهم، اُڪائين لڪڻ وقت نهايت آزاد ۽ جدت خواه جوش سان پر ٺيل زبان جو استعمال، سرڪاري لکپڙهن يا قانوني ڳالهين لکڻ وقت مقرر ڪيل قانونن جي حدن اندر لکڻ، مضمون وقت ڏاکيوار ۽ سلسليوار فقره پيش ڪيل، خطن وقت، خط جي مکيه ياڳُن ڪي خيال ۾ رکيل ۽ انهن جي پورائي ڪيل، فتوي ڏيڻ وقت مڪمل دليل ڏنل ۽ قانون جا حوالا ڏنل، دعوت نامي، سرڪيولر، فرمان، آفرين نامي، سندون وغيره مختصر ٻوليءَ ۾ درٻاري يا آفيس جي شان مطابق لکيل، انهن ۾ ننڍ وڏائي جو خيال ز کيل.

(ج) اختصار ڪرڻ: (Precis writing) سڄي مضمون کي ذهن ۾ رکي ان جو نچوڙ اهڙيءَ طرح ڪڍيل هجي جيئن نهايت ٿورن لفظن ۾ لکڻ سان سڄي جو سڄو مفهوم ادا ٿي وڃي.

(د) هرهڪ پئرا گراف يا فقره (Paragraph writing) اهڙيءَ طرح لکيل جنهن ۾ جيڪو نڪتو بيان ڪرڻو هجي سو سڄو بيان ٿي وڃي ۽ ٻئي فقري ۾ ان کي واضح ڪرڻ جي ضرورت نه پوي.

(هه) هر هڪ فقره جو پاڻ ۾ ربط قائم ڪيل هجي، اڳئين فقره جو پوئين سان واسطو هجي. شروعات ۾ سمجهاڻيون ڏنل ان بعد خاص فقرو پيش ڪيل آخر ۾ اختتامي فقرن جو استعمال.

(و) سلوڻي سادي ۽ عام فهم ٻولي ڪم آندل، اهڙن لفظن کان گريز ڪيل جن جي معنيٰ جي خود لکندڙ کي به خبر نه هجي. ان کان سواءِ تشبيهن استعارن، اشارن، ڪناين جو مناسب ۽ معنيٰ خيز نموني ۾ استعمال ڪجي.

( ز ) گهڻيءَ ڏيگهه ڪان پاسو، گهٽ ۾ گهٽ فقرا ڪم آندل، رسم و رواج خواه خوشيءَ يا غم جي موقعن ڪي خيال ۾ رکيل. مضمون جي اعتبار سان سرا ڏنل.

## لکپڙهن وقت عام ٿيندڙ چوڪون :

هن ڪان اڳ اسان لکي آيا آهيون ته سنڌيءَ ۾ هڪ ته انشا تي موزون ڪتاب لکيل ڪونه آهن، ٻيو ته سيڪارڻ وقت استاد به نهايت بي توجهي ڪن ٿا، ان ڪري اسان جو پڙهيل طبقو نهايت گهڻيون چوڪون ڪري ٿو. هن هيٺ چند عام چوڪن ڏانهن ڌيان ڇڪائجي ٿو.

## ١- خط لکڻ ۾ ٿيندڙ چوڪون :

هڪ دفعي سنڌي پرائمري اسڪول ليونگ سرٽيفڪيٽ امتحان ۾ سوال آيو ته "اوهان جو ننڍو ڀاءُ پڙهڻ ڏانهن دلچسپي ڪونه ٿو وٺي، منجهس ٻيڙين ڇڪڻ جي خراب عادت به پئجي ويئي آهي، کيس خط لکو ۽ سمجهائي ڏيوس ته دل لائي پڙهي ۽ ٻيڙيون پيئڻ ڪني عادت آهي، ان کي ڇڏي ڏئي."

انهيءَ خط ۾ جدا جدا شاگردن هيءُ طريقو اختيار ڪيو.

هڪ سڄي سينٽر جي شاگرديائين لکيو ته :

پيارا ڀاءُ صاحب رام رامن بعد لکجي ٿو ته........ الخ

توهان جي پيئڻ........ انهيءَ سينٽر جي شاگرديائين اڪثر ڪري تاريخ ۽ هنڌ ڪونه لکيو هو. سلامن بعد لکجي ٿو جي نموني تي رام رامن بعد لکجي ٿو..... لکيو هئائون.

## هڪ شاگرد لکيو ته:

بخذمت ۾ پيارا ڀاءُ خوش هجو. بعد ادبن ۽ پيرن چمڻ جي عرض ته مون ٻڌو آهي ته تون پڙهين ڪونه ٿو، آئون ڪوٽ اينڊس ته پادرن سان چلي ڇڏيندوسانءِ. ٻيو ٻڌو اٿم ته ٻيڙيون ٿو ڇڪين اها عادت ڇڏي ڏي، نه ته ڏي وَ تي موچڙا هڻندوسانءِ ............ الخ.

هن شاگرد به خط جي منڍ ۾ پتو ۽ تاريخ ڪانه لکي

هئي. آخر ۾ نالو لکيو هئائين. منٿين خط ۾ بخدمت ۾ غلط لکيل آهي. ”بہ“ لکجي تہ ”۾“ نہ لکجي. ”خدمت نہ ۾ خدمت“ لکجي. ان کان سواءِ پاڻ کان نئيڊي کي بخدمت يا ادبن ۽ پيرن چمڻ بعد عرض بہ نہ لکيو آهي. مزي جي ڳالھہ اها جو احوال ۾ وري انھيءَ شخص کي جنھن جا پير چميا اٿس، پادر پيو هٿي. هڪ دفعي هڪ ماڻھوءَ پنھنجي محسن ۽ عمر ۾ وڏي عالم دوست کي لکيو تہ:

بر خوردار ميان ...... خوش هجو. السلام عليڪم بعد عرض تہ هي نوازش نامو خدمت ۾ موڪلي رهيو آهيان، مهرباني ڪري هن جي جواب ۾ جلد نياز نامو لکجو ....... الخ اوهان جو احسامند .......

هن خط ۾ بر خوردار، نوازش نامو ۽ نياز نامو نهايت غلط ۽ بي عزتيءَ جهڙي نموني ۾ استعمال ٿيل هو.

هڪ هيڊ ماستر پنھنجي ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر آف اسڪولس کان نائب ماستر جي گهر ڪئي ۽ هڪ ماڻھوءَ لاءِ سفارش بہ ان درخواست ۾ ڪيائين ان ۾ لکائين تہ:

بخدمت جناب عاليشان ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر آف اسڪولس ....... جي عرض ....... عرض تہ هن اسڪول ۾ ٻار وڌي ويا آهن، ان لاءِ نائب ماستر جي ضرورت آهي ............... ماڻھو ڪواليفائيڊ آهي، ان کي هتي آرڊر ڏيڻ فرمايو وڃي، اسان پيئي نمازي آهيون، ان ڪري اسڪول وڌائيندا سون. زياده ادب سلام مولوي ............... جا مطالع ڪندا. هيڊ ماستر

اهي عام چوڪون آهن جي شاگرد ۽ نوان استاد ڪن ٿا. ساڳئي وقت ڪيترا پراڻا ماڻھو بہ ڪن ٿا. جن ماڻھن کي امتحاني پيپرن ڏسڻ جو موقعو مليل هوندو آهي. اهي هن قسم جي هزارها چوڪن کان واقف هوندا. باقي رهيو درخواستن، راهدارين، سرڪاري لکپڙهن، دعوت نامن، سرڪيولرن، آفرين نامن وغيره

جو سوال، ان لاءِ اسان جو خيال آهي تہ هزار پڙهيل ماڻهن ۾ ڪو هڪڙو ماڻهو مس هوندو، جنهن کي اهڙي قسم جي لکپڙهن تي دسترس هوندي، باقي ٿيو خير. جيڪڏهن استادن هن طرف پورو توجہ نہ ڏنو تہ پوءِ اسان جي مادري زبان جا ڇاڻو اهو سچوڳڻ وڃائي ويهي رهندا، جنهن جو نهايت برو اثر اسان جي زبان جي آئيندي تي پوندو.

# باب چوٿون

## صحيح تلفظ، لغت، اصطلاح ۽ پهاڪا ۽ انهن جو استعمال

**صحيح تلفظ:** ڪا به ٻولي جڏهن غلط تلفظ سان ڳالهائي ويندي آهي تڏهن سندس خوبين، سونهن ۽ معيار کي ڌڪ لڳندو آهي. اها غلطي جيڪڏهن درست نه ڪئي ويندي ته پوءِ اڳتي هلي عام غلطيون صحيح شمار ٿينديون آهن. انهيءَ ڪري لفظن جي اصليت معلوم ڪرڻ نهايت مشڪل ڪم ٿي پوندو آهي. ان جو نتيجو اهو نڪرندو آهي جو اها ٻولي ادبي زبان جي حيثيت وڃائي ويهندي آهي. اهڙيءَ زبان لاءِ جڏهن به ريسرچ جهڙو ڪم شروع ڪبو تڏهن نهايت گهڻيون تڪليفون پهچنديون آهن. اهڙيون ٻوليون جيڪي اڃا لکڻ پڙهڻ جي منزل کي نه پهتيون آهن، انهن ۾ نهايت تڪڙو بگاڙ ايندو رهندو آهي؛ ايتري قدر جو انهن جا ڪيترائي لفظ پنهنجي هيئت پوريءَ طرح بدلائي ويندا آهن. اهڙا مثال دنيا جي سڀني ٻولين ۾ ملن ٿا. عربيءَ ٻوليءَ جو مثال وٺو اوهان ڏسندا ته قرآن مجيد واريءَ عربيءَ ۽ عربستان ۾ هينئر ڳالهائڻ ۾ ايندڙ عربيءَ جي اچارن ۽ تلفظ ۾ وڏو فرق نظر اچي ٿو. اهو هن ڪري ٿيو آهي جو عام عربي ڳالهائيندڙن کي تلفظ ۽ اچارن جي تربيت ڪانه ٿي ڏيڻ ۾ اچي. ٻولين جا ماهر چوندا آهن ته بگاڙو معنيٰ ٻوليءَ جو سڌارو، واقعي اها حقيقت آهي، ليڪن بگاڙو به منهائتو هجي ته بهتر.

تلفظ تي بحث ڪجي، ان کان اڳ آوازن ۽ اچارن جي صحت ۽ تربيت تي ڪجهه ڳالهيون معلوم ڪرڻ ضروري آهن. هن هيٺ اهڙا سبب ٻڌائجن ٿا جن جي ڪري ٻار ٻوليءَ جي آوازن ۾ غلطيون ڪن ٿا ۽ اهي غلطيون پوءِ وڏن تائين به پهچيو

وجن، استاد صاحب ۽ مائٽ جيڪڏهين انهن ڳالهين کي ذهن ۾ رکي ڪوشش ڪندا ته ڪين تمام چڱيءَ حد تائين ڪاميابي حاصل ٿي سگهي ٿي.

**ٻاتاڻ:** ڪيترا ٻار ننڍي هوندي ٻاتائي ڳالهائيندا آهن، هو "شئي کي چئي" "لسيءَ کي لچي"، "ڪڪڙ کي تتل"، "آرسيءَ کي آلتي"، "ٻڪريءَ کي ٻڪلي" وغيره چوندا آهن. جيتوڻيڪ هو ان مهل بيوس هوندا آهن، ان هوندي به والدين جيڪڏهين سندن اچارن کي درست ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا يا اهڙا ٻار جڏهين اسڪول ۾ اچن تڏهين استاد سندن آوازن کي درست ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا ته ان جو نتيجو چڱو نڪرندو.

**حرفن جا بنيادي آواز غلط ڪڍڻ:** ڪيترا ٻار حرفن جا بنيادي آواز غلط ڪڍندا آهن. مثلاً ڇ کي ش ۽ ش کي ڇ، ز کي ج، س کي ش چوندا آهن. لاڙڪاڻي طرف جا اڪثر ماڻهو ته وڏيءَ عمر ۾ به "ڇوڪر کي شوڪر" ڪري چون ۽ "شير شاهه کي ڇير شاهه" چون. اهڙي غلط آواز ڪڍڻ سان لفظ جي اصليت بلڪل گم ٿيو وڃي. اهڙا ماڻهو جن جي ڳالهائڻ ۾ آواز غلط ٿا نڪرن اهي لکن به ان نموني ٿا، جنهن جو اثر ٻوليءَ جي صحت تي نهايت خراب پوي ٿو. والدين، استادن خواه عام پڙهيل ماڻهن جو فرض آهي ته اهڙين غلطين کي درست ڪن. ٻيءَ حالت ۾ اچارن ۽ آوازن جي غلطي لفظن جي غلط لکجڻ جو ڪارڻ بنجي پوندي.

**حرفن جو صحيح اخراج نه ڪرڻ:**

سنڌي الف-ب ۾ عربيءَ جا جيڪي حرف آهن، انهن ۾ ع، ث، ص، غ، ض، ظ، ح، ق، ف، ۽ ط حرفن کي صحيح جاءِ تان ۽ صحيح مخرج سان نه ڪڍڻ ڪري حرفن جا آواز غلط ٿين ٿا، ان ڪري انهن مان جڙندڙ لفظ نهايت غلط ٻڌڻ ۾ ايندا آهن: مثلاً "عابد" کي آبد، ثواب ۽ صواب کي سواب، غريب کي گريب، لذيذ کي لزيز، ضامن کي زامن ۽ ظالم کي

زالم، حاڪم کي هاڪم، قمر کي ڪمر، فقير کي ڦڪير، طرز کي ترز ڪري اچارڻ ڪري سندن آواز بہ غلط ٿا ٿين ۽ لکڻ ۾ بہ ڪيتريون غلطيون ٿيون سرزد ٿين. اهڙين غلطين کان بچڻ جو عام طريقو آهي تہ ٻارن کي صحيح مخرج سيکارجي ۽ استاد پڻ صحيح مخرج سان ڳالهائين ۽ صورت خطي وغيره لکائين. ٻيءَ صورت ۾ اهي نہ معاف ڪرڻ جهڙيون غلطيون آهن. اڪثر هندو ماڻهو حروف شمسي صحيح نموني ۾ اچاري يا ٻين سان ملائي ڪونہ سگهندا هئا، تنهنڪري عبدالشڪور کي عبدل شڪور، عبدالستار کي عبدل ستار چوندا آهن. حالانڪ انهن نالن ۾ ل جو آواز ڪونہ نڪرندو آهي. اهڙيون ساڳيون غلطيون اسان جا پڙهيل مسلمان بہ ڪن ٿا، اهو تہ ٺهيو پر اهڙا نالا جن ماڻهن تي آهن، اهي بہ پنهنجو نالو غلط ٻڌائيندا آهن.

## سهڪڻ يا ڪو جملو يڪ ساهيءَ چئي نہ سگهڻ:

ٻارن ۾ عام طرح ۽ وڏن ۾ ڪڏهين ڳالهائڻ وقت سهڪڻ ۽ هڪ ساهيءَ سان سڄي جملي کي بيان ڪري سگهڻ جي عادت هوندي آهي. اهو اڪثر ڪري ڊپ ۽ هراس سبب ٿيندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ ڳالهائڻ وارو هٻڪندو آهي. اهڙي ماڻهوءَ کي ڪوشش ڪري آرام سان ۽ جهلي جهلي ڳالهائڻ سيکارجي، جيڪڏهين ٻارن کي ٻئي جي اڳيان ڳالهائيندي ڊپ ٿو ٿئي تہ سندن ڊپ لاهجي ۽ کين همٿائجي، جيئن هو اهڙي نقص يا عيب کان بچي پون.

## ڳالهائڻ وقت زبان جو اٽڪڻ يا هڪڙ هجڻ:

ڪيترن ٻارن جي زبان ڳالهائڻ وقت اٽڪندي آهي ۽ هو تڪڙو يا مناسب رفتار سان ڳالهائي نہ سگهندا آهن. بعضي ماڻهو هڪڙ هوندا آهن، انهيءَ نقص سبب سندن آواز يا اچار غلط نڪرندا آهن ۽ تلفظ صحيح نہ هوندا اٿن. والدين ۽ استادن کي اهڙين حالتن ۾ ٻارن کي جهلي جهلي ۽ وات کولي ڳالهائڻ تي هيرائڻ گهرجي. تجربن مان ثابت ٿيو آهي تہ اهڙين ڪوشش

ڪرڻ سان ڪيترا ٻار ٻاڻ ڪي درست ڪري ويا آهن.

**نڪ مان ڳالهائڻ يا ڳُڻڻو هئڻ:**

ڪي ٻار ڪن نقصن سبب ڳُڻا هوندا آهن يعني ڳالهائڻ وقت نڪ مان آواز ڪيندا آهن، جيتوڻيڪ اهو قدرتي طور هوندو آهي؛ ان هوندي به جيڪڏهين حرفن جي بنيادي آوازن ڪيڻ وقت اهڙن ٻارن ڏانهن والدين ۽ استاد مناسب توجه ڏين ته ڪيتريءَ حد تائين آوازن نڪرڻ جو اهو نقص به دور ٿي سگهي ٿو.

**آواز پيدا ڪندڙ عضون جي ڪمزوري ۽ عام جسماني ڪمزوري:**

آواز ڪيڻ ۾ زبان، ڏند، چپ، تارون، ڪاڪڙو، ڪليون، گلو، ڳل ۽ ڦڦڙ ڳنڍجي ڪم ڪن ٿا، جيڪڏهين انهن عضون مان ڪنهن به عضوي ۾ ڪو ضعف اچي ويو ته آواز صحيح نموني ۾ نڪري نه سگهندا، ساڳيءَ طرح جسماني ڪمزوريءَ جو اثر به آوازن تي پوي ٿو. ان لاءِ صحت جي اصولن جي خبرداريءَ سان پوئواري ڪرڻ ڪري ٻار کي درست رکي سگهجي ٿو. ڪن حالتن ۾ عضون جي ماهرن جون خدمات به حاصل ڪري سگهجن ٿيون.

**ماحول جو غلط اثر:**

ٻار تي ماحول جو نهايت گهڻو اثر پوي ٿو. اسان جي سنڌ جي عوام جو اڪثر حصو ديهات ۾ رهي ٿو، ان ڪري انهن ماڻهن ۾ علم گهٽ آهي، علم جي گهٽتائيءَ سبب هو ڪيترا لفظ صحيح ڪونه ٿا ڳالهائين، ان کان سواءِ سنڌي ٻوليءَ جون شاخون جن ۾ سريلي، اترادي، لاڙي، ٿريلي، ڪڇڪي، لاسي ۽ ڪوهستاني ٻوليون اچي وڃن ٿيون، انهن جا لهجا جدا جدا آهن. انهن لهجن خواهه آوازن موجب ٻولي سکن ٿا، جيڪڏهين ٻار جي ماحول ۾ غلط تلفظ جو رواج آهي ۽ آواز غلط ڪيا ٿا وڃن ته ٻار تي ان ڳالهه جو اثر پوڻ لازمي آهي. اهي غلطيون مائٽ ڪيي ڪونه ٿا سگهن ڇو ته هو خود انهن غلطين سان

هريل آهن. استادن جو ڪم آهي تہ جڏهين وٽن ٻار داخلائون وٺن تڏهين سندن اچارن ۽ آوازن خواه تلفظ جون درستيون ڪندا هلن.

## عام سنڌي، فارسي ۽ عربي ٻولين جي لفظن جي غلط ادائگي يا غلط تلفظ

اسان جي ٻوليءَ ۾ بنيادي الفاظن کان پوءِ ڪيترن ئي ٻولين جا لفظ مليل آهن. ڪيترا پڙهيل ماڻهو بہ انهن ٻولين جي لفظن جو غلط تلفظ ڪندا آهن. اهڙي رجحان کي گهٽائڻ لاءِ تعليم ڏيندڙن کي ڪوششون ڪرڻيون آهن، ليڪن ڏٺو ويو آهي تہ استاد طبقو هن سلسلي ۾ ڏاڍيءَ سستيءَ کان ڪم وٺي رهيو آهي. هن جو خيال آهي تہ جڏهين مادري زبان سيکو چاڻي ٿو تڏهين ان طرف توجہ ڏيڻ جو ڪهڙو ضرور آهي. هن هيٺ اسان چند لفظ ڏيون ٿا جن مان خبر پوندي تہ انهن سان ڪهڙي نہ جٺ ڪئي ويندي آهي.

### ڪن هندو ماڻهن جون تلفظ جون غلطيون:

عربي ۽ فارسي لفظن کان سواءِ ڪي هندو ماڻهو جن سنڌي اچارن ۽ تلفظ ۾ غلطيون ڪندا آهن، انهن مان ڪي هي آهن:

| غلط | صحيح | غلط | صحيح | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- | --- | --- |
| وڙي | وري | گهيڙو | گهيرو | منکي | مون کي |
| مجمان | مزمان | رمجان | رمضان | ررهي | رڙهي |
| مينجو | منهن جو | بوڙب | بورب | پينجو | پنهنجو |

### عام ماڻهن جون سنڌي ۽ عام الفاظن ۽ اچارن ۾ غلطيون:

| غلط | صحيح | غلط | صحيح | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- | --- | --- |
| باچا | بادشاهہ | مولبي صاحب | مولوي صاحب | مسيت | مسجد |
| سج | سچ | آشمان | آسمان | عرصو | آسرو |
| مڙد | مرد | ڪاڳر | ڪاغذ | کوبي | خوبي |

### فارسي لفظن اچارڻ ۾ پڙهيل ماڻهن جون غلطيون:

ڪيترا ماڻهو "آزمودو" کي "آزموتو يا آموتو"، "سنگتيءَ" کي

"سنڌڪي"، "همراه" کي "هر ماهہ" چون، درخواست، خواب، خود ۽ ٻيا اهڙا لفظ جن ۾ "واؤ" لکيو آهي مگر پڙهڻ يا ڳالهائڻ ۾ ڪونہ آئيو آهي. ان کي ڪيترا پڙهيل ماڻهو "واو" جي اچار ظاهر ڪرڻ سان ڳالهائيندا آهن. انهن لفظن جا ڳالهائڻ وقت درخاست، خاب ۽ خد لفظ ٻڌڻ ۾ اچن جي صحيح آهن.

## عربي لفظن جو تلفظ ۽ انهن جو صحيح استعمال:

عربي لفظ جن کي مروڙي سروڙي سنڌي بنايو ويو آهي. انهن ۾ هينئر ڦير گهير ڪرڻ مناسب نہ آهي چو تہ هر هڪ ٻوليءَ کي اهو حق آهي تہ هوءَ ڌارين ٻولين جا لفظ پنهنجي سانچي ۾ وجهي بدلائي ڪم آڻي، مثلاً تعويذ مان ڌائٺ، جعد مان جاد پوءِ جهنڊ، قاطع مان ڪاتي ۽ ٻيا اهڙا ٻيا لفظ بدلجي پوريءَ طرح سنڌي ٿي ويا آهن، تنهنڪري انهن جا اچار جيڪڏهين موجوده نموني ڪيا ويندا تہ اهي صحيح ليکبا، مگر اهڙا لفظ جيڪي هوبهو ۽ انهيءَ معنيٰ ۾ ڪم آندا وڃن ٿا جيڪا سندن اصلي ٻوليءَ ۾ آهي تہ پوءِ ضروري آهي تہ اهڙا لفظ پنهنجي اصلي آوازن سان اچارجن. هن هيٺ عربي الفاظن جا وزن ڏجن ٿا، جن سان واسطو رکندڙ سيئي لفظ انهيءَ وزن تي ڳالهائڻ ۾ اچڻ گهرجن.

ثلاثي: ۱- وزن-فَعْلٌ (پهريون حرف زبر سان ٻيو ساڪن ٽئي تي پيش.)

حرب، نزع، جذب، جمع، ضرب، برق، جرح، ڪشف، ذبح، عرق، شرح، فرق، فتح، جهل، مدح، فضل، عدل، حمد، رعد، عقل، قصد، فصل، وجد، قتل، صبر، رسم، قهر، ختم، درس، عذر، رحم، نشر، نظم، عيب، نقش، خوف، قبض، موت، عرض، هول، قرض، قول، وعظ، لفظ.

2- وزن- فِعْلٌ (پهريون حرف زير سان، ٻيو ساڪن ۽ ٽيون پيش سان.)

ڪذب، عشق، ذڪر، شرڪ، فسق، فڪر، خلط، شعر، حلم، فقه، حرص، حفظ، خبط.

3- وزن- فُعْلٌ (پهريون حرف پيش سان ٻيو ساڪن ۽ ٽيون پيش سان.)

رعب، يسر، قرب، بعد، ڪفر، خبث، حڪم، زهد،
ظلم، شڪر، عسر، حزن، صبح.

4- وزن ـ فُعْلُ (ٽنهي حرفن تي پيش.)

حمق، عمق.

5- وزن ـ فَعَلُ (پهريون ۽ ٻيو حرف زبر سان ۽ ٽيئن تي پيش.)

طلب، قلق، عمل، غضب، فرح، حسد، عدم، خطر، طرب،
غرض، ظفر، تلف، قدم.

6- وزن ـ فِعَلُ (پهريون حرف زير سان ٻئي تي زبر ۽ ٽيون پيش سان.)

ثقل، عظم، صغر، بقر.

رباعي- 7- وزن فَعْلَتَ (پهريون حرف زبر سان ٻيو ساڪن ۽
پويان ٻئي زبر سان.)

حسرت، رحمت، حضرت، رغبت، زحمت، حيرت، خلوت،
دولت، طلعت، دهشت، رجعت، لعنت، حشمت، نوبت،
وحشت، شقوت.

8- وزن ـ فِعْلَتَ (پهريون حرف زير سان ٻيو ساڪن، پويان
ٻئي زبر سان.)

بدعت، نعمت، حڪمت، هجرت، خدمت، حرفت، رشوت،
عشرت، شرڪت، دقت، عبرت، ذلت، همت، قلت، قسمت،
محنت. (جن حرفن تي شد آيل آهي. اهي دراصل ٻنا حرف آهن
يعني دققت، ذللت وغيره.)

9- وزن ـ فُعْلَتَ (پهريون حرف پيش سان، ٻيو ساڪن ۽
پويان ٻه زبر سان.)

حرمت، عزلت، رخصت، فرقت، سرعت، قدرت، شهرت،
نصرت، ظلمت، غربت، اجرت، خطبت.

10- وزن ـ فَعَلَتَ (چارئي حرف زبرن سان.)

برڪت، حرڪت، شفقت.

11- وزن ـ فَعَالَةٌ (پهريان ٻه حرف زبر سان، الف کان پويون
حرف پيش سان.)

خراب، حرام، شباب، ڪمال، وبال، صلاح، سلام، ڪلام، فلاح، نشاط، طواف، بيان، جلال، حلال، صباحَ، زوال، علال، جمال، خيال، ضلال، جواب.

12- وزن- فِعَالَ (پهريون حرف زير سان پيو زبر سان ان بعد الف- آخري حرف تي پيش.)

حساب، مزاج، نڪاح، ڪتاب، جهاد، علاج، قياس، فراق، نفاق، لحاظ، قيام، قتال، وصال، جدال، خلاف، نزاع.

13- وزن- فُعَالُ (پهريون حرف پيش سان، ٻيون زبر سان، ان بعد الف، آخري حرف تي پيش.)

سوال، براق، زڪام، شعاع، تجار، فجار، رواق.

خماسي- 14- وزن- فَعَالَتَ (پهريان ٻه حرفُ زبر سان، ٽيون الف، پوين ٻن تي پيش.)

امانت، سعادت، بشاشت، شجاعت، بلاغت، شقاوت، جسامت، ضلالت، جلالت، طراوت، جهالت، طهارت، حماقت، ظرافت، حلاوت، عدالت، خسارت، فصاحت، دلالت، قباحت، رذالت، قناعت، وڪالت، لطافت.

15- وزن- فِعَالت (پهريون حرف زير سان، ٻيو زبر سان، ٽيون الف ۽ پويان ٻه زبرن سان.)

امارت، خيانت، بصارت، رسالت، رعايت، تجارت، تلاوت، ضيافت، حڪايت، عبارت، حقارت، فراست، رياست، ڪتابت، زيادت، شڪايت، زيارت، روايت، سيادت، هدايت، سياست، درايت، حمايت، لياقت.

رباعي- 16- وزن- فُعُولُ (پهرئين ۽ ٻئي حرف تي پيش، ٽيون ساڪن، چوٿين تي پيش.)

ثبوت، خسوف، خروج، فسوق، سجود، حصول، شهود، نزول، ظهور، وصول، طهور، هجوم، جلوس، جنون، خصوص، فلوس، خلوص، عروج، طلوع، نجوم، وقوع، علوم، بلوغ، فنون، حلول، جمود.

17- وزن ـ فُعُولَتَ (پهريان ۾ حرف پيش سان، ٽيون ساڪن، پويان ۾ زبر سان.)

حڪومت، مروت، سڪونت، سهولت، نبوت، فتوت.

18- وزن ـ فَعَلاَنَ (پهريان ٽي حرف زبر سان، چوٿون الف ۽ آخري حرف پيش سان.)

جريان، حيوان، خفقان، دوران.

19- وزن ـ فِعْلاَنَ (پهريون حرف زير سان، ٻيو ساڪن، ٽئي تي زبر، چوٿون الف، پنجين تي پيش.)

حرمان، رضوان، عرفان، نسيان، عصيان، انسان، غلمان.

20- وزن ـ فُعْلاَنَ (پهريون حرف پيش سان، ٻيو ساڪن، ٽئي تي زبر پوءِ الف پنجين تي پيش.)

بنيان، سلطان، بهتان، سبحان، طغيان، فرقان، قربان، ڪفران، قرآن.

21- وزن ـ مَفْعَلَتَ (ٻيو حرف ساڪن، باقي حرفن تي زبرون.)

مرحمت، مسڪنت، مملڪت، مصلحت، منقبت، مشورة.

22- فَعِلَتَ (پهريون زبر سان، ٻيو زير سان، ٽيون ساڪن، پوين ٻن تي زبر.)

بصيرت، فضيلت، غنيمت، فضيحت، نصيحت.

23- وزن ـ اِفْعَالَ (پهريون حرف زير سان، ٻيو ساڪن، ٽيون زبر سان، چوٿون الف، پنجون پيش سان.)

اطناب، اخبار، اعراب، اظهار، اثبات، افطار، احداث، انشاءِ، اخراج، اقرار، اصلاح، انعام، ارشاد، اعزاز، الحاد، اڪرام، امداد، اجلاس، ايجاد، افلاس، اسقاط، اجماع، اقبال، انڪار، انصاف، اجمال، اصرار، اسلام، ايمان.

24- وزن ـ اِفَالَتَ (پهرئين تي زير، ٻيو زبر سان، ٽيون الف، پويان ۾ زبر سان.)

اجابت، اقامت، اجازت، احاطة، اشاعت، اعانت، ارادة، اطاعت، اشارة، افاقة.

25- وزن- آفْعَالْ (پهريون حرف زبر سان، ٻيو ساڪن، ٽيون زبر سان، چوٿون الف ۽ پنجون پيش سان.)

اخبار، اخلاق، اغلاط، انوار، اسرار، افعال، اطوار، احرار، آداب.

مزيد فيه- 26- وزن- اِفْتِعَالْ (پهريون حرف زير سان، ٻيو ساڪن، ٽيون زير سان، چوٿون زبر سان، ان بعد الف ۽ ڇهون پيش.)

اجتناب، احتياج، ارتڪاب، اختلاج، اضطراب، اصطلاح، انتخاب، اجتهاد، التفات، اعتقاد، ابتهاج، اعتماد، اختيار، اعتراف، اشتهار، اعتڪاف، انتظار، اشتقاق، احتراز، انتقال، امتياز، انتظام، التماس، انتقام، امتحان، احتياط، اعتبار، اختلاف، امتناع.

27- وزن- اِفّعَالْ (پهريون حرف زير سان، ٻيو شد ۽ زبر سان، ٽئي تي زبر، چوٿون الف، پنجون پيش.)

اتّحاد، اتّفاق، اتّقاءَ، اتّباع، اطّلاع.

28- وزن- اِسْتِفْعَالْ (پهريون حرف زير سان، ٻيو ساڪن، ٽيون زير سان، چوٿون ساڪن، پنجون زير سان، ڇهون الف ۽ ستين تي پيش.)

استعداد، استقبال، استمداد، استدعاءَ، استحقار، استسقاءَ، استغفار، استمرار، استحضار، استفهام.

29- وزن- اِنْفِعَالْ (پهريون حرف زير سان، ٻيو ساڪن، ٽئين تي زبر، چوٿين تي زبر، پنجون الف ۽ ڇهون پيش سان.)

انقلاب، انڪشاف، انفراد، انحصار، انڪسار، انحراف، انقسام.

30- وزن- تَفَعُّلْ (پهريان ٻه حرف زبر سان، ٽيون شد ۽ پيش سان، چوٿون پيش سان.)

تعجب، تبدل، تعصب، تجمل، تغلب، تحمل، تردد، تخيل، توڪل، تشهد، تيمم، تولد، تصور، تدبر، توجه، تڪبر، تفڪر، تجسس، تخاص، تقدس، تفحص، تلفظ، توقع، توقف، تسلط، تبرڪ، تامل، توصل، تغفر، تشدد، تنور، تصنع، تبحر، تڪلف.

31- وزن - تَفَاعُلُ (پهريون ۽ ٻيو حرف زبر سان، ٽيون الف، چوٿون ۽ پنجون پيش سان.)

تعاقب، توانن، تقارب، تعارف، تفاوت، تناسب، توافق، تعاون، توازن، تدارڪ، تفاخر، تناسل، تجاهل، تغافل، طلاطم.

32- وزن - تفعيل (پهريون حرف زبر سان، ٻيو ساڪن، ٽيون زير سان، چوٿون ساڪن، پنجون زبر سان.)

تدبير، تعظيم، تاديب، تسبيح، ترتيب، تشريح، ترحيب، تصحيح، ترغيب، تفريح، ترڪيب، تشديد، تبليغ، تڪذيب، تهذيب، تغليظ، تفريق، ترويج، تقطيع، تعليم، تقرير، تعسيل، تعجيل.

33- وزن - تَفْعِلَه (پهريون حرف زبر سان، ٻيو ساڪن، ٽيون زير سان، چوٿون زير سان، پنجون ساڪن.)

تبصره، تصفيه، تجربه، تسميه، تجزيه، تذڪره.

34- وزن - مُفَاعَلَت (پهريون حرف پيش سان، ٻئي تي زير، ٽيون الف، پنجين ۽ ڇهين تي زبر.)

مباحثه، مبالغه، مجاهده، مشاهده، مراسله، مناظره، ملاحظه، مقابله، مشاعره، مراقبه، مشاهره، (سنڌي ڳالهائڻ وارا ”ه“ کي ”واو“ سان مٽائيندا آهن. عربي اصولن موجب ”ه“ کي ”ت“ سان بدلائبو آهي.) ممانعت، ملازمت، مباشرت، مخالفت، مداخلت، مطابقت، مزاحمت.

35- وزن - مُفَاعَاتِ (پهرئين طرف تي پيش، ٻئي تي زبر، ٽيون الف، چوٿين تي زبر، پنجون الف، ڇهون زير سان.)

مباهات، ملاقات، مساوات، مناجات، مڪافات.

هتي هيءَ ڳالهه سمجهڻ ضروري آهي ته عربي جا لفظ جي ٻن ماکرن تي مشتمل هوندا آهن ته ثنائي، ٽن حرفن وارا ثلاثي، چئن وارا رباعي، پنجن وارا خماسي ۽ پنجن کان وڌيڪ حرفن وارا مزيد فيه سڏبا آهن. مٿي جيڪي وزن ڏنا ويا آهن اهي اهڙن عربي لفظن جا ڏنل آهن، جيڪي اسان روز مره گفتگو يا لکپڙهن ۾ ڪم آڻيندا آهيون. انهن وزنن کان سواءِ پيا به

وزن آهن، مگر اهي عام نہ آهن ان ڪري نتا ڏجن.

**لغت:**

جڏهين ڪنهن بہ لفظ جي صحيح اچارن، معنيٰ، مفهوم ۽ صحيح نموني ۾ استعمال ڪرڻ جو مسئلو پيچيده صورت اختيار ڪندو آهي، تڏهين اهڙي مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ لغت جا ڪتاب ڏسڻا پوندا آهن. لغت جا ڪتاب ڇڏڪ لفظن جي سڃاڻپ ۽ پرک لاءِ ڪسوٽيون آهن. جنهن زبان ۾ مستند لغت جا ڪتاب ڪونہ آهن، اها زبان ادبي ۽ معياري زبانن جي درجي تائين پهچي نٿي سگهي.

اسان جي سنڌي زبان ۾ اهڙو ڪو معياري لغت جو ڪتاب ٺهيل ڪونہ آهي. تازو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان لغت جو ڪم شروع ڪرايو ويو هو، نهايت معقول رقم جي خرچ ڪرڻ بعد لغت جي ڪتاب جو مسودو تيار ٿيو، ان لغت جو معيار ڪهڙو هوندو ان تي بحث ڪرڻ جي هتي ضرورت ڪانہ آهي، مگر ايترو ضرور چئبو تہ لغت جي ميدان ۾ هڪ ڪامياب ۽ نتيجي خيز ڪوشش هئي، مگر افسوس جو ان ڪتاب جو صرف هڪ جلد ڇاپيو ويو، جنهن ۾ الف، ب، ٻ، ٻ تائين حرفن سان ٺهيل لفظ، اصطلاح وغيره آندل آهن.

جيئن تہ ٻوليءَ جي تعليم پرائمري اسڪولن کان وٺي شروع ٿئي ٿي جا آخر ۾ يونيورسٽيءَ تائين هلندي ٿي اچي. انهيءَ وچ ۾ ڪتابن پڙهندي يا روزمره جي استعمال ۾ ايندڙ ٻوليءَ ۾ ڪيترائي اهڙا لفظ ايندا آهن جن جي معنيٰ، مطلب، اچارن ۽ صحت بابت مختلف خيال نظر ايندا آهن، ان ڪري نهايت ضروري آهي تہ تعليمي ادارن ۾ لغت جو استعمال رائج ڪجي. هن لاءِ صرف لغت جا ڪتاب اسڪولن ۾ ڏيڻ ضروري نہ آهن، بلڪ لازمي آهي تہ هر هڪ ڪلاس ۾ ڪلاس جي معيار آهر ننڍي لائبريري هجي ۽ سنڌيءَ جي پيرڊ هلڻ وقت شاگردن کي لغت جو استعمال ڏجي. هن عمل جو نتيجو هي

نڪرندو جو شاگرد پاڻ تي ڀاڙڻ سان گڏ تحقيق ۽ کوجنا جو ڪم به سگهي ويندا. ساڳئي وقت، ڪيترن ئي نون لفظن کان واقف به ٿيندا رهندا جي سنڌي درسي ڪتابن ۾ ڪم آيل هوندا. هن سلسلي ۾ اخبارون، رسالا ۽ ٻيا دلچسپ ڪتاب پڻ ڪين پڙهڻ لاءِ ڏجن ۽ ٻارن کي صلاح ڏجي ته پاڻ وٽ نوٽبڪ رکن ۽ نون لفظن جون معنائون وغيره لغت جي ڪتابن تان ڏسي پاڻ وٽ لکي ڇڏين. جيڪڏهن سبق پڙهائيندي استاد ٻارن کي لغت سيکاريندو يعني نوان لفظ نوٽ ڪرائيندو هلندو ته نهايت چڱو ٿيندو.

اسان جي ٻولي ڳالهائيندڙن جو نهايت وڏو حصو ديهات ۾ رهي ٿو. ان کانسواءِ سنڌ ۾ جيڪي ڏنڌا پراڻي زماني کان چالو آهن، انهن ۾ مشغول ماڻهو به نهايت خالص سنڌي الفاظ ۽ محاوره خواه اصطلاح ڪم آڻيندا آهن. اسان پنهنجي تجربن ۽ مطالعي سان هن نتيجي تي پهتا آهيون ته موجوده سنڌي لغت يا هن کان اڳ ۾ ڇپيل لغتون جيڪي شهر ۾ رهندڙ پڙهيل ماڻهن ٺاهيون آهن، انهن ۾ ٻن قسمن جون ڪمزوريون آهن. هڪ هيءَ ته ڪيترا خالص سنڌي الفاظ ۽ محاوره جي ديهات ۾ يا ڌنڌن وارا ماڻهو عام استعمال ڪن ٿا، اهي انهن ڪتابن ۾ آندل ڪونه آهن. ٻيو هيءَ ته ڪيترن خالص سنڌي لفظن يا محاورن ۽ اصطلاحن معنائون غلط ڏنل آهن. انهيءَ جو مکيه سبب هيءَ آهي جو موجوده لغت کان اڳ ۾ جيڪي ننڍڙيون لغتون لکيل هيون، انهن لاءِ ڪن ڪتابن تان لفظ چونڊي انهن کي ترتيب ڏني ويئي هئي ۽ موجوده لغت لاءِ جيتوڻيڪ چڱي محنت ڪيل آهي، ان هوندي به اها محنت حيدرآباد ۾ ويهي خطن ذريعي معلومات حاصل ڪري ورتل لفظن ۽ انهن جي معنائن کي ترتيب ڏيڻ تي صرف ڪيل آهي ان ڪري خالص سنڌي الفاظ ۽ محاوره جي زبان جو سچو ۽ خالص روح آهن سي گڏ ٿي نه سگهيا آهن.

عربيءَ جي لغت "لسان العرب" جڏهن تيار ڪرائي ويئي هئي تڏهن عالمن جو هڪ وڏو تعداد عرب جي قبائلي ايراضين ڏانهن موڪليو ويو هو، جن تمام گهڻو وقت اتي رهي قبائلين جي روزمره جا الفاظ، محاوره ۽ اصطلاح پڌي پاڻ وٽ لکي گڏ ڪري آندا. اهڙيءَ ڪوشش ۾ ڪين نهايت گهڻو وقت لڳو، ڇوته عالم ايترو وقت هرهڪ قبيلي وٽ رهيا، جيتري وقت ۾ ڪين خاطري ٿي ته انهيءَ قبيلي جي سموري زبان جا الفاظ لکجي چڪا آهن. اها ڪوشش ايترو ته جامع هئي جو سڄي عرب ملڪ جو هڪ قبيلو به رهجي نه ويو هو. انهيءَ نموني سان گڏ ڪيل مواد کي هڪ هنڌ ويهي چنڊي ڇاڻي لغت جي ڪتاب ۾ آندو ويو. بيشڪ اهڙيءَ ڪوشش لغت جي ڪتاب کي مغياري بنائي وڌو.

اسان جي زبان ۾ پڻ هزارين، بلڪ لکين لفظ محاوره ۽ اصطلاح آهن، جي ديهاتي ماڻهو ۽ اڻ پڙهيل زالون روزمره جي گفتگو ۾ ڪم آڻينديون رهن ٿيون. اگر مٿين طريقي سان ڪا لغت گڏ ڪئي وڃي ته نهايت اهم ڪم ليکيو ويندو.

## چند الفاظ ۽ محاورا جي پڙهيل طبقو غلط معنائن سان ٿو استعمال ڪري.

**ڏاڪو:** هن لفظ جي معنيٰ آهي سياري جي موسم ۾ ڪنهن ڏينهن يا اونهي واهه تي نار يا هرلو چاڙهي، انجي وسيلي ڇيٽ جي بوڪ ڪيل اسان جي احبابن ڏاڪي جون معنائون هن طرح ڏنيون آهن. ڏاڪو = نار يا هرلو (غلام علي الانا نثر جي تاريخ ص 70) ڏاڪون = طعام وجهڻ جو ٿانءُ (جنهن کي مٽان گنبذ وانگر پڙ هوندو آهي) انهيءَ معنيٰ ۾ سراج صاحب پنهنجي لکيل افساني "ڀِٽي" ۾ بادل رسالي جي جلد 5 عدد ٻهرئين ڊسمبر 1968ع جنوري 1969ع ۾ صفحي 38 تي هن طرح لکيو آهي "سو تون معمولي سپاهي جي حرام ۽ حلال جي چڪر ۾ رهئين ته پوءِ ڏاڪون ئي پڪو"

**ڳهر**- هن لفظ جي معنيٰ آهي ننڊ جي غلبي جي شروعات. ڪن حالتن ۾ جڏهن بيمار ماڻهوءَ تي ننڊ جو غلبو ٿيندو آهي ۽ دماغ تي اثر پوندو اٿس، ان ڪري ڳالهائيندو ڪونه آهي. ان کي به ڳهر جي حالت ۾ چوندا آهن. غلام علي الانا صاحب جي ڪتاب سنڌي نثر جي تاريخ ۾ ص 70 تي لکيل آهي ڳهرڻ ڏيان.

**آٽنو**- هن جي معنيٰ آهي زمين جو اهڙو ٽڪر جو آباديءَ کان پوءِ ساهيءَ لاءِ ڇڏيل هجي. جيئن اهو ايندڙ فصل ۾ آباد ٿي سگهي. هن لفظ جي معنيٰ الانا صاحب لکي آهي غيرآباد زمين، سنڌي لغت جي جلد اول ۾ لکيل آهي ”غيرآباد زمين، زمين جو پيل ٽڪرو“ وغيره.

**سونهاري**- برڪت واري، سونهن واري، مجازي طور ڏاڙهي. محمد صديق ميمڻ مرحوم پنهنجي ڪتاب رهبر ذرجو ستون (1952ع کان اڳ وارن ڪتابن لاءِ) ۾ هڪ سٽ جي معنيٰ هن طرح لکي هئي: (ڪيچان آيو قافلو، ڇنگ سونهاريءَ جوڙ) ڪيچ کان جيڪا اُٺن جي قطار آيل هئي انهن جي ڇتن جون ڏاڙهيون وڏيون هيون. هتي سونهاريءَ مان خاص ڏاڙهي معنيٰ ورتي ويئي هئي ۽ ”جنگ“ جا قافلي جي صفت آهي، تنهن کي سونهاريءَ جي صفت بنايو ويو هو.

**هٿيو**- هن جي معنيٰ آهي بدي جي مهني جي 17، 21 ۽ 27 تاريخن مان ڪنهن به هڪ تي شام جو نهايت تيز طوفان جو مينهن سان اچڻ. ان طوفان ۾ ٻوڪون ڪري وڃي پٽ تي پونديون آهن. مرحوم قاضي عبدالغفور هالائي ديوان گل جو مرتب انهيءَ لفظ جي معنيٰ هٿ سان ڪيرائڻ تو ڪري. ان موجب ان لفظ واري غزل جي سٽ جي هن طرح معنيٰ ٿيندي، (پوءِ پڪيون ٿيون هٿيءَ، اي دل ڪيئن آيا ويا) پوءِ جڏهن ٻوڪون پڇي ويون تڏهن هٿن سان ڪيرايون ويون، اي دل هن دنيا ۾ ڪيترائي شخص اچي وڃي چڪا آهن.

**ڳلڊير**- هيءَ گاهه جو قسم آهي جيڪو زمين تي

جتي ٻه لڳندو آهي اتي سندس ڳنڍ مان ٻاڙون ڦٽي زمين ۾ لڳي وينديون آهن. سنه 1952ع کان 1960ع تائين ڪم ايندڙ ستين ڪتاب لاءِ يوسف برادرس وارن هڪ سنڌي رهبر ڇپايو هو، جنهن ۾ ڳنڍير جي معنيٰ ڳنڍيريءَ ڪي خيال ۾ رکي ڪمند جا ڇليل ٽڪرا ڄهرائي ويئي هئي.

هتي چند مثال ڏنا ويا آهن، ورنه اهڙيون هزارها غلطيون آهن. استاد ۽ انتظاميه کي تعليمي ادارن ۾ لغت جي صحيح استعمال جو رواج چالو ڪرڻ گهرجي. شاگردن کي لغت جي استعمال جو فن به سيکارجي.

**اشتقاق :**

اشتقاق جي معنيٰ آهي، ڪنهن شئي کي کولڻ يا چيرڻ ۽ ان جي اصليت ظاهر ڪرڻ. انهيءَ لحاظ سان جڏهين هي لفظ سنڌي ٻوليءَ جي ڪن لفظن جي پرک لاءِ ڪم آئيو، يعني ڇنڊيو ته هنن لفظن جا اشتقاق لهو ته پوءِ ڪوشش ڪري انهن لفظن جا بنيادي لفظ هٿ ڪيا. سنڌي ٻوليءَ ۾ سنڌي اصلي لفظن کانسواءِ عربي ۽ فارسي زبانن جا لفظ نهايت ڪثرت سان مليل آهن. انهن جي اشتقاقن ڪڍڻ لاءِ جدا جدا طريقا آهن. هتي خالص سنڌي، عربي ۽ فارسي الفاظن جا چند الفاظ مثال طور وٺي انهن جا اشتقاق ۽ بنيادي لفظ لکجن ٿا. جيڪڏهين اسان جو پڙهيل طبقو هنن اصولن کي ذهن ۾ رکي لفظن جا اشتقاق ڪندو يا استاد صاحب، اسڪولن ۾ پنهنجي شاگردن کي سنڌيءَ پڙهائيندي اشتقاق سيکاريندا هلندا ته سنڌي زبان جي واڌاري ۽ بهتريءَ لاءِ هڪ نيڪ قدم ليکجڻ ۾ ايندو.

---

# خالص سنڌي لفظ اشتقاقن ۽ معنائن سميت

| لفظ | ڇا مان نڪتل آهي ۽ معني |
|---|---|
| آٿت | آشوست – آسرو |
| آٿرڻ | آستا – ٿرڻ |
| آپگهات | آتم گهات – پاڻ مارڻ |
| آجڙي | آج پال – ٻڪرار |
| آچر | آدتيه وار – آرتوار |
| آرسي | آدرش – ڇٽني پاسن ڪان ڏسڻ |
| آسمان | آس مان – جنڊ وانگر |
| آکاڻي | آکيانڪ – ڪهاڻي |
| آگر | آنگل – آگر |
| آنڊو | انتر – آنڊو |
| اٻوجهه | آٻڌ – بي سمجهه |
| آکيرو | آشريه – پکين جو آکيرو |
| آنسون | آنسيه – ڳوڙها يا لڙڪ |
| اڀرو | اٻل – بي طاقت |
| اتر | آوتر – بدلو يا مٿيون پاسو |
| اٿاهه | استاهه – جنهن جو ڇيهه نه هجي |
| اٿڻ | اٿاڻ – ڪڙو ٿيڻ |
| اٽو | آٽڻ – پيٺل اٽو |
| اپار | آپار – بي انت |
| اپيرنش | آپيرنش – هيٺ ڪرڻ |
| اجگر | آج گر – ٻڪريءَ کي ڳهنڊڙ |
| اڄ | آديه – اڇوڪو ڏينهن |
| اچرج | آسچريه – حيرت |
| اڪ | آرڪ – وڻ جو قسم |

| لفظ | چا مان نڪتل آهي ۽ معنيٰ |
| --- | --- |
| اکر | آڪشر — نہ مٽجندڙ يعني حرف |
| اڱڻ | آنگن — صحن، اڳ واڙو |
| اندلٺ | اندر لٺ — آسمان ۾ ستن رنگن جو پٽو |
| انگوچو | انگ آڇ — اگھڙيڪڻ جوڪپڙو، پوتڙو |
| اوتارو | آوترڻ — لهڻ جي جاءِ يا ٽڪاڻو |
| اونده | انڌڪار — ڪاري رات |
| اهڪ | اسڪ — ڏک |
| ٻکيا | ڀڪشا — خيرات |
| پاچائي | پراتر جوء — پاءُ جي زال |
| پٽارو | پٽارگ — پيارو |
| ترو | تل — هيٺيون پاڱو |
| ٽج يا ٽڻ | سٽن — عورت جو ڪير يا ٻبو |
| ٿر | سٿل — بر، خشڪي |
| ٿلهو | سٿول — ماس ڀريل |
| ٽوپي | چوپن — مٿي ڍڪڻ جو ڪپڙو |
| ٺڳ | سٿگ — دغاباز |
| پاچو | ڇايا — ڇانوَ |
| پادر | پادتر — موچڙو يا ڪلو |
| پاند | پرانت — پلو |
| پاڻي | پانيہ — آب |
| پرکہ | پرڪشا — آزمائش |
| پرين | پيہ — پيارو |
| پڙهو | پٽن — سڪڻ |
| پگهرڻ | پرگلن — ڳرڻ |
| پوتڙو | پوتڪ — گوڏ جو ڪپڙو |

| لفظ | چاسان نڪتل آهي ۽ معنيٰ |
| --- | --- |
| ٻوڙهو | ٻودِ - ڪراڙو |
| پيارو | پريہ ڪار - وڻندڙ |
| پينگهو | پرينڪا - هندورو |
| پيءُ | پريہ - محبوب، پرين |
| جاچڻ | ياچن - پرکڻ |
| جڏو | جڊ - بيمار |
| جڳ | يگ - زمانو |
| جوڀن | يوڏن - جواني |
| جڀ | جهوا - زبان |
| جهرڪ | چڊگ - جهرڪ |
| چنڊ | چندر - چنڊ |
| چهنب | چنچ - نوڪ |
| چلر | شُلڪ - کلون |
| چوڪر | شاوڪ - نينگر |
| چيلو | چگل - ٻڪرو |
| دونهون | ڌوم - دونهون |
| ڌرتي | ڌرتري - زمين |
| ڏوهي | ڌاوڪ - ڪتي |
| ڌيءُ | ڌيتا - ڌيءُ |
| ڏيرو | دبل - ايڙو |
| ڍير | ڌرڻ - انبار |
| رڄ | ازليہ - سڄ |
| ڏکڻ | دَڪشڻ - ڏکڻ |
| ڏڪار | دشت ڪال - ڏکيو وقت |
| ڏند | دچن ڏند |

| لفظ | چامان نڪتل آهي ۽ معنيٰ |
|---|---|
| ڍولڪ | دهلڪ ـ ڍولڪي |
| سانورو | سامل ـ سانولو |
| سڏ | شبد ـ واڪو |
| سکھ | سک ـ پل |
| سومر | سوم وار ـ چنڊ جو ڏينهن |
| سهاڳڻ | سوڀاڳڻي ـ ور سهاڳڻ |
| سھڻو | شوڀن ـ وڻندڙ |
| سيارو | شيت ڪال ـ سيءَ جي موسم |
| شينهن | سنهه ـ شير |
| ڪانڌ | ڪنت ـ مڙس |
| ڪپڙو | ڪپڙ ـ لٽو |
| ڪک | ڪڪش ـ گاهه جو تيلو |
| ڪنڊو | ڪنٽڪ ـ وڻ جو ڪنڊو |
| ڪنئرو | ڪومل ـ نرم |
| گدڙ | گرڌر ـ جانور جو قسم |
| گڏهه | گردڀ ـ گڏهه |
| ڳنڍ | گرنٿ ـ هڙ |
| گهوڙو | گهوٽڪ ـ گهوڙو |
| نراڙ | للاٽ ـ نرڙ |
| لوهار | لوهه ڪار ـ لوهر |
| مائٽ | متر ـ مائٽ |
| مک | مشٽڪا ـ پيڙيل هٿ |
| نينگر | نگن ـ اگهاڙو |
| وڇون | ورشڪ ـ پٽون |
| ويساهه | وشواش ـ اعتبار |
| هنيون | هردي ـ دل |

## عربي الفاظ اشتقاقن ۽ معنائن سميت:

سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ عربي لفظ نهايت گهڻا ۽ ساڳيءَ صورت ۾ استعمال ٿين ٿا. اسان جڏهن پڙهندا هئاسون، تڏهين استادن اسان کي هڪ عام قاعدو ٻڌايو هو، جنهن کي عمل ۾ آڻڻ سان عربي الفاظن جا اشتقاق نڪري ٿي سگهيا. اهو قاعدو هو ته عربي لفظن مان ي، ت، س، م، ن، و ۽ الف وارا حرف ڪڍي ڇڏبا ته انهن جا اشتقاق نڪري ايندا. انهيءَ قاعدي تي عمل ڪرڻ لاءِ ”يتسمنوا“ جو لفظ ئاهي ياد ڪرائي ڇڏيو هئائون. اسان جڏهين مٿي آياسون ۽ اهو قاعدو لڳائي اشتقاق ڪڍياسون ته بلڪل غلط ثابت ٿيو. مثلاً: تعليم جو اشتقاق آهي ”علم“، مگر مٿين قاعدي موجب ”م“ نڪرڻ گهرجي، ان بعد بچندو ”عل جنهن جي ڪابه معني ڪانه آهي. يا تعميل جو اشتقاق آهي ”عمل“ مگر مٿين قاعدي موجب ان جو به ”م“ نڪري ويندو ۽ پوءِ وڃي ”عل“ بچندو جنهن جي تعميل سان ڪابه نسبت ڪانه آهي. ان ڪري اهو قاعدو ڪليه نه آهي، بلڪ جزيه آهي.

عربي لفظن جا اصلي ۽ بنيادي لفظ مجرد ثلاثي هوندا آهن، يعني اهي ٽن حرفن تي مشتمل هوندا آهن. اشتقاق لهڻ لاءِ اهي اصلي ٽيئي حرف ڳولڻا پوندا آهن. عربي زبان جي صرف و نحو جي عالمن جو چوڻ آهي ته عربيءَ جا اڪثر الفاظ ڪن وزنن تي ٺهيل آهن (وزن لاءِ تلفظ جي سمجهاڻ وقت اسان مثالن سان سمجهائيون هن ڪان اڳ، هن ڪتاب جي هن ئي باب ۾ ڏنيون آهن ۽ مثال طور سيني وزن وارا لفظ ڏنا اٿئون.) انهن وزن ئاهڻ لاءِ بنيادي مجرد ثلاثيءَ جو نمونو ”فعل“ کي مقرر ڪيو ويو آهي. جيڪي لفظ ”فعل“ جي وزن تي آهن، انهن جو اشتقاق نه ٿيندو ڇو ته اهي بنيادي صورت ۾ استعمال ٿين ٿا، باقي جيڪي لفظ ٽه حرفا نه آهن، رباعي، خماسي ۽ مزيدفيه آهن انهن کي هڪ اصول تحت مجرد ثلاثيءَ ۾ آڻبو آهي. يعني

وڌيڪ حرف جن جي گڏڻ سان (فعلت، فعال، فعالت، فعول، فعلان، مفعلت، افعال ۽ ٻيا) وزن ٺهيا آهن، انهن حرفن کي حرف زائد سڏبو آهي. اهي ڪڍي ڇڏبا ته اصلي مجرد ثلاثي ملندا مثلا "فعلت" کي مجرد ثلاثيءَ ۾ آڻڻ لاءِ ف، ع، ل بحال رکبو، چو ته ف، ع ل "فعل" بنيادي ثلاثي مجرد ۾ آهن. باقي "ت" حرف ڪڍي ڇڏبو جو چوٿون آهي. هاڻي انهيءَ وزن تي جڙيل ٻيني لفظن مان چوٿان حرف ڪڍي ڇڏبا ته سندن اصلي لفظ يا اشتقاق ملندا. جيئن "بدعت" مان "بدع" "حضرت" مان "حضر" "رحمت" مان "رحم"، "حشمت" مان "حشم" وغيره

ساڳيءَ طرح "فعال" جي وزن تي ٺهيل لفظن مان "الف" ٽئين نمبر وارو حرف ڪڍبو. "فعالت" جي وزن تي ٺهيل لفظن مان ٽيون ۽ پنجون حرف ڪاٽي ڇڏبو. "فعول" جي وزن تي ٺهيل لفظن مان ٽيون حرف ڪڍبو "فعلان" وزن تي ٺهيل لفظن مان چوٿون ۽ پنجون حرف ڪڍبو. "مفعلت" وزن تي ٺهيل لفظن مان پهريون ۽ پنجون حرف ڪڍبا. "افعال" وزن تي ٺهيل لفظن مان پهريون ۽ ٽيون حرف ڪڍبو "افتعال" وزن تي ٺهيل لفظن مان پهريون، ٽيون ۽ پنجون حرف ڪڍبو ته سندن اشتقاق يا اصلي لفظ ملي ويندا، هن نقشي ۾ مثال طور هر هڪ وزن جا ٻه اشتقاق ڏجن ٿا.

| وزن | وزن ٺهيل لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
|---|---|---|
| فَعْل | حمد | حَمد ـ تعريف |
| | قصد | قَصد ـ ارادو |
| | غدر | غدر ـ بي وفائي |
| فِعْل | ذِڪر | ذڪر ـ ياد |
| | | حرص ـ لوڀ |

| وزن | وزن تي ٺهيل لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
|---|---|---|
| فُعْلُ | رعب | رعب - دهشت |
| | خبث | خبث - پليدي |
| فُعُلُ | حُمُق | حمق - بي وقوفي |
| | عمق | عمق - اونهائي |
| فَعَلُ | طلب | طلب - گهر |
| | ظفر | ظفر - فتح |
| فِعَلُ | ڪبر | ڪبر - پوڙهپڻ، بزرگي |
| | صغر | صغر - ننڍپڻ |
| فَعْلَتَ | دولت | دول - گردش |
| | رجعت | رجع - واپسي |
| فِعْلَتَ | حڪمت | حڪم - دانائي |
| | عِصمَتَ | عصم - پاڪائي |
| فُعْلَتَ | سرعت | سرع - جلدي |
| | نصرت | نصر - مدد |
| فَعَلَتِ | برڪت | برڪ - پاڪ |
| | حرڪت | حرڪ - چرپر |
| فَعَال | خراب | خرب - ڪنو |
| | طواف | طوف - ڦرڻ |
| فِعَال | وِصال | وصل - ملڻ |
| | جدال | جدل - وڙهڻ |
| فُعَال | سوال | سول - پڇڻ |
| | براق | برق - وڄ، وڄ جهڙو تڪ |
| فَعالَتَ | بلاغت | بلغ - وڏائڻ |
| | جهالت | جهل - بي علمي |

| وزن | وزن تي ٺهيل لفظ | اشتقاق ۽ معناءُون |
|---|---|---|
| فِعَالَتَ | زيادت | زيد ـ گهٽائي |
| | ڪتابت | ڪتب ـ لکڻ |
| فُعُوْلُ | طُلُوْعُ | طلع ـ ايرڻ |
| | جلوس | جلس ـ ويهڻ |
| فُعُوْلَتَ | حڪومت | حڪم ـ بادشاهي |
| | سهولت | سهل ـ سولائي |
| فَعَلاَنُ | حيوان | حيو ـ ساهه وارو |
| | دوران | دور ـ گهمڻ |
| فِعْلاَنُ | حرمان | حرم ـ نا اميد |
| | عرفان | عرف ـ سڃاڻپ |
| فُعْلاَنُ | ڪفران | انڪار ڪرڻ |
| | سبحان | سبح ـ پاڪائي |
| مَفْعَلَتَ | مرحمت | رحم ـ مهرباني |
| | مشورة | شور ـ صلاح ڪرڻ |
| فَعِيلَتَ | بصيرت | بصر ـ ڏسڻ يا روشني |
| | مديحت | مدح ـ تعريف |
| اِفْعَالُ | امداد | مدد ـ مدد يا همراهي |
| | اخبار | خبر ـ خبر ڏيڻ |
| * افالت | اقامت | قوم ـ بيهڻ |
| | اعانت | عون ـ مدد |

* جن عربي فعلن جي وچ ۾ "و" ۽ "ي" ايندو آهي، آهي "افعلت" بدران افالت جي وزن تي هوندا آهن. انهن جي اشتقاق ڪرڻ وقت "الف" يا "ي" جي عيوض "و" پڙهبو ۽ لکبو آهي.

| وزن | وزن تي ٺهيل لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
|---|---|---|
| اَفْعَالٌ | اخلاق | خلق ـ سٺا لڇڻ |
| | آداب | ادب ـ فضيلت |
| اِفْتعَال | اصطلاح | صلح ـ ٻي معنيٰ وٺڻ |
| | اجتهاد | جهد ـ ڪوشش |
| اِفْتِعَال | اتّباع | تبع ـ پيروي ڪرڻ |
| | اطّلاع | طلع ـ ظاهر ٿيڻ، خبر ڏيڻ |
| اِستْفعَال | استحقار | حقر ـ نفرت |
| | استغفار | غفر ـ بخشش گهُرڻ |
| اِنْفعَالٌ | انقلابَ | قلب ـ ڦيرو يا تبديلي |
| | انقسام | قسم ـ ورهاڱو |
| تَفَاعُلٌ | تَبَدُّلِ | بدل ـ مٽا سٽا |
| | تعجب | عجب ـ حيراني |
| تَفَعُّلَ | تعاقب | عقب ـ پٺيان پوڻ |
| | تفاخر | فخر ـ هٺ يا ناز ڪرڻ |
| تَفْعِيلٌ | تشريح | شرح ـ کولي بيان ڪرڻ |
| تَفْعِلَة | تبصرة | بصر ـ ظاهر ڪرڻ روشني وجهڻ |
| مُفَاعِلَت | ممانعة | منع ـ روڪڻ |

## پارسي الفاظ اشتقاق ۽ معنائن سميت:

سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪي به فارسي ٻوليءَ جا لفظ استعمال ٿين ٿا انهن مان ڪيترا مرڪب لفظ آهن، انهن لفظن ۾ اڪثر اهڙا لفظ آهن جن ۾ هڪ اسم جي پٺيان ڪا پڇاڙي ملائي ڇڏڻ سان لفظ ٺهيل هوندو آهي. اهي لفظ فاعل، مالڪ، رکندڙ ۽ جاءِ جي معنيٰ ڏيکاريندڙ هوندا آهن. ٻيا اهڙا لفظ هوندا آهن جن ۾ هڪ حصو اسم هوندو آهي ۽ ٻيو ڀاڱو فعل هوندو آهي. بعضي

حرفن جي پٺيان فعل اچي مرڪب لفظ ٺاهيندا آهن، ڪن حالتن ۾ لفظ سڌو سنئون مصدر مان نڪتل هوندا آهن. انهن کي حاصل مصدر چئبو آهي.

هن هيٺ انهن سڀني لفظن مان ڪن چوند لفظن جو ذڪر ڪجي ٿو. پوريءَ معلومات لاءِ لغت جا ڪتاب ڏسڻ گهرجن.

## پڇاڙيون جن جي ملائڻ سان فاعل، مالڪ يا رکندڙ جي معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ ٺهن ٿا.

گار، مند، وند، ور، گر، گير، آور، وار، آرو، وارو، خدا، يار، هار، دار، بان، وان، ناڪ، گير ۽ چي.

**ٺهيل الفاظ:**

پروردگار، خدمتگار، ستمگار، عقلمند، هنرمند، دردمند، دولتمند، درد وند، بختاور، تاجور، مزدور، رنجور، دادگر، ڪاريگر، دلگير، ڪفگير، دلاور، سزاوار، سونارو، ڏاتار، ڪنيار، لوهار، مگڻهار، ڪمدار، تاجدار، مالدار، خدايار، بختيار، ناڪتخدا، ناخدا، دربان، نگهبان، فيلبان، چوبدار، پهلوان، بنديوان، هيبتناڪ، خوفناڪ، غمناڪ، غمگين، رنگين، شوقين، (ترڪي الفاظ جيڪي "چي" پڇاڙيءَ سان ٺهن ٿا.)

خزانچي، بورچي، مشعلچي، بندوقچي، توبچي.

## اهي پڇاڙيون جن جي ملائڻ سان جاءِ يا گهڻائي ڏيکاريندڙ لفظ ٺهن ٿا.

ستان زار، بار، سار، سرا، خانه.

**ٺهيل الفاظ:**

پاڪستان، هندستان، افغانستان، عربستان، گلستان، گلزار، لاله زار، مرغزار، خاڪسار، ڪوهسار، نمڪسار، دربار، مهمانسرا، حرمسرا، قافله سرا، غريب خانه، خسخانه، خمخانه، دوا خانه، ڪتب خانه.

مٿين لفظن جي پڇاڙين کي جدا ڪبو ته انهن لفظن

جا اشتقاق ملي ويندا، انهن پچاڙين ۾ ڪي خالص پچاڙيون آهن ته ڪي وري مصدرن مان نڪتل آهن. مصدرن مان نڪتل پچاڙين جا اصلي مصدر لڪا پوندا. مثلاً ”گير“ جو مصدر آهي ”گرفتن“ ”آور“ جو مصدر آهي ”آوردن“ ۽ ”دار“ جو مصدر آهي ”داشتن“ پارسي مصدرن مان عام مصدر هتي جدا ڏنا ويندا.

## حاصل مصدر:

پارسيءَ جي مصدرن مان امر ناهي، امر جي پٺيان ”ش“ ملائبو آهي ته حاصل مصدر ٺهي پوندو آهي. سنڌي گرامر ۾ انهن کي اسم ذات چئبو آهي.

| حاصل مصدر | مصدر | معنيٰ |
|---|---|---|
| آموزش | آموختن | سکڻ |
| آرائش | آراستن | سينگارڻ |
| آفرينش | آفريدن | پيدا ڪرڻ |
| آميزش | آميزدن | ملائڻ |
| بارش | باريدن | وسڻ |
| بخشش | بخشيدن | ڏيڻ، عطا ڪرڻ |
| بندش | بنديدن | ٻڌڻ |
| ورزش | ورزيدن | ورزش ڪرڻ |
| پرسش | پرسيدن | ورزش ڪرڻ |
| پذيرش | پذيرفتن | قبول ڪرڻ |
| پرستش | پرسيدن | پوڄا ڪرڻ |
| پوشش | پوشيدن | ڍڪڻ |
| پيچش | پيچيدن | لپيٽڻ |
| پرورش | پروردن | پالڻ |

| حاصل مصدر | مصدر | معني |
|---|---|---|
| تابش | تافتن | چمڪڻ، گرمي ڏيڻ |
| جنبش | جنبيدن | چرپر ۾ اچڻ |
| خواهش | خواستن | خواهش با سڌ ڪرڻ |
| خورش | خوردن | کائڻ |
| دِهش | دادن | ڏيڻ |
| بينش | ديدن | ڏسڻ |
| دانش | دانستن | ڄاڻڻ |
| روش | رفتن | هلڻ، وڃڻ |
| زنش | زدن | ڌڪ هڻڻ |
| سوزش | سوختن | ساڙڻ |
| فرمايش | فرمودن | حڪم ڏيڻ |
| ڪشش | ڪشيدن | ڇڪڻ |
| ڪوشش | ڪوشيدن | ڪوشش ڪرڻ |
| گذارش | گذاشتن | ڇڏي ڏيڻ |

## اهڙا پارسي مصدر جن مان ٺهيل لفظ عام طور ڳالهايا ويندا آهن

افزودن – وڌائڻ
آوردن – آڻڻ
افشاندن – ڇنڪارڻ
آرميدن – آرام ڪرڻ
آشاميدن – پيئڻ
ويختن – لٽڪائڻ
انگيختن – اڀارڻ
بازآمدن – واپس اچڻ

آمدن – اچڻ
آزمودن – آزمائڻ
افگندن – زمين تي ڪيرائڻ
آزردن – رنج ڪرڻ
آگاهيدن – واقف ڪرڻ
انباردن – ڍڪ ڪرڻ
افروختن – روشن ڪرڻ
بازداشتن – ڇپائي رکڻ

بخشودن ـ معاف ڪرڻ برداشتن ـ کڻڻ، قبول ڪرڻ

بردن ـ کڻڻ، حاصل ڪرڻ، پڪڙڻ بستن ـ ٻڌڻ، ترتيب ڏيڻ

| | |
|---|---|
| بافتن ـ اڻڻ | بازيدن ـ راند ڪرڻ |
| برخاستن ـ اٿڻ، پري ٿيڻ | باشيدن ـ رهڻ |
| باليدن ـ وڌو ٿيڻ | بريدن ـ جدا ٿيڻ |
| پختن ـ پچڻ | پراندن ـ اڏائڻ |
| پديدن ـ ظاهر ٿيڻ | پذيرفتن ـ قبول ڪرڻ |
| پراشيدن ـ پريشان ڪرڻ | پراگندن ـ ٽيڙڻ، مشغول ٿيڻ |
| پسنديدن ـ پسند ڪرڻ | پنديدن ـ نصيحت ڪرڻ |
| پنداشتن ـ خيال ڪرڻ | پوشيدن ـ ڍڪڻ |
| چسپانيدن ـ چنبڙائڻ | چسپيدن ـ چنبڙائڻ |
| چشيدن ـ چکڻ | چڪيدن ـ ڦڙو ڦڙ ٿي ڪرڻ |
| چوسيدن ـ چوسڻ | چيدن ـ چونڊڻ |
| خسپيدن ـ سمهڻ | خفتن ـ ننڊ ڪرڻ |
| خميدن ـ پيٽو ٿيڻ، نمي بيهڻ | خوشيدن ـ خشڪ ٿيڻ |
| دريدن ـ چيرڻ، ڦاڙڻ | دادن ـ ڏيڻ |
| داشتن ـ رکڻ | دريافتن ـ پڇاڪرڻ، تحقيق ڪرڻ |
| راندن ـ هلائڻ | ربودن ـ ڦري وڃڻ |
| رسانيدن ـ رسائڻ | رستن ـ ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ |
| زادن ـ ڄمڻ | زيستن ـ جيئڻ |
| ساختن ـ جوڙڻ | سپردن ـ حوالي ڪرڻ |
| سفتن ـ سوراخ ڪرڻ يا پوئڻ | فريفتن ـ ٺڳڻ، غافل ڪرڻ |
| ڪشتن ـ ڪهڻ | ڪوفتن ـ ڌڪ هڻڻ |
| گرفتن ـ وٺڻ | گفتن ڳالهائڻ |
| لافيدن ـ ٻٽاڪ هڻڻ | نشستن ـ ويهڻ |
| نوشتن ـ لکڻ | نمودن ـ ظاهر ڪرڻ، پڌرو ڪرڻ يا ٿيڻ |

يافتن ـ لهڻ، حاصل ڪرڻ، لهڻ.

انهن مصدرن مان ٺهيل فارسي لفظن کان سواءِ ٻيا ڪيترائي اسم، صفتون ۽ حرف آهن جي سنئون سڌو يا بدليل صورت ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ استعمال ٿين ٿا. ان لاءِ لغت جا ڪتاب ڏسڻ گهرجن ۽ سندن بدلجڻ جي اسبابن خواه اصولن جو مطالبو ڪجي.

**اصطلاح ۽ پهاڪا:**

اهڙيون ٻوليون جن ۾ اصطلاح، پهاڪا ۽ چوڻيون گهڻي تعداد ۾ هجن تن کي سڌريل ۽ شاهوڪار ٻوليون چئبو آهي، هر هڪ ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن ۾ ڪجهه ماڻهو اهڙا به هوندا آهن، جيڪي پنهنجي تجربن ۽ واقعات جي نتيجن کي ڊيگهه جي بدران ٿورن لفظن ۾ پيش ڪندا آهن. انهن لفظن ۾ هجوم جي لحاظ سان نهايت ٿورائي هوندي آهي، مگر معنيٰ مطلب ۽ مفهوم جي لحاظ سان نهايت وسيع هوندا آهن. اهڙن مختصر لفظن جي مجموعن کي اصطلاح چئبو آهي. اصطلاح ۾ پويون لفظ اڪثر ڪري مصدر هوندو آهي. هر هڪ اصطلاح پنهنجي جاءِ تي معنائن جي وڏي تعداد جو حامل هوندو آهي. جهڙيءَ طرح سائنسي علوم ۾ نهايت وڏا فارمولا چند ليڪن ڪيڻ سان بيان ڪري سگهبا آهن. تهڙيءَ طرح نهايت وڏي ۽ ڪشادي مطلب کي اصطلاح جي مدد سان نهايت ٿورن لفظن ۾ پيش ڪري سگهبو آهي. مثلاً ”ڪن مهٽڻ“ اصطلاح هن قسم جي مشاهدي ۽ واقعي تان ٺهيو آهي. ڪنهن ماڻهوءَ پاڻ کان ننڍي يا ڪمزور ماڻهوءَ کي چڙ ۾ اچي ڪنن مان وٺي ٻه چار چڪون ڏنيون هونديون ۽ چهٽين سان مهٽيو هوندو، انهيءَ ساديءَ سزا جو هن تي وڏو اثر پيو هوندو، جنهن جي نتيجي ۾ انهيءَ سزا يافته شخص اها عادت جنهن تان ڪن مهٽ ٿي هونديس سا ڇڏي ڏني هوندي؛ اهڙو عمل جڏهين ٻه چار دفعا وقوع پذير ٿيو هوندو ۽ ساڳيو نتيجو نڪتو هوندو، تڏهين ساديءَ سزا ڏيڻ ۽ معمولي خراب عادت ڇڏائڻ لاءِ دانائن اهو اصطلاح ٺاهي ڇڏيو هوندو. ان بعد اهو اصطلاح عام ٿي ويو هوندو. هاڻي ته

سيڪو پيو چوندو آهي ته فلاڻي کي ڪن مهٽ ڪانه ٿي نه ته هوند سڌري وڃي.

سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ اهڙا دانائيءَ تي ٻڌل اصطلاح هزارن جي تعداد ۾ آهن ۽ روزمره استعمال ۾ ايندا رهن ٿا. اصطلاحن گڏ ڪرڻ جي ٻه دفعا ڪامياب ڪوشش ٿيل آهي. پهريون دفعو پيرومل مهرچند ڪوشش ڪئي ۽ گلقند ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيائين. ان بعد غلام اصغر وندير سابق انسپيڪٽر آف اسڪولس خيرپوريءَ ڪوشش ڪري سنڌي ڪٿمڻا عرف اصطلاحات اصغر ڇپارايو. جيتوڻيڪ اهي ڪتاب نهايت سٺا لکيل آهن، ان هوندي به اڃا ڪيترا اصطلاح اهڙا رهيا آهن، جي انهن ڪتابن ۾ اچي نه سگهيا آهن. اصطلاحن جو استعمال ٻوليءَ کي سينگاري ٿو.

اصطلاحن وانگر پهاڪا يا چوڻيون پڻ ادبي خزانو آهن، جن ۾ نهايت وڏن واقعن جو نچوڙ ڏنل هوندو آهي ۽ دانائيءَ جا ڀنڊار ڀريل هوندا اٿن. اصطلاحن وانگر پهاڪا به ڪن دانائن کي واقعا ڏسي ۽ انهن جا نتيجا معلوم ڪري پوءِ ٺاهيا آهن. پهاڪا سمجهو ته واقعن جي اسبابن جا قانون آهن جي نهايت پڪا ۽ نه متجندڙ آهن. انهن جو استعمال ٻوليءَ جي فصاحت ۽ بلاغت کي وڌائي ٿو. پهاڪو مختصر نويسيءَ جو بهترين نمونو آهي. مثلاً ڪنهن ٻيلي ۾ ڪي ميهار رهندا هئا، سندن ڪم هو صبح جو مينهيون ڀهرائي وڃڻ ۽ شام جو ورائي پاڻ تي آڻڻ ۽ سندن سنڀال ڪرڻ. انهن ميهارن ۾ هڪ اهڙو ماڻهو هو جو پنهنجي مال سان ڪونه ويندو هو ۽ ستو پيو هوندو هو، ٻين کي چوندو هو ته اوهان پنهنجي مينهن سان وڃو ٿا، منهنجون به ڪاهيو وڃو، انهيءَ سال ڏاڍا گاهه ٿيا، ڪل مينهون ساوون ٿيون، جڏهين ويامڻ تي چالو ٿيون، تڏهين ڪم ڪندڙ پاڳين ڇا ڪيو جو جڏهين مينهون گڏجيو ويامن ۽ سندن مينهون پاڏا يا ڪونها ڏين ۽ هن سست جي مينهن کي وڇيون ٿئين ته هو تازا ڦر بدلايو ڇڏين، اهڙيءَ طرح ڦير گهير

سان سست جي سيڻي ميٺهين جا ڪونهان رهجي ويا ۽ هنن جون اڪثر وچيون ٿي ويئون. هڪ دفعي سست ۽ عباش همراهه پڇيو ته هي ڇا ٿيو، اوهان جي ميٺهين وچيون ڏنيون ۽ منهنجا ڪل پاڏا ٿيا. ان تي سائين وراڻي ڏنهس ته اسان محنت ڪندا هئاسون ان جي بدلي ۾ وچيون مليونسون، تون سُتو پيو هوندو هئين تڏهين توکي ڪونهان مليا. انهيءَ تان سياڻن پهاڪو ٺاهيو ته

**"وڏن جون وچيون ستن جا ڪونهان."**

سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ اهڙين چوڻين جو ڪاٿوئي ڪونهي آهي.

هن سلسلي ۾ پڻ اسان جي اديبن ڪوششون ڪيون آهن ۽ سندن محنتن جي نتيجي ۾ ڪيولرام جو لکيل ڪتاب "گل شڪر" ۽ عبدالڪريم سنديلي جو لکيل ڪتاب "پهاڪن جي پاڙ" سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ لکجي ميدان تي آيا.

اصطلاحن ۽ پهاڪن ڪانسواءِ ٽوٽڪا به آهن يعني ننڍڙيون ڳالهيون جي به فصاحت، بلاغت ۽ سلاست سان ڪَڏ حڪمت جي خزانن جي مثل آهن. جيئن ته هڪ فقير کي ڪتي پٺي ڏاڙهيو، پڇيو ويس ته غريب فقير کي ڇو ٿو ڪائين، ان جو جواب ڏنائين "آئون ڪتو آهيان ته ته پنهنجي ڏڻيءَ جي در تي بک ڏک ۾ وينو آهيان، هي انسان آهي، سو پنهنجي مالڪ حقيقيءَ کي ڇڏي وٽي ٿو بين جي هٿن ڏانهن ڏسندو. انهي بچڙي لچڻ ڪري ٿو هن کي "ڏاڙهيان" ٽوٽڪن جو هڪڙو ڪتاب بنام "گل" ديوان ڪيولرام لکيو هو، جو نئين سر ادبي بورڊ ڇپايو آهي.

اسان جي تعليمي ادارن ۾ ڪم اينڊڙ درسي ڪتابن ۾ اصطلاح، پهاڪا ۽ ٽوٽڪا به استعمال ٿيندا آهن، جيڪڏهن سنڌي پڙهائيندڙ استاد هن طرف توجه ڏين ته هوند مٿين درجن جي شاگردن کي ڪيترائي اصطلاح، پهاڪا ۽ ٽوٽڪا معنائن ۽ استعمال سميت سيکاري سگهن ٿا. جيتوڻيڪ ٿوري تعداد ۾ سيکاريا به ويندا آهن، تاهم تجربن ثابت ڪيو آهي ته اها سکيا نه جي برابر آهي.

———

# باب پنجون

## سنڌي مادري زبان جي حالت ۽ ان جي تعليم

### پاڪستان ۾ سنڌي تعليم جي حالت:

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ سنڌي زبان مئٽرڪ جي امتحان تائين لازمي ٺهرايل هئي يعني سنڌي ڇوڪرن لاء ضروري هو ته هو پنهنجي مادري زبان ۾ تعليم حاصل ڪن ۽ مٿانهن امتحانن جي سوالن جا جواب ان ۾ ڏين. پاڪستان ٺهڻ بعد اردوءَ کي قومي زبان جو درجو ڏنو ويو ۽ انگريزي به بدستور دفتري زبان رهي. ان ڪري سنڌ جي قديم باشندن جي پڙهيل طبقي، انگريزن جي دور واريءَ ذهنيت جو مظاهرو ڪندي، پنهنجا ٻار اردوءَ ۽ انگريزيءَ ۾ تعليم ڏيندڙ ادارن ۾ ڇڏيا. ان جو نتيجو هيءَ نڪرندو رهيو جو نوان سنڌي ته ڇڏيو پر اصلي سنڌي به پنهنجي زبان کي غير معياري، غير علمي ۽ غير ادبي ٻولي تصور ڪندي محسوس ٿيڻ لڳا.

ٻئي طرف سنڌ سرڪار جي حڪام جو فيصلو هو ته اصلي سنڌي ماڻهو اردوءَ کي به هڪ لازمي سبجيڪٽ ڪري کڻن ۽ نوان سنڌي وري سنڌيءَ کي هڪ لازمي سبجيڪٽ ڪري کڻن اهو سلسلو ٽئين درجي کان مئٽرڪ تائين چالو ڪيو ويو. انهيءَ رٿ جو نهايت چڱو نتيجو نڪتو ۽ نوان سنڌي مئٽرڪ تائين سنڌي پڙهڻ لڳا جنهن سبب سنڌن تعلقات هتي جي اصلي باشندن سان وڌندا ٿي آيا. مئٽرڪ کان پوءِ پنهنجي ڏرڻ لاء آزادي هئي.

گذريل مارشلا ۾ مارشلا حڪام طرفان نون سنڌين لاء سنڌي زبان پڙهڻ لازمي نه ٺهرائي ويئي. مگر اصلي سنڌي شاگردن لاء اردو لازمي ٺهرائي ويئي جا ٻارهينءَ جماعت تائين بدستور پڙهڻ ۾ ايندي رهي ٿي. گذريل سال کان وري آفيسرن لاء لازمي ٺهرايو ويو آهي ته هو علائقائي ٻولين جا امتحان ڏين.

سنڌ يونيورسٽيءَ خواهه ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌيءَ جا ڊپارٽمينٽ ڪم ڪري رهيا آهن، جتي ايم. اي. تائين سنڌيءَ ۾ ڊگريون ڏنيون وڃن ٿيون. پاڪستان جي ٻين يونيورسٽين ۾ اچا سنڌيءَ جا شعبا نه کوليا ويا آهن، جي ضرور کولڻ گهرجن.

سنڌ يونيورسٽيءَ هن سال کان هاءِ اسڪولن جي استادن جي تربيت لاءِ به سنڌيءَ کي ذريعو تعليم قرار ڏنو آهي. ضروري آهي ته انگريزي جي ادب کان سواءِ ٻيا ڪل امتحان سنڌيءَ ۾ لکڻ ۽ پڙهڻ ذريعي ڏجن ان لاءِ سنڌ جي عوام جي گهر چالو آهي. ان کان سواءِ سائنسي علوم جا ڪتاب به سنڌيءَ ۾ ڪري، اها تعليم به سنڌيءَ ۾ ڏيڻ گهرجي.

سنڌيءَ ۾ معياري لغت جو ڪو ڪتاب ڇپايل ڪونه آهي، نڪو وري ڪو انسائيڪلوپيڊيا ئي تيار ٿيل آهي. ان ڪري هڪ خال محسوس ٿي رهيو آهي، يونيورسٽي آف سنڌ، سنڌ يالاجيءَ جو شعبو کوليو آهي، اميد ٿي ڪجي ته اهو شعبو، سنڌيءَ جي خدمت ۾ وسئون ڪين گهٽائيندو ۽ سنڌي ادب جي تاريخ، سنڌي لغت، سنڌي گرامر ۽ سنڌي انسائيڪلوپيڊيا تيار ڪرائيندو.

سول سروس امتحانن بہ سنڌيءَ جو پرچو رکيل آهي. ان گڏ آفيسن ۾ به ڪنهن حد تائين سنڌيءَ ۾ لکپڙهون پيون ٿين. ضرورت آهي ته سنڌي ٻولي جن حدن ۾ ڳالهائي ٿي وڃي، انهن حدن اندر آفيسن جو سمورو ڪاروبار سنڌيءَ ۽ اردوءَ ۾ هلڻ گهرجي. جيئن سنڌيءَ ٻوليءَ جو آئيندو اميدن پريو ٿي پوي.

موجوده حالتن ۾ سنڌيءَ ٻوليءَ جو مستقبل اونداهو نظر ڪونه ٿو اچي، ان هوندي به اڃا زياده ڪوشش ڪري سنڌيءَ جو عام چرچو پيدا ڪرڻ گهرجي. جهڙيءَ طرح ٻين ڪمن لاءِ خاص سيمينار ۽ ريفريشرس ڪورس منعقد ٿيندا ٿا رهن، سنڌيءَ لاءِ به اهڙا انتظام ڪجن. ان کان سواءِ سنڌيءَ تي تحقيق ۽

ريسرچ جي ڪم جو شعبو يونيورسٽي ۾ ڪولڻ گهرجي، جنهن ۾ سنڌي خواه ٻاهران آيل ماڻهو اچي تحقيق ڪن ۽ ڊاڪٽريٽ جون ڊگريون حاصل ڪن. افسوس آهي جو سنڌيءَ تي ريسرچ لاءِ انگلنڊ وڃڻو پوي ٿو. (سال ١٩٧٠-١٩٧١ع کان سنڌيءَ ۾ پي. ايچ. ڊي جي اجازت (سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان) ڏني ويئي آهي).

## 2- مادري زبان پڙهائڻ جا مقاصد:

انسان جنهن کي اشرف المخلوقات جو لقب مليل آهي، اهو سڀني ساهوارن خواه ٻين ٻي جان شين کان انهيءَ ڪري عظمت وارو آهي جو هو ڳالهائي سگهي ٿو. عربيءَ جي مشهور چوڻي ته انسان "ناطق حيوان" آهي. اها به مٿين راءِ جي پٺ ڀرائي ڪري ٿي، يعني انسان هوندي ته حيوان آهي پر ڳالهائيندڙ هئڻ سبب ٻين حيوانن کان مٿاهون آهي.

جيئن ٻولي انسان جي خاص گڻ ۽ خدائي انعام مان آهي تيئن ان جي تعليم ۽ ان جي ذريعي تعليم به انسان جو ازلي ۽ پيدائشي حق آهي. الله تعاليٰ دنيا جو خالق مالڪ ۽ حقيقي حاڪم آهي. ان جي طرفان به سڀني قومن کي سندن مادري زبان ۾ تعليم ڏيڻ جو بندوبست ڪيل آهي. اهو ئي سبب آهي جو جنهن به قوم ۾ هادي يا رهبر موڪليو اٿس، ان کي انهيءَ زبان ۾ صحيفا ۽ ڪتاب ڏنا اٿس. جيڪا هنن ماڻهن جي مادري زبان آهي ۽ هئي. ظاهر آهي ته مادري زبان جي تعليم ۽ ان جي ذريعي تعليم انسان لاءِ قدرتي، فطرتي ۽ ضروري آهي.

### مادري زبان پڙهائڻ بابت عالمن هيٺيان مقصد بيان ڪيا آهن:

1- ماڻهو، شيون، حقيقتون ۽ واقعا جي ٻار روزمره ڏسندو هجي يا ڪيس معلوم هجن، انهن جي باري ۾ ڪنهن به رنڊڪ کان سواءِ ۽ فطرتي نموني ۾ گفتگو ڪري سگهي.

2- روزاني دلچسپيءَ جي ڪنهن به مضمون تي چٽائيءَ ۽ صفائيءَ سان ترتيبوار ۽ مناسب نموني ۾ گفتگو ڪري سگهي.

3- جيڪڏهين ٻار ننڍو آهي تہ معمولي مشڪلات وارا ٽڪرا جي ڪٿي بہ لکيل هجن سي دل ۾ سمجهي ۽ ٽڪرو پڙهي سگهي؛ پر جي وڏو آهي ۽ مٿين درجن ۾ پڙهي ٿو تہ ڪوبہ مشڪل لکيل ٽڪرو دل ۾ سمجهي ۽ سهڻي نموني ۾ پڙهي سگهي.

4- نثر خواه نظم ڏاڍيان چٽيءَ طرح ۽ سهڻي نموني ۾ سمجهي ۽ سزي سان پڙهي سگهي. وڏيءَ عمر ۾ مٿاهين درجن وارا ٻار هر ڪنهن قسم جو نظم ۽ نثر پڙهي ۽ انهن جو مطلب سهڻي نموني سان سمجهي ۽ سمجهائي سگهن.

5- صفائيءَ سان پڙهي سگهن جهڙي صحيح ۽ سهڻي نموني ۾ واجبي رفتار سان (گهڙو بہ ٽڪرو جو ٻارن جي لياقت، عمر ۽ معيار موجب هجي) لکي سگهن.

6- ننڍا ٻار آسان نموني جا شخصي ۽ ڏنڌي بنسبت خط پٽ لکي سگهن. وڏيءَ عمر جا شاگرد سڀ ڪنهن قسم جا خط ڏنڌن خواه سرڪاري قسم جون لکپڙهون، آرٽيڪل، مضمون، آکاڻيون، ڊائلاگ وغيره سهڻيءَ صاف ٻوليءَ ۾ لکي سگهجن.

7- وڏي عمر جي ٻارن ۾ اهڙي لياقت پيدا ٿئي جو هو مادري زبان ۾ ڪنهن بہ قسم جو لکيل ڪتاب پڙهي ۽ سمجهي سگهن. نثر ۽ نظم جي قسمن جي پروڙ هجين، گرامر جي اصولن جي مڪمل واقفيت حاصل ٿيئن، لغت جا ڪتاب استعمال ڪري سگهن. ڪنهن بہ ادبي پاره تي پنهنجي طرفان راءِ قائم ڪري سگهن ۽ مناسب حد تائين تحقيق خواه تنقيد ڪري سگهن ڪين گهٽ معياري نموني ۾ لکڻ جو فرق محسوس ٿئي. ڪي عبارتون يا ٽڪرا نهايت سهڻن اکرن سان لکي سگهن. منجهن گفتگو ۽ تقرير خواه تحرير جو مادو پيدا ٿئي ۽ مادري زبان لاءِ عزت ۽ ان جي اهميت سڃاڻڻ جي لياقت پيدا ٿئي.

8ـ وڏن شاگردن ۾ مادري زبان جي خدمت جو جذبو پيدا ٿئي ۽ هو ائين سمجهن ته جيڪڏهن مادري زبان جي تعليم کين به ماڻهوءَ کي نه ملي ته ان جو ڄڻ ته بنيادي حق ختم ٿي ويو.

## 3- مادري زبان جو نصاب جي ڪمن سان تعلق:

اسان جي تعليمي ادارن ۾ اڪثر ڪري ڏسڻ ۾ ايندو ته هر هڪ ڪم لاءِ جدا جدا استاد مقرر ڪيل آهن. (پرائمري ڪان سواءِ) اهو هن ڪري ٿيو آهي جو اسان تي هيءَ وهم سوار ٿي ويو آهي ته نصاب جي هر هڪ ڪم جو هڪ ٻئي سان واسطو ڪونه آهي، تنهن ڪري هر هڪ ڪم لاءِ جدا ماهر هئڻ گهرجي جو اهو ڪم پڙهائي. هر هڪ ڪم لاءِ جدا ماهر استاد جو هئڻ واقعي ضروري آهي، مگر انهيءَ جو اهو مطلب نه ونجي ته ڪو نصابي ڪم هڪ ٻئي کان جدا آهن. اسان جي استادن کان بعض حالتن ۾ جڏهين نصاب جي بين ڪمن لاءِ ڪجهه پڇبو آهي، تڏهين جواب ڏيندا آهن ته اسان جو ان سبجيڪٽ سان واسطو ڪونه آهي. اهو جواب ٻارن جي ذهن ۾ غلط خيال ٿو پيدا ڪري ۽ هو نصابي ڪمن جو جدا جدا بار ٿا محسوس ڪن ۽ هڪ سبجيڪٽ جي سکيا کي ٻئي جي سکيا لاءِ فائديمند ڪونه ٿا ڄاڻن. تعليم جي اصولن موجب اهو احساس نهايت خراب نتيجا پيدا ڪندڙ آهي.

مادري زبان لاءِ اهڙو احساس ڪرڻ ته تعليم جي سلسلي ۾ نهايت هاڃيڪار آهي، ڇو ته مادري زبان جو سڀني نصابي ڪمن سان نهايت گهاٽو لاڳاپو آهي. ڪجهڙي به مشڪل ڳالهه جا ٻيءَ زبان ۾ لکيل هجي ۽ ان ۾ سمجهه ۾ نه اچي ته اها مادريءَ زبان ذريعي سمجهبي آهي. هاءِ اسڪولن تائين انگريزيءَ کان سواءِ سڀ ڪتاب مادري زبان ۾ لکيل هوندا آهن، ساڳي حالت ڊگري ليول جي امتحانن ۽ نصابي ڪتابن جي به آهي. اهڙيءَ حالت ۾ جڏهين نصابي ڪتاب مادري زبان ۾ لکيل هجن.

امتحاني سوال مادري زبان ۾ اچن، دليان سان جواب مادريءَ زبان جي ذريعي ڏنا وڃن. ان حقيقت کي سامهون رکي هيٺيون ڳالهيون ذهن ۾ اچن ٿيون.

(الف) جيڪو شخص مادري زبان ۾ صحيح گفتگو نٿو ڪري سگهي، پنهنجي دل جا خيال ظاهر ڪري نٿو سگهي، لکيل ڳالهيون پڙهي ۽ سمجهي نٿو سگهي، اهو ڪيئن بحث ڪري دليل ڏيئي ڪوبه مسئلو مڃائي سگهندو ۽ ڪهڙيءَ طرح نصابي ڪمن تي لکيل ڪتاب پڙهي سگهندو؟

(ب) مٿي ڳالهائڻ، صحيح پڙهڻ ۽ صحيح لکڻ جو اثر امتحاني سوالن جي جوابن تي پوي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن ڪم سيکاريندي، درست جوابن، مناسب ٻوليءَ ۽ سهڻي پيرايه ۾ کيل گفتگو ڏانهن ان ڪم جي استاد توجه نه ڏنو ته پوءِ هو ڪيئن ٿو چائي ته آءٌ پڙهائيءَ ۾ ڪامياب ٿيو آهيان. ڪهڙيءَ طرح معلوم ڪندو ته منهنجي شاگردن ڪي ڪيترو ڪم اچي ٿو.

(ج) سهڻي نموني سان خيالن جو اظهار ڪرڻ مادري زبان جي سکيا ۾ شامل آهي. اها ساڳي ڳالهه هر سبجيڪٽ جو استاد چاهي ٿو. سندس مرضي آهي ته منهن جي سبجيڪٽ ۾ شاگرد پنهنجا خيال سهڻي نموني سان پيش ڪري سگهن، پوءِ ڇو نه هو سکيا ڏيڻ وقت اها ڳالهه ذهن ۾ رکي ۽ ٻوليءَ جي درستيءَ ڏانهن توجهه ڏئي؟

(د) تاريخ، جاگرافي، شهريت وغيره پڙهائڻ وقت ڪيترن هنڌن تي اهڙا واقعا پيش ٿيندا آهن جن جو مادري زبان سان واسطو هوندو آهي: مثال طور تاريخي نظم، سپه سالارن جون تقريرون، جاگرافيائي سفر ۽ سير جون ڳالهيون، شهريت بابت چوٽيون، تجربا ۽ لکيتون وغيره. اهڙيءَ حالت ۾ انهن استادن کي اهي واقعا ادبي ڍونگ ۾ پيش ڪرڻ کان ڇو لهرائڻ گهرجي؟

(هه) ڇا گرامر، مضمون، عروض وغيره جدا ڪم آهن؟ جو انهن جي سکيا جدا جدا ٿي ڏجي، انهن جا پيرڊ علحده

آهن، انهن جا ڪتاب جدا آهن؟ اهو خيال ته مادري زبان جي پنهنجن حصن کي به جدا ڪم ڪري ڇڏي ٿو.

(و) سنو ڳالهائيندڙ سهڻي نموني ۾ خيال پيش ڪندڙ، موقعي پٺاندر ڳالهائيندڙ ماڻهو ئي هر هڪ موضوع تي سنو لکي ٿو سگهي. ان حالت ۾ ڇو نه سڀني ڪمن سيکارڻ وقت مادري زبان کي به ذهن ۾ رکجي.

اهي ۽ ٻيون اهڙيون حقيقتون اها ڳالهه ثابت ڪن ته مادري زبان جو اسڪولن جي نصابي ڪمن سان اهڙو تعلق آهي جهڙو روح جو جسم سان. ٿورن لفظن ۾ ائين چئجي ته مادري زبان نصاب جي ٻين ڪمن جو روح آهي ۽ اهي ٻئي جسم آهن. تنهن ڪري مادري زبان جي تعليم تي خاص توجه ڏيڻ سان گڏ ٻين ڪمن جي سيکارڻ وقت به مادري زبان کي نه وسارجي.

### 4- ڳالهائڻ سيکارڻ:

ٻار جڏهين ٻولي سکڻ شروع ڪري ٿو، تڏهين هو پهريائين ٻين جي ڳالهائڻ ڏانهن ڌيان ڏئي ٿو ۽ پوري غور سان ٻولي ٻڌي ان جي جدا جدا لفظن کي هنڌائي، انهن کي ورجائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. جڏهين اها منزل پوري ٿو ڪري، تڏهين نون لفظن ۽ انهن جي صحيح ڳالهائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل رهي ٿو. هيءَ منزل نه رڳو ٻار لاءِ پر وڏيءَ عمر وارن لاءِ به هلندڙ رهي ٿي ۽ انسان سڄي عمر ٻولي سکندو رهي ٿو. اڻ پڙهيل ته ڇڏيو پر خود استاد به سڄي عمر سکندا رهن ٿا. جڏهين ته زبان جي سکڻ جو ڪم هميشه هلندو رهي ٿو، تڏهين هن ڳالهه توجه لهڻو ته مادري زبان جو عام استعمال زباني طور ڏجي، جيئن سکندڙ ٻوليءَ جي اڪثر لفظن، اصطلاحن ۽ محاورن تي دسترس حاصل ڪري وٺي، تعليمي ادارن ۾ مادري زبان جي سيکارڻ لاءِ زباني ڪم کي نهايت گهڻي اهميت حاصل آهي. زباني ڪم ڪرائڻ وقت هيءُ خيال ضروري آهي ته جيئن ٻار آزاد ۽ قدرتي نموني

ڳالهائي سگهن، هتي زباني ڪم جا چند نمونا ڏجن ٿا.

**(الف) گفتگو:**

ٻار جڏهين اسڪول ۾ داخل ٿئي، تڏهين استاد جو ڪم آهي ته کيس اهڙا موقعا بيسر ڪري ڏئي، جيئن هو پنهنجا خيال، ارادا ۽ محسوسات نهايت بي ڊپائيءَ سان آزاد نمونې پيش ڪري سگهي. ان لاءِ بهتر آهي ته ابتدائي اسڪولن ۾ گفتگو جو هڪ پيرڊ مقرر هجي، جنهن ۾ ٻارن کي موقعو ڏجي ته هو ڪن به ڳالهين، راندين، رانديڪن، مشينين، ميون، ڪتابن وغيره تي آزاديءَ سان گفتگو ڪن ۽ سوال جواب ڪن، هن پيرڊ ۾ استاد ٻارن جي ٻوليءَ کي درست ڪرڻ جو فڪر نه ڪري ڇو ته مقصد آهي ٻارن کي گفتگو ۽ ڳالهه ٻولهه ڪرڻ لاءِ تيار ڪرڻ. ٻوليءَ جو درستيون اڳتي هلي ٿي سگهنديون.

**(ب) بيان ڪرڻ:**

عام طور ڏٺو ويو آهي ته ڪيترا پڙهيل ماڻهو ڪن حقيقتن کي صحيح نموني ۾ بيان ڪري ڪونه سگهندا آهن. هو يا ته ايتري ڊيگهه ڪندا آهن جو ٻڌندڙ کي سمجهه ۾ ئي نه ايندو آهي ته هو ڇا چئي رهيا آهن ۽ بعضي جيڪو بيان ڏيڻو هوندو اٿن، ان جي ڪا پتي به بيان ڪري نه سگهندا آهن، حالانڪ صحيح ۽ مختصر طور بيان ڪري وڃڻ مادري زبان جي سکيا جي بهترين نتيجن ۾ شامل آهي. اها ڪمزوري هن سبب پيدا ٿي آهي جو اسڪولن ۾ ٻارن کي اهڙا موقعا پيدا ڪري ڪونه ٿا ڏنا وڃن.

اسڪول ۾ يا ماحول ۾ روزمره اهڙا ڪيترائي واقعا ٿيندا ٿا رهن جي ٻار ڏسندا رهن ٿا، استاد جيڪڏهين ٿورو توجه هن طرف ڏين ۽ اهڙن موقعن يا مواقعن لاءِ ٻارن کي چون ته اهي بيان ڪري ٻڌايو ته هوند ٻار آهستي آهستي اهڙا ماهر ٿي وڃن جو هر هڪ ڳالهه ٺاهي ٺوڪي بيان ڪري سگهن. هيٺيون ڳاليون، بيان ٻڌڻ وقت استادن کي ذهن ۾ رکڻ گهرجن.

1- بيان صاف، چٽو ۽ درست زبان ۾ ڪيل هجي.
2- بيان موضوع بابت ۽ ٿورن لفظن ۾ هجي ان ڪري اثرائتو به هجي.
3- بيان ۾ مختصر ۽ سلسليوار حقيقتون ڏنل هجن، ضروري ڳالهيون ورجائين ۽ گهٽ ضروري بعد ۾ هجن.
4- بيان ڪرڻ لاءِ موضوع ٻارن جي عمر، لياقت ۽ وقت آهر هجن.

(ج) ناٽڪ :

ٻارن کي اسڪولي يا خانگي معاملات بابت راند روند ۽ ناٽڪ يا اهل ڪرڻ لاءِ ڏاڍو شوق هوندو آهي، هو دڪان هلائڻ، مال ڏارڻ، اسڪول پڙهائڻ، گهر هلائڻ، اوطاق ناهي ڪچهري ڪرڻ جهڙين راندين جا خواهان هوندا آهن. انهن راندين ذريعي ٻارن کان سٺا ناٽڪ ڪرائي سگهجن ٿا. انهن راندين ۾ گهرو ٻيت ۽ اوليون به ٻارن کان ڳارائي سگهجن ٿيون.

(د) آکاڻيون:

ننڍي خواه وڏي انسان جي فطرت آهي ته ڪيس آکاڻين سان دلچسپي هجي، آکاڻين سان دلچسپي انسان جو نهايت قديم ورثو آهي، سياري يا اونهاري جي راتين ۾ ٻارن کي جڏهن پنهنجيون وڏڙيون آکاڻيون ٻڌائينديون آهن، تڏهين ٻار ڏاڍو خوش ٿيندا آهن ۽ هڪ ٻه ڀيرا ٻڌڻ سان اهي کين ياد ٿي وينديون آهن، ٻار ٻوءِ پنهنجي منهن هڪ ٻئي کي آکاڻيون ٻيا ٻڌائيندا آهن ۽ ڪيون ڪندا آهن، ٻوليءَ جي سکيا لاءِ آکاڻيءَ جو طريقو نهايت دلچسپ ۽ ڪارآمد آهي آکاڻين ذريعي ٻارن جي ڳالهائڻ خواه آزاد خياليءَ واري قوت ۾ واڌ ٿئي ٿي. اهو ڪڻ اڳتي هلي ادبي صنفن کي جنم ڏيندو. استادن کي گهرجي ته هن فطرتي لاڙي ۽ هئيار کي ٻوليءَ جي سکيا لاءِ استعمال ڪن. آکاڻين سيکارڻ لاءِ هيٺيان طريقا عمل ۾ آڻي سگهجن ٿا.

1- شروعات ۾ ڪتابن وارين آڪاڻين ۽ گهرن ۾ ٻڌل آڪاڻين ٻڌائڻ لاءِ ٻارن کي همٿائجي.

2- ڪنهن آڪاڻيءَ جو اڌ حصو استاد ٻڌائي باقي حصي ٻڌائڻ لاءِ ٻارن کي موقعو ڏئي.

3- آڪاڻيءَ جو منڍ ۽ پڇاڙيءَ وارو حصو بورڊ تي لکي وچيون حصو ٻڌائڻ لاءِ ٻارن کي چئجي.

4- آڪاڻيءَ جو پوئيون حصو ٻارن کي ٻڌائي ان جي شروعات لاءِ ٻارن کي چئجي ته اها پوري ڪري ڏيکاريو.

5- تصويرون ڏيکاري انهن جي آڪاڻي ٺهرائجي يا جملن لکڻ سان ٻارن کان آڪاڻي ٺهرائجي.

6- آڪاڻيءَ جا ٽپ ڏيئي ٻارن کان آڪاڻي ٺهرائجي.

**(هه) تصويري مضمون:**

ڪن به ڏٺل ساهوارن يا شين جون تصويرون ڏيکاري، ٻارن کان انهن بابت سوال پڇي ۽ جواب وٺي انهن تصويرن بابت ٻارن کي بيان ڪرڻ لاءِ چئجي؛ جڏهين ٻار تصويرن بابت بيان ڪرڻ سکي وڃن، تڏهين شخصيتن بابت به ڪائڻ پڇجي ۽ بيان ڪرائجن. اهڙي استعمال سان ٻارن ۾ گفتگو جو مادو ۽ صحيح ٻوليءَ جي استعمال جو گڻ پيدا ڪري سگهجي ٿو.

**(و) تقرير:**

تقرير ڪرائڻ مادري زبان جي زباني ڪم ۾ اهم طريقو آهي. موجوده وقت ۾ تقرير کي تحرير کان وڌيڪ اهميت آهي. ابتدائي درجن جي ٻارن کي بحث مباحثو ۽ سوال جواب ڪرڻ سيکاريا آهن جڏهين ٻار مٿين درجن ۾ اچن تڏهين ڪين پهريائين ڪلاسن ۾ تقريرون ڪرڻ جو وجهه ڏجي. ان بعد ٻاراڻا جلسا ڪرائجن ۽ انهن ۾ ٻارن کي تقريرون ڪرڻ لاءِ تيار ڪجي. تقرير لاءِ پهريائين ٻارن کي سندن مرضيءَ موجب موضوع تي ڳالهائڻ جو موقعو ڏجي، ان بعد ڪين چڱا موضوع چونڊي ڏجن جن تي ٻار تيار ٿي تقريرون ڪن. ٿي سگهي ته ٻاهرين

عالمن ۽ تعليمي ماهرن کي گهرائي اسڪول ۾ تقريرون ڪرائجن ۽ ٻارن کي چئجي ته هو ڌيان سان ٻڌن ۽ ڏسن ته اهو شخص ڪهڙيءَ طرح ٿو موضوع کي نباهي، ٿي سگهي ته ٻارن کان پڻ ڏينهن تي اها تقرير لکارائجي. اهڙيءَ طرح ٻار تقرير جو فن سکي سگهندا .

(ز) تبصره يا تنقيد :

ٻارن کي ڪي ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏجن ۽ ڪين چئجي ته اهي ڪتاب توهان کي پسند آهن يا نه؟ جي هائوته ڪهڙيون ڳالهيون پسند اٿو، جي نه ته ڪهڙيون خاميون ڪتاب ۾ اوهان ڏٺيون آهن. هيءُ ڪم مٿين درجن جي ٻارن کان وٺجي ۽ ان جي شروعات چوٿين، درجي کان ئي ٿيڻ گهرجي.

(ح) بحث مباحثو يا ڊبيٽ:

هر هڪ تعليمي اداري ۾ بحث مباحثي جون ٽوليون ناهڻ گهرجن، ڪن خاص موقعن تي ڪين ڪو موضوع ڏجي، هڪ ٽولي موضوع جي فائدي ۾ ڳالهائڻ لاءِ تيار ٿئي، ٻي ٽولي موضوع جي خلاف ڳالهائڻ لاءِ تيار ٿئي. اهڙيءَ مشغوليءَ سبب زباني ڪم نهايت مؤثر ثابت ٿيندو.

زباني ڪم جي استعمال لاءِ استاد کي هر حال ۾ چست رهڻو پوندو ۽ پس پرده هر هڪ حصي وٺندڙ جي رهبري ڪرڻي پوندي .

پڙهائڻ جا نمونا ۽ انهن جو استعمال:

جدا جدا مقصدن جي حاصلات ۽ ضرورتن موجب پڙهڻ جا مختلف نمونا استعمال ڪيا ويندا آهن، پڙهڻ جا اهي سيئي نمونا پنهنجي پنهنجي جاءِ تي نهايت ئي فائديمند آهن، هتي انهن جو مختصر طور ذڪر ڪجي ٿو.

(الف) بلند آواز سان پڙهڻ: (Loud Reading)

بلند آواز سان پڙهڻ نهايت ضروري آهي، ڇوته جيڪو ماڻهو بلند آواز سان پڙهندو اهو سنڌ جي گهڻن ماڻهن جون

ضرورتون پوريون ڪري سگهندو. سنڌ جي آدمشماريءَ جو گهڻو حصو ڳوٺن ۾ رهي ٿو ۽ اڻ پڙهيل آهي، انهن کي هر وقت پڙهيل ماڻهن جي مدد جي ضرورت رهي ٿي ۽ ڪيترا اهڙا ڀائر ٿي ڳالهيون آهن، جيڪي هو پڙهائي ٻڌن ٿا. اخبارون، درخواستون، آفيسرن طرفان آيل جواب، خط وغيره اهڙيون ضرورتون آهن، جي ڏاڍي پڙهڻ سان ئي سمجهه ۾ اينداء. ان کان سواءِ ڳوٺن جي مسجدن ۾ جتي مولوي ڪونه هوندا آهن، اتي عام پڙهيل ماڻهو خطبي ڏيڻ جو ڪم به ڪندا آهن. اهڙيءَ حالت ۾ ضروري آهي ته ٻارن کي بلند آواز سان پڙهڻ سيکارجي جيئن هو ڪارائتا فرد ثابت ٿين. بلند آواز سان پڙهڻ سيکارڻ وقت هيٺيون ڳالهيون ذهن ۾ رکڻ گهرجن:

1. پڙهڻ وقت آواز پورو ڪيجي، نه تمام ڏاڍيان نڪي تمام آهستي يا جهيڻو هجي.

2. لفظن جو تلفظ ۽ حرفن جو مخرج درست هجي ۽ بيهڪ جي نشانين جو به خيال رکجي.

3. پڙهڻ جي رفتار مناسب ۽ فطري گفتگو جهڙي هجي، ان گڏ مضمون جنهن جذبي تحت لکيل هجي انهيءَ تحت پڙهجي يعني جوش، حيرت، وغيره جهڙا جذبا پڙهڻ وقت ظاهر ڪجن.

4. پڙهڻ وقت بدن سڌو ڪري جهلجي. ڪتاب منهن کان هڪ فوٽ جي مفاصلي تي هئڻ گهرجي جيئن نظر تي اثر نه پوي.

5. جيڪڏهين ٻارن کي گڏجي پڙهائجي ته ان وقت اهو خيال ڪجي ته سڀئي ٻار پڙهن پيا ۽ سڀئي درست نموني سان پيا آواز ڪڍن، ائين نه هجي جو ڪي ٻار رڳو چپ پيا چورين. ٻارن کي چئجي ته ڪتاب چڱيءَ طرح کولين ۽ سبق تي آڱر هلائيندا پڙهندا هلن.

(ب) خاموش خواني يا دل ۾ پڙهڻ. (Silent Reading)

جديد اصولن موجب پڙهڻ جو هيءَ نمونو نهايت بهترين

ليکيو وڃي ٿو. هن کان اڳ ٻارن کي ڏاڍيان پڙهڻ تي هيرايو ويندو هو. ان ڪري هڪ ته ٻار ٻي سرا آواز ڪندا هئا، ٻيو ته ڏاڍي ڳالهائڻ ڪري سندن قوتون به خواه مخواه پيئون ختم ۽ زائل ٿينديون هيون. خاموش پڙهڻ يا مطالعي مان هيٺيان فائدا آهن:

1- هي فطري طريقو آهي، ڇو ته انسان جڏهين ڪنهن به مسئلي تي سوچيندو آهي، تڏهين دل ۾ ويچاريندو آهي. ڪوبه ماڻهو ڏاڍيان ڳالهائي ڪنهن به مسئلي تي سوچي نه سگهندو آهي. ساڳيءَ طرح هي ثابت ٿيو آهي ته خاموشيءَ سان پڙهڻ وقت دل ۾ سوچيندو ۽ ڳالهه کي سمجهندو هلبو آهي.

2- خاموش مطالعي سان پڙهڻ جي رفتار تيز ٿئي ٿي ۽ وقت جو ڪافي بچاءُ ٿئي ٿو.

3- دل ۾ پڙهڻ ڪري مضمون سنئون سڌو وڃيو ٻار جي دماغ ۾ داخل ٿئي ان ڪري پڙهندڙ جو گهڻو ئي وقت ۽ محنت بچيو پوي.

4- خاموش مطالعي سبب اسڪول جو انتظام بهتر ٿو ٿئي ڇو ته هڪ ته ٻيا وارا ڪلاس رلڊڪ محسوس ڪونه ٿا ڪن، ٻيو ته ٻار خود ضابطگي سکن ٿا.

خاموش خوانديءَ بعد ٻارن کان ڪن سوالن جا جواب پڇجن جيئن معلوم ٿئي ته ڪين مضمون سمجهه ۾ ويئو آهي يا نه؟ يا وري پڙهيل مضمون مختصر طور لکي اچڻ لاءِ چئجين.

**(ج) وندر لاءِ پڙهڻ:**

نصابي ڪمن جي ڪتابن کان سواءِ آکاڻين جا ڪتاب افسانا، ناول، اخبارون، رسالا وغيره به پڙهبا آهن. انهيءَ قسم جي پڙهڻ سان معلومات وڌائڻ ۽ وندر حاصل ڪرڻ مقصود آهن. اوهان ڏٺو هوندو ته ريلوي جي سفر ۾ وقت ڪاٽڻ لاءِ اخبارون ۽ رسالا گهڻو ڪم ايندا آهن ۽ معلومات سان گڏ آسانيءَ سان وقت ڪٽجي ويندو آهي. انهيءَ ذوق پيدا ڪرڻ لاءِ ٻارن کي لائبري جي مطالعي ڏانهن متوجه ڪجي ۽ اهڙا موقعا پيدا ڪجن

جيئن ٻار زياده ۾ زياده ڪتابن جو مطالعو ڪن. اهڙي مطالعي جو ٻارن جي ادبي خاصيتن تي به سٺو اثر پوندو.

### (د) معلومات کي پختو ڪرڻ ۽ وڌائڻ لاءِ پڙهڻ.

(Supplementry Reading)

ڪيترين حالتن ۾ ٻارن کي ڪنهن معلومات هٿ ڪرڻ لاءِ بحث مباحثي ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ ڪافي ڪتابن، رسالن، اخبارن، مخزنن، لغت جي ڪتابن وغيره کي ڏسڻو پوندو آهي. تعليمي ادارن ۾ ٻارن کي اهڙا موقعا پيدا ڪري ڏجن جيئن هو پنهنجي معلومات کي پختو ڪن. ۽ وڌائين انهيءَ سلسلي ۾ هيٺيان استعمال مفيد آهن:

1- لغت جي ڪتابن جو صحيح استعمال لفظن جون جدا جدا معنائون ۽ صحيح پڙهڻيون معلوم ڪرڻ.

2- ڪتابن جون فهرستون انهن ۾ اندر مضمونن ۽ بابن جون لسٽون ڏسڻ ۽ پنهنجي مرضيءَ يا ضرورت وارا مضمون کولي ڪيڻ.

3- ڪنهن به مضمون لاءِ لائبرريءَ مان ڪاٻ هٿ ڪرڻ. ڪتابن جي آخر ۾ ڏنل لسٽن تان موضوع لاءِ مدد حاصل ڪرڻ ۽ ڪن وڏن مضمونن جو نچوڙ هٿ ڪري معلومات ۾ اضافو ڪرڻ سيکارجين.

### 4- درسي ڪتاب ۽ انهن جو استعمال:

عام طرح استادن کي هيءَ خيال ويٺل آهي ته مادري زبان جي سکيا لاءِ صرف درسي ڪتابن جو استعمال ڏٺو آهي ۽ انهن جي پڙهائي پوري ڪرڻ سان شايد مادري زبان جي تعليم پوري ۽ مڪمل ٿيو ٿي وڃي، دراصل اها ڳالهه ۽ اهو خيال درست نه آهن.

درسي ڪتاب صرف هڪ هٿيار آهن، نمونو آهن، پيچرو آهن، جنهن کي ڏسي معلوم ٿو ڪجي ته ڪهڙي طرح مضمون چونڊجن ۽ هن نموني يا معيار جون ڳالهيون ٻارن کي سيکارجن.

درسي ڪتابن جا مضمون، انهن ۾ آيل ڏکيا لفظ، اصطلاح، پهاڪا، چوڻيون ۽ نظم، سمجهائڻ سان اسان جو مقصد پورو ڪونه ٿو ٿئي.

مادري زبان جو ميدان وسيع آهي، ان ۾ گهمڻ لاءِ صرف هڪ درسي ڪتاب ڪافي ڪونه آهي. اسڪول ۾ ٻار محنت جو مرڪز آهي، ڪيس اهڙو موقعو پيدا ڪري ڏجي جيئن درسي ڪتابن جي روشنيءَ ۾ وڌيڪ ڪتاب ڏسي معلومات حاصل ڪري.

## درسي ڪتابن جو استعمال

1- درسي ڪتاب صحيح پڙهڻ سيکارجن ۽ ٻارن کان انهن ۾ ڪم آندل مضمون يا آکاڻيون پنهنجي ٻوليءَ ۾ چوائي ڏجن ان گڏ پڙهيل سبق تي هڪ ٻئي کان سوال جواب ڪرڻ به سيکارجن.

2- ڪتابن ۾ آيل آکاڻين جا ڊائلاگ ٺهرائجن ۽ ٻارن کي چئجي ته پنهنجي زبان سان، جانورن جي خود ڪهاڻي چئي ٻڌائين. آکاڻين ۾ آيل واقعن کي مٿائي انهن جا نتيجا پڇجن.

3- سبق ۾ آيل نوان لفظ ۽ انهن جون معنائون پڇڻ سان گڏ ٻارن کي چئجي ته اهڙا ٻيا لفظ پنهنجي طرفان ٻڌائين.

4- پهاڪن، ۽ چوڻين بابت پنهنجون آکاڻيون ٻڌائين. اگر سبق ۾ ڪن شين جو ذڪر هجي ته انهن جي بناوت ۽ استعمال تي گفتگو ڪن.

5- سبق ۾ آيل اسم، ضمير، صفتون، ظرف، فعل ۽ حرف چونڊائجن. ان کان سواءِ لفظن جا ضد، جمع واحد، تذڪير تانيث به پڇجن.

6- سبق ۾ آيل حقيقتن کي مختصر نموني ۾ بيان ڪرائجي ۽ شاگردن کي موقعو ڏجي ته هو اهڙو اختصار لکي ڏيکارين.

7- سبقن مان چونڊ ٽڪرا، ڏکيا لفظ، پهاڪا، اصطلاح چوڻيون ۽ مثال سهڻن اکرن ۾ جدا نوٽبڪن تي لکائجن ۽ اهڙيون لسٽون ٺهرائجن.

---

# باب ڇهون

## جدا جدا منزلن تي نثر پڙهائڻ

پرائمري اسڪولن ڪان وٺي هاءِ اسڪولن جي تعليم تائين پڙهندڙن ٻارن کي سنڌي نثر خواه نظم پڙهائڻ لاءِ ڪتاب تيار ٿيل آهن. انهن ۾ هرهڪ درجي جي ٻارن جي لياقتن ۽ استعداد کي ذهن ۾ رکي نثر خواه نظم ڏنل آهن. پڌرو آهي ته اهڙيءَ ترتيب ۾ ”سولي ڪان ڏکئي ڏانهن وڃڻ وارو“ تعليم جو سونهري اصول ملحوظ رکيو ويو هوندو ۽ هرهڪ درجي لاءِ مناسب نموني ۾ معياري مواد هوندو.

جهڙيءَ طرح ڪتابن ۾ معيار مطابق نثر ۽ نظم ڏنل آهي، تهڙيءَ طرح هرهڪ درجي ڪي نثر پڙهائڻ لاءِ انهن ۾ داخل ٿيل ٻارن جي وٽ آهر پڙهائيءَ جا اصول ۽ طريقا ڪم آندا ويندا آهن. ڏهن ئي درجن کي نثر خواه نظم پڙهائڻ لاءِ هيٺين گروپن ۾ ورهايو ويو آهي. ”(1) درجو پهريون“ ”(2) درجو ٻيو“ ”(3) درجو ٽيون، چوٿون ۽ پنجون“ ”(4) درجو ڇهون، ستون ۽ اٺون“ ”(5) درجو نائون ۽ ڏهون“. هن هيٺ هرهڪ گروپ کي نثر پڙهائڻ جي طريقن تي مختصر پر مفصل بحث ڪجي ٿو.

**درجو پهريون:**

سکيا جي اعتبار کان هيءُ درجو نهايت اهميت وارو آهي. سڄيءَ دنيا جي تعليمي ماهرن جي هن ڳالهه ۾ راءِ آهي ته ”پهريون درجو جهوني، هوشيار ۽ محنتي استادن کي پڙهائڻ لاءِ ڏجي.“ هن درجي ۾ پنجن سالن جا ٻار داخلا وٺن ٿا، جن کي عام ٻولي مڪمل طور اچي ٿي ۽ انسانيت جي سيني گڻ جون ابتدائي وصفون منجهن هونديون آهن، تنهنڪري هن درجي جي ٻارن کي سڪيل ٻوليءَ مان چند الفاظ ۽ جملا لکڻ ۽ پڙهڻ

سيکارڻ سان ڳنڍي، سنڌن ڳالهائڻ ۾ درستي به ڪرڻي آهي ۽ ٻيون به ڪيتريون ڳالهيون ذهن ۾ رکڻيون آهن. جي هنن ڪي آئينده لاءِ ڪم اچڻ واريون هونديون آهن.

اسان جا چند تعليمي ماهر هڪ وڏي ۾ وڏي مغالطي ۾ پيل آهن. اهو هي آهي ته پهرئين درجي ۾ **ٻارن کي ٻوليءَ جي سکيا ڏني وڃي.** هنن صاحبن خبر نه آهي ته اها ڳالهه ڪٿان نقل ڪئي آهي ۽ اِن هڪ ٻيرو ڪيل نقل جي غلطيءَ تي ڪاربند ٿي ويا آهن. مادري زبان جي تعليم جو مصنف سنڌس تصنيف ڪيل ڪتاب ڇاپو پهريون سال 1949ع ۾ صفحي سترهين ۾ رقمطراز آهي ته "عام طرح به **زبان سيکارڻ وقت** استاد شاگردن کي ان زبان جي الف ب سيکارڻ" "شروع ڪندو آهي ........ **زبان سيکارڻ** ۾ شروعاتي ڪم جا طريقا هي آهن." ساڳي غلطي اسان جي نظري و عملي تعليم وارن مصنف صاحبن به ڪئي آهي. هنن صاحبن جي خيال موجب به پرائمري اسڪولن ۾ ٻوليءَ جي سکيا ڏني وڃي ٿي. هو پنهنجي ڪتاب ۾ ٻوليءَ سيکارڻ جي سري سان لکن ٿا ته "ٻولي سيکارڻ تعليم جي نصاب جو مکيه جزو آهي، سنڌي ٻوليءَ جو سيکارڻ ٽن ڀاڱن ۾ تقسيم ڪيل آهي: پڙهڻ، لکڻ ۽ گرامر."

دراصل اها غلط فهمي آهي، حقيقت هن ريت آهي ته پرائمري اسڪولن ۾ گهران سکي آيل ٻوليءَ جو لکڻ ۽ پڙهڻ سيکارجي ٿو، ڇو ته پرائمريءَ جي پنجن ئي درجن ۾ ڪم آيل الفاظن ڪان وڌيڪ لفظ ٻار پهرئين درجي ۾ داخلا کان اڳ ڳالهائڻ ۽ سمجهڻ سکي اچي ٿو. بلڪ هيئن چئجي ته پرائمريءَ جي پنجن ئي درجن ۾ پهرين پنجن سالن ۾ سکيل ٻوليءَ کان به گهٽ الفاظ لکڻ ۽ پڙهڻ سيکاريا وڃن ٿا. باقي انهن درجن ۾ ڪي نوان لفظ ڪٽي هوندا ۽ وڌ ۾ وڌ زبان جي تصحيح ٿيندي هوندي. تنهنڪري پهرئين درجي ۾ ٻولي سيکارڻ نه پر لکڻ ۽ پڙهڻ جو اصطلاح موزون ٿيندو.

## الف - ب وارو لکڻ پڙهڻ سيکارڻ جو طريقو:

هي طريقو (پڙهڻ ۽ لکڻ سيکارڻ جو) جهوني ۾ جهونو طريقو آهي ۽ زياده استعمال ٿئي ٿو. هن طريقي موجب استاد پنهنجي شاگردن کي شروع ۾ ٻوليءَ جي الف، ب سيکاري ٿو، ان لاءِ پٽيءَ جو استعمال ڪرائي ٿو. ٿوريءَ عرصي ۾ ٻار الف، ب سکيو وڃن، ان بعد آواز سيکاريا وڃن ٿا. آوازن سکي وڃڻ بعد شاگردن کي سادا الفاظ سڃاڻڻ، پڙهڻ، لکڻ سيکاريا وڃن ٿا. 1942ع کان اڳ جو سنڌي ٻاراڻو ڪتاب انهيءَ اصول موجب تيار ڪرايل هو. هن طريقي مان هيٺيان فائدا هئا:

1- هن طريقي موجب سکيا جو ڪم هيٺان کان مٿي هلڻ واري اصول تي شروع ڪجي ٿو يعني پهريائين اکر، پوءِ آواز، ان بعد لفظ ۽ لفظن کان پوءِ جملا پڙهڻ ۽ لکڻ سيکاريا وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح ٻوليءَ جي جوڙجڪ ٻارن جي ذهن ۾ ويهيو وڃي.

2- هيءُ قديم طريقو آهي ۽ عام طور پسند ڪيل آهي. استاد طبقي ۾ هيءُ طريقو تمام گهڻو قبول ڪيل آهي. هن کي پڙهائڻ لاءِ ڪنهن خاص سکيا جي ضرورت ڪانه آهي.

3- هن طريقي موجب پڙهائيندڙ استاد کي گهٽ محنت ڪرڻي پوي ٿي ۽ شاگرد زياده مشغول رهن ٿا. گهڻن ڪلاسن پڙهائيندڙ استادن لاءِ (جي خاص طور تي سنڌ جي ديهات جي اسڪولن ۾ آهن) هيءُ طريقو نهايت آسان ۽ مفيد آهي.

4- هن طريقي موجب پورو پڙهيل استاد به ٻارن لاءِ ڪارگر استاد ثابت ٿي سگهي ٿو. سنڌس سکيا جو سلسلو اهڙو آهي جو ٻار از خود پڙهندا هلن ٿا. هن طريقي موجب پڙهايل ٻار صورتخطيءَ جي ڪا به غلطي ڪونه ڪندا، ڇاڪاڻ ته کين اکرن جي جزن جي باقاعده معلومات آهي. ان کان سواءِ ٻار خوشخط به ٿين ٿا، ڇو ته هر هڪ اکر جي جدا جدا صورت

لکڻ سگهي اچن ٿا.

5- هن طريقي موجب پڙهائڻ لاءِ مددي سامان جي گهٽ ضرورت پوي ٿي ان ڪري، استادن خواه شاگردن ۽ انتظاميه، کي به تڪليف ڪانه ٿي پهچي.

6- هن طريقي موجب پڙهائيندڙ استاد کي اها ڳڻتي ڪانه هوندي آهي ته ڪو به شاگرد ڪڏهن ٿو داخلا وٺي ۽ روزانو اچي ٿو يا نه؟ ڇوته اتفاقي حالتن ۾ ٻارن جو اسڪول کان غير حاضر رهڻ لازمي امر آهي ۽ ان حالت ۾ هن طريقي موجب هلندڙ سکيا آسان آهي، ڇو ته هر هڪ شاگرد کي پنهنجو سبق هوندو جو هو ڪڏهن به ٻڌائي پيو وٺي سگهي ٿو.

7- هن طريقي موجب ٻار اکرن جا نالا سرن سان پڙهن ٿا جنهن ڪري، سندن دلچسپي وڌي وڃي ٿي. ان ڪانسواءِ الف - ب جي شڪلين واري تختي يا چارٽ ٻارن لاءِ نهايت دلچسپيءَ جو سبب بڻي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو موجوده لفظي ۽ جملن جي طريقن موجب هلندڙ تعليمي سسٽم کي نهايت خشڪ ۽ تڪليف ده قرار ڏيئي استاد اڳئين طريقي سان پڙهائيندا رهن ٿا.

سنڌ جي سيني اسڪولن ۾ سؤ في صد الف - ب وارو طريقو استعمال ٿي رهيو آهي. جيتوڻيڪ ڪتاب ٻين طريقن تي لکيل آهن.

## هن طريقي تي ڪي شخص هيٺيان اعتراض ڪن ٿا

1 - هيءُ طريقو فطري ۽ نفسياتي نه آهي ڇو ته ٻار پهريائين لفظ ۽ جملا ٻڌي ٿو، اهي سکي ۽ ڳالهائي ٿو. ان ڪري ٻوليءَ جي لکڻ ۽ پڙهڻ وقت به لفظ ۽ جملا لکڻ ۽ پڙهڻ سيکارجن. هن جو جواب هيءُ آهي ته اهو غلط آهي ته ٻار لفظ ۽ جملا ڳالهائڻ سکي ٿو. اها سيني کي خبر آهي ته ٻار ابتدا ۾ ڪي آواز ڪيندو آهي ۽ سچن لفظن جي بجاءِ صرف آواز ڪم آڻيندو آهي. مثلاً ٻاپيءَ لاءِ بو، ما وغيره. اهڙيءَ حالت ۾ نفسياتي

۽ فطري طريقو ته پاڻ اکرن ۽ آوازن وارو آهي.

2 - هن طريقي موجب ٻارن کي الف، انب؛ ٻا اکـ بي- ٻلا وغيره ٿو سيکارجي تنهن ڪري ٻارن کي خوامخواه گهڻو ڳالهائڻو پوي ٿو. ۽ بي، ٻي وغيره دراصل اُهن اکرن جا نالا نه آهن. انهي ۽ جي باوجود به ٻار کي اهي نالا وٺڻ تي مجبور ڪيو ٿو وڃي. هن اعتراض جو جواب هيءُ آهي ته ٻارن کي هن عمر ۾ زياده ڳالهائڻ گهرجي، جيئن سندن ٻولي پختي ٿئي. ان ڪانسواءِ اکرن جا بنيادي آواز (وينجن) ته اهڙا آهن جو ڪو به ماڻهو اهي اصلي صورت ۾ اچاري نٿو سگهي. تنهن ڪري ڪنهن به طريقي موجب ڇو نه پڙهائجي ته به الف- ب چوائڻو پوندو. لفظن خواه جملن واري طريقي موجب به الف- ب سيکارڻي پوي ٿي. ان وقت ته اها ڳالهه اعتراض ڪندڙ صاحب وساريو ٿا ڇڏين.

3 - هيءُ طريقو خشڪ آهي. هيءُ اعتراض پڻ سراسري غلط آهي. ننڍي ٻار لاءِ پاڻ هيءُ طريقو سُردار آهي ۽ دلچسپ آهي.

## لفظن وارو لکڻ پڙهڻ سيکارڻ جو طريقو

هن طريقي موجب حرفن يا اکرن سيکارڻ جي بدران ٻهرياڻين لفظ سيکاريا وڃن ٿا. منڍ ۾ سولا ۽ ٿورن آوازن وارا لفظ سيکارجن ٿا. ان بعد آهستي آهستي ڏکيرا ۽ گهڻن آوازن وارا لفظ سيکارجن ٿا. لفظن جي سڃاڻپ بعد آواز ڪرائجن ٿا. آوازن جو لکڻ پڙهڻ سيکاري، بروقت اهي لفظ سکارجن ٿا. آخر ۾ اهي حرف ٻڌائجن ٿا، جن مان اهي لفظ ۽ آواز ٺهيل آهن. ٿورن لفظن ۾ هيٺن چئجي ته هن طريقي موجب مٿان کان هيٺ لهڻ وارو اصول ڪم آندو ويندو آهي. يعني ٻهرياڻين لفظ پوءِ آواز ۽ آخر ۾ اکر يا حرف سيکارڇن ٿا. هن سنڌي پرائمر ۽ ريڊر کان اڳ وارو سنڌي ٻهريون ڪتاب لفظن واري طريقي تي لکيل هو. هن کي آوازي طريقو به چئي سگهجي ٿو.

## هن طريقي جا حامي هن طريقي جا هيٺيان فائدا ٻڌائين ٿا.

1- هيءُ هڪ نفسياتي طريقو آهي، ڇوته انسان شروع ۾ لفظ سکي ٿو. لفظن سان تعليم شروع ڪرڻ سبب ٻار دلچسپي وٺن ٿا.

2- هن طريقي موجب ڪيترئي تعليمي رانديون رچائي سگهجن ٿيون.

3- هن طريقي موجب استاد کي زياده محنت ڪرڻي پوي ٿي ۽ شاگردن نان بار هلڪو ٿي وڃي ٿو.

4- لفظن سکڻ ڪري ٻار بامقصد ڪم ڇاڙي پڙهن ٿا، جو اکرن جي طريقي موجب بي مقصد نظر اچي ٿو.

5- الف-ب جي طريقي موجب جتي ٻاراڻو ۽ پهريون درجو پڙهائڻ لاءِ ٻه سال لڳندا هئا، اتي پهريون درجو هڪ سال ۾ پورو ٿي سگهي ٿو.

6- دنيا جون سڌريل زبانون الف-ب جي طريقي تي ڪونه ٿيون پڙهايون وڃن؛ اهي لفظن ۽ جملن جي طريقن تي پڙهايون وڃن ٿيون. اِن ڪري اسان جي سنڌي زبان پڻ سڌريل طريقي تي پڙهائڻ ۾ ايندي.

### اعتراض:

1- هن طريقي موجب هيٺان کان مٿي وارو اصول وساريل آهي، ان جي ابتڙ مٿان کان هيٺ وارو ابتو طريقو ڪم آندو ٿو وڃي جو سراسر غلط رستو آهي.

2- اهو غلط آهي ته ٻار شروع ۾ سڄا لفظ سکي ٿو. ٻار دراصل لفظ نه پر آواز ڪيڻ سکي ٿو، ان بعد لفظ سکي ٿو، تنهنڪري فطري طريقو هيءُ آهي ته ٻارن کي اول اکر پوءِ آواز بعد ۾ لفظ سيکارجن.

3- لفظن وارو طريقو ان حالت ۾ موزون ٿيندو، جڏهن سنڌي زبان سيڪنڊ لئنگويج جي حيثيت ۾ پڙهائي وڃي، ڇوته

سيڪنڊ لئنگويج سيکارڻ وقت شاگرد وڏا هوندا آهن، فرسٽ لئنگويج جي تعليم حاصل ڪري چڪا هوندا آهن. انهن لاءِ واقعي لفظن وارو طريقو موزون ٿيندو. دنيا جي سڀني ٻولين کي جڏهن فرسٽ لئنگويج جي حيثيت سان پڙهايو وڃي ٿو، تڏهن الف - ب وارو طريقو / اختيار ڪيل هوندو آهي. جيڪي ماڻهو ڊائريڪٽ ميٿڊ جا قائل آهن، اهي فرسٽ لئنگويج ۽ سيڪنڊ لئنگويج جي حيثيت ۽ اهميت ڏانهن ڪوبه توجه ڪونه ٿا ڏين. ورنه هن طريقي جي هوند ڪڏهين به تائيد ڪونه ڪن.

4- ٻهراڙين جي اسڪولن ۾، جتي هڪ ماستر کي گهڻا ڪلاس پاڙهڻا آهن، اتي ته هيءُ طريقو پوريءَ طرح ناڪامياب ٿيندو.

5- هرهڪ اسڪول ۾ روزانه حاضري ٻه ٽي سؤ نه هوندي آهي، اهڙيءَ حالت ۾ جڏهين هڪ بار صرف هڪ ڏينهن گسايو ۽ ٻين ٻارن کي هڪ سبق ملي ويو ته پوءِ انهيءَ خال پرڻ لاءِ سڄي سال ۾ موقعو نه ملندو.

6- سنڌ جي سڀني اسڪولن ۾ وڏن شهرن کانسواءِ داخلائون سڄو سال هلنديون آهن، اهڙيءَ حالت ۾ ته اهو طريقو بلڪل بيڪار ثابت ٿيندو ڇوته هڪ استاد لاءِ اهو ممڪن نه آهي ته ڪو هو هرهڪ ٻار لاءِ جدا جدا ليسن تيار ڪري ۽ اهو پڙهائي هوڏانهن هڪ ئي ڪلاس جي ويهن يا پنجويهن شاگردن جا جدا جدا سبق هوندا آهن. اهڙيءَ حالت ۾ استاد لاءِ ڪوبه چارو ڪونه آهي جو سڌو طريقو استعمال ڪري.

7- هن طريقي موجب ٻارن کي اکرن جي جدا جدا صورتن جي معلومات ڪونه ٿي ملي، ان ڪري هو هر وقت صورتخطيءَ خواه اکرن جي ملائڻ جون غلطيون ڪندا رهن ٿا ۽ خوشخط به ڪونه ٿا ٿين. ٻارن کي لفظ ۽ آواز سيکاري اکر ٿا سيکارجن ان ڪري ٽيڻي محنت ڪرڻي پوي ٿي.

**جملن وارو طريقو:**

هن طريقي موجب لفظن جي بدران جملا سيکارڻ ۾ ابتدا

آهن. ڪتاب ۾ يا خاڪي ۾ هڪ طرف تصويرون هونديون آهن. ۽ ٻئي طرف جملا لکيل هوندا آهن. مثلاً:

هي ڪَٽن آهن. هي پَٽن آهن. هي گل آهن هي هٿ آهن وغيره.

انهن يا اهڙن جملن ۾ صرف هڪ لفظ مقصودي هوندو آهي، باقي منديءَ پچاڙيءَ وارو لفظ وري وري چوڻ لاءِ هوندو آهي، جو ٻار ڪي وري وري ڏسڻ ڪري ازخود ذهن ۾ ويهي ويندو آهي.

هن طريقي ۽ لفظن واري طريقي ۾ پڙهائڻ ۽ لکائڻ لاءِ ساڳيو نمونو استعمال ڪرڻو پوندو آهي. صرف چوائڻ وقت سڄا جملا چوائڻا آهن.

هن طريقي تي موجوده سنڌي پرائيمر لکيل آهي. هن طريقي جي فائدن ۾ ساڳيا اهي دليل ڏيڻ ۾ ايندا آهن جيڪي لفظن واري طريقي لاءِ ڏنا ويندا آهن ۽ اعتراض به اهي ساڳيا آهن، جيڪي لفظن واري طريقي تي آهن.

**آکاڻين وارو طريقو:**

دراصل آکاڻين واري طريقي ۽ جملن واري طريقي ۾ ڪوبه فرق نه آهي. فرق صرف هيءُ آهي ته جملن واري طريقي ۾ ڪي به جملا ڏيئي سگهجن ٿا. مگر آکاڻين واري طريقي ۾ اهڙا جملا ڏبا، جن جي ملائڻ سان سادي آکاڻي ٺهي پوي.

هن طريقي تي اڃا ڪوبه ڪتاب نه لکيو ويو آهي. هن تي به ساڳيا اعتراض ۽ ساڳيا دليل آهن، جيڪي مٿين ٻن طريقن جي فائدن يا نقائص لاءِ ڏنا ويندا آهن.

**ٺٽون ڀهريون ڪتاب ڪيئن پڙهائجي:**

موجوده ڀهريون ڪتاب، جنهن جا ٻه ڀاڱا آهن (هڪ پرائيمر ٻيو ريڊر) انهن مان ڀهريون ڀاڱو جملن واري طريقي تي تيار ٿيل آهي. هن جي پڙهائڻ لاءِ هيٺيون ڳالهيون ذهن ۾ رکڻ گهرجن.

1- هن ڪتاب ۾ ڏنل جملا سڄي جا سڄا ٻارن کان سوالن جوابن ذريعي چوائڻا آهن. مثلاً هڪ جملو آهي، "هي ٻن آهن" هن جي چوائڻ لاءِ استاد کي جنسي ٻن ڪٺي يا تصوير ناهي ڪلاس ۾ اچڻو آهي. ڪلاس ۾ اچڻ بعد ٻارن کي ضروري توجه ڇڪائڻ لاءِ ڪا ڊرل يا اٿ ويهه ڪرائي ٻن ڏيکارجن ۽ پڇجي ته هي ڇا آهن؟ ٻار ان جو جواب ڏيندا "ٻن" استاد کي اهو جواب ڪانئن جملي ۾ چوائڻو پوندو، جو ٻار هن طرح ناهي ڏيندا "هي ٻن آهن". ان بعد استاد ڪليل آواز سان ٻن چوندو. ان لاءِ ته ٻارن کي خبر پوي ته اهو لفظ اسان کي سڪڻو آهي.

2- ٻن چوائڻ بعد انهيءَ لفظ جا آواز ڇهن طرح ڪڍائيندو ڀ.... ن لفظ ۾ ڪيترا آواز آهن، ٻار جواب ڏيندا ته ٻه آهن. ان بعد ٻهري‍ون آواز پڇي بورڊ تي لکي ڏيکاربو. ان لاءِ ته آواز جي تحريري صورت ٻار ڏسن. بعد ۾ چارٽ، چٽڪين ۽ ريگمال پنن وغيره مان اهو آواز چوندائڻو پوندو، جيئن ٻار آواز جي لکيل صورت سڃاڻن.

3- هاڻي لکڻ جو وارو ايندو ڇوته هيستائين وارو عمل ٻڌڻ ۽ سڃاڻڻ هو. بورڊ تي لکيل آواز تي ٻارن کان آڱريون گهمارائجن. هوا ۾ آواز جي تحريري صورت لکائجي، واريءَ تي اهو آواز لکجي. ريگمال پنن تي لکيل آواز جي صورت جي مٿان هٿ گهمائجي. ان بعد بورڊ ۽ سليٽن تي آواز لکائي ڀڙهائجي.

اهڙيءَ طرح ٻيو آواز سيکاري، بعد ۾ انهن کي گڏي، گڏيل لفظ به لکڻ ۽ پڙهڻ سيکارجي. هن نموني سان پڙهائڻ ڪري روزانو ڪلاس کي صرف هڪ يا ٻه لفظ سيکاري سگهبا. "هي، آهي، آهن" وغيره ته هر هڪ جملي ۾ پيا ايندا تنهنڪري ٻار اهي از خود هر هر ڏسي سکي ويندا.

ڪتاب ۾ چند جملا ڏنل آهن، ڪجهه وڌيڪ لفظ به ڏنل آهن. اهو صرف نمونو آهي، اهڙا پيا جملا استاد کي ناهي يا ٻارن جي مدد سان ٺهرائي لکڻ ۽ پڙهڻ سيکارڻا آهن.

نون غنہ ۽ تشديد خواه جزم يا سڪون وارا الفاظ به اهڙيءَ طرح جملن ذريعي سيکارڻا آهن. جنسي شين ۽ تصويرن خواه رنگين چاڪن جو استعمال نهايت ضروري آهي، چاڪان ته ان طرح ٻارن جي دلچسپي وڌي ٿي.

ٻهرئين ڪتاب ۾ نظم پڻ ڏنل آهن. نظم صرف ياد ڪرائڻ لاءِ آهن ۽ انهن جي ڏيڻ جو هيءُ مقصد به آهي ته جيئن ٻار انهن کي سُر سان پڙهن ۽ گيتن وانگر ڳائين. اهي نظم اهڙيءَ طرح ڏنل آهن، جو انهن تائين ٻهچندي ٻارن ۾ ايتري اهليت پيدا ٿي ويندي جيئن هو اهڙا نظم پاڻهي پڙهي ۽ لکي سگهن!

هن درجي ۾ ٻارن کي لفظن جون معنائون ۽ نظمن جو مطلب اصل سيکارڻو نه آهي، ڇو ته ٻار جيڪي ڪجهه شڪلين وغيره جي مدد سان سمجهي سگهيا هوندا، اهوئي هنن لاءِ ڪافي آهي . وڌيڪ سونجهاري ۾ وجهڻ ٻارن لاءِ نقصان ڪار ۽ غير دلچسپ ثابت ٿيندو .

**درجو ٻيون:**

هن درجي ۾ پڙهندڙ ٻارن جو عمر جي ستين سال ۾ پير هوندو آهي. اڳئين سال ۾ پرائيمر ۽ ريڊر پڙهي آيا هوندا، جن ٻنهي جا صفحا غالبا 80 کن هوندا. يعني ، گهٽ ۾ گهٽ اسي صفحن تي مشتمل ٻوليءَ جو ڪتاب لکڻ پڙهڻ سکي آيا آهن. هن درجي ۾ شاگردن کي نثر پڙهائڻ لاءِ ٻهرئين درجي کان ٻيو طريقو اختيار ڪرڻو پوندو.

ٻئي درجي ۾ نثر جا سبق جدا جدا موضوعن تي لکيل آهن، جن مان ڪجهه آکاڻين جا آهن، ڪي نصيحت جا آهن ته ڪن ۾ ڪا نه ڪا سادي نموني ۾ معلومات ڏنل آهي. انهن سڀني سبقن پڙهائڻ جو اصلي مقصد آهي ٻوليءَ جو لکڻ ۽ پڙهڻ سيکارڻ (ان گڏ ٻوليءَ جو درست استعمال پڻ سيکارڻ) اهڙيءَ حالت ۾ لازمي طرح انهن جي پڙهائڻ جو طريقو به هڪ ٿيندو، البته جدا جدا موضوعن وارن سبقن پڙهائڻ لاءِ مختلف نمونن جو

سامان، ماڊل، چارٽ تصويرون، نقشا وغيره آڻڻا پوندا جيئن سبقن ۾ دلچسپيءَ جو سبب ٿين.

ٻئي درجي جي ٻوليءَ جا سبق هيٺين سلسلي موجب پڙهائڻا آهن.

1- شروعات .
2- مراد .
3- نئون سبق .
(الف) آڪاڻي يا حقيقت ٻڌائڻ.
(ب) سبق پڙهڻ ۽ ٻارن جون تڪليفون دور ڪرڻ. جن ۾ نوان لفظ به اچي وڃن.
(ج) پڙهيل سبق مان سوال ڪرڻ.
(هه) استاد جو پڙهڻ ۽ شاگرد کان پڙهائڻ.
4- اٿلائي .

## 1- شروعات :

شروعات جو مکيه مقصد آهي نئين موضوع تي اچڻ ۽ ٻارن کي نئين سبق سيکارڻ لاءِ تيار ڪرڻ. هن درجي جا ٻار ننڍا آهن تنهن ڪري استاد کي گهرجي ته نهايت وڻندڙ ۽ دلچسپ نموني ۾ شروعاتي سوال ڪري. چارٽن، ماڊلن ۽ جنسي شين آڻڻ ۽ ڏيکارڻ بعد ڪيل سوال شروعات لاءِ نهايت موزون ٿيندا يا مکيه ماڻهن جي ناليءَ ڪيائڻ ۾ استاد کي نهايت آساني ٿيندي.

جيڪڏهين ڪو سبق اڳيئي اڌ تائين پڙهايل آهي يا ان جو شروعاتي ٽڪرو سيکاريل آهي ته اهڙي سبق جي شروعات ان سکيل ٽڪري تي ڪيل دور جي سوالن تان ڪرائجي. مطلب ته شروعات نهايت دلچسپ ۽ وڻندڙ نموني ۾ ڪجي ۽ ان تي گهڻو وقت به نه لڳائجي، ڇو ته شروعات جو مقصد آهي نئي موضوع تي اچڻ.

## مراد:

مراد ظاهر ڪرڻ ڪري ٻارن ۾ خوشيءَ پيدا ٿيڻ سان گڏ نئين سبق لاءِ چاهه پيدا ٿئي ٿو ۽ هو ذهني طور نئين سبق لاءِ تيار ٿين ٿا، تنهن ڪري ڪلاس سان مخاطب ٿي مراد جو

اعلان ڪرڻ گھرجي. ان بعد مختصر لفظن ۾ بورڊ تي لکي شاگردن کان پڙهائجي. مراد ظاهر ڪرڻ: لکڻ خواه پڙهائڻ ڪري ٻارن جي ذهن ۾ انهيءَ موضوع بابت هڪ قسم جو خاڪو تيار ٿيو ٿو وڃي. جنهنڪري سکيا جو بنياد پڪو ٿئي ٿو.

### 3- ٽئون سبق:

#### (الف) آکاڻي يا حقيقت ٻڌائڻ.

سبق جو ڪم شروع ٿي ھن تپ کان ٿئي ٿو، تنهنڪري هيءَ تپ نهايت اهم آهي. آکاڻي يا احوال نهايت سهڻي نموني سان ۽ سليس زبان ۾ ٻڌائجي. سبق ۾ ڪم آيل ڏکين لفظن جي جاءِ تي اهي ساڳيا لفظ نہ بلڪ تشريحي لفظ ڪم آڻجن. تصويرون ڏيکاري انهن تان سوال پڇي آکاڻي بيان ڪندو هلجي، يو نمونو تہ آکاڻيءَ جو ٽڪرو بيان ڪندو ان جي تصديق ۾ واسطيدار تصوير ڏيکاريندو هلجي ۽ ساڳئي وقت سوال بہ ڪيا هلجن. جيڪڏهين ڪا نصيحت ظاهر ٿئي تہ اها بہ شاگردن کي ذهن نشين ڪرائجي ۽ بورڊ تي لکي پڙهائجي. آکاڻي جيڪڏهين وڏي آهي تہ اها حصن ۾ ڪري ٻڌائجي.

هيءَ ڳالھہ ياد رکڻ گھرجي تہ آکاڻي يا حقيقت سڄي سبق جي ٻڌائبي. باقي پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ نوان لفظ صرف انهيءَ ٽڪري جا پڙهائڻا ۽ سيکارڻا آهن، جيڪو رٿيل هجي.

#### (ب) سبق پڙهڻ، شاگردن جون تڪليفون دور ڪرڻ ۽ نوان لفظ سمجھائڻ.

احوال يا آکاڻيءَ ٻڌائڻ بعد، درسي ڪتاب جو اهو سبق کولائجي جنهن ۾ اها آکاڻي يا احوال لکيل آهي. اهو سبق پاڻ نهايت صفائيءَ ۽ چٽائيءَ سان پڙهي ٻڌائجي. پڙهندي جيڪڏهين ڪو نئون لفظ يا اصطلاح اچي تہ ان جو صحيح تلفظ ڪري بورڊ تي لکي پڙهائي، پنهنجي ۽ ڪتاب واري جملي ۾ ڪم آڻي ان جي معنيٰ ٻارن کي سمجھائجي ۽ ٻيون تڪليفون بہ جي آهن تہ دور ڪجن. نون لفظن سمجھائڻ جا ڪيترا ئي طريقا آهن،

جن مان مکيہ هيٺ ڏجن ٿا.

1- جنسي شيون پيش ڪجن يا تقرير ذريعي کولي سمجهائڻ گهرجن.

2- ٺئين لفظ سان گڏ ان جو متضاد لفظ جملي ۾ ڪم آڻي مطلب ظاهر ڪري سگهجي ٿو.

3- ڪن حالتن ۾ جنسي ڪري ڏيکارڻ سان بہ سمجهائي سگهجي ٿو. مثلاً منٿ ڪرڻ، ڊپائڻ، چينهڻ، مرڪڻ وغيره جي سمجهاڻي لاءِ عملي طرح ڪري ڏيکارجي.

4- اهو لفظ ڪنهن سوالي جملي ۾ ڪم آڻي ٻارن کي ان جو مطلب سيکاري سگهجي ٿو.

انهن خاص طريقن کان سواءِ استاد ڪلاسن ۾ حالتن پٽاندر ٻيا طريقا بہ اختيار ڪري سگهي ٿو.

## (ج) پڙهيل سبق مان سوال ڪرڻ:

نون لفظن کان سواءِ سبق تي سوال ڪجن. انهيءَ لاءِ تہ خبر پوي تہ شاگردن لفظن کان سواءِ سبق جو مفهوم سمجهيو آهي يا نہ؟ جيڪڏهين شاگرد جواب ڏيڻ ۾ هٻڪن تہ سندن ڌيان ڪتاب ۾ لکيل سبق ڏانهن ڇڪائجي، جيئن ٻار پڙهي جواب ڏيئي سگهن. ڪوشش ڪجي جيئن سوالن جا جواب درست ۽ جملن ۾ ملن.

## (د) استاد جو پڙهڻ ۽ شاگردن کان پڙهائڻ:

زبان جي سکيا جي مقصدن مان هڪ مقصد اهو بہ آهي تہ شاگردن کي صحيح نموني ۾ مناسب آواز سان پڙهڻ اچي ۽ بيهڪ جي نشانين تي بہ بيهي سگهن. انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ استاد کي سبق جو ٽڪرو ٽڪرو ڪري نهايت سهڻي نموني ۾ پڙهڻو پوندو، ان بعد ٻارن کان جدا جدا اهو ٽڪر پڙهائڻو آهي. جيڪڏهين ڪلاس ۾ ڪي ٻار ڪمزور آهن يا ڪي شرميلا ٻار آهن، اڪيلو پڙهي نٿا سگهن تہ ٻوءِ ڪين گڏي پڙهائجي، يعني اڳيان پاڻ پڙهندو هلجي، پويان ٻارن کي پڙهڻ لاءِ چئجي،

هن قسم جي پڙهائيءَ کي اجتماعي پڙهڻي چئبو آهي. اجتماعي پڙهڻيءَ وقت هيءَ ڳالهه خيال ۾ رکجي ته سڄو ڪلاس پڙهي رهيو آهي يا نه؟ ڪيترين حالتن ۾ حرڪتي ٻار صرف چپ پيا چوريندا آهن ۽ سچ پچ پڙهندا ڪونه آهن. جڏهين اجتماعي پڙهائي ڪري بس ڪجي تڏهين هر هڪ ٻار کان الڳ الڳ ٽڪرو ٽڪرو پڙهائجي. هن پڙهائيءَ کي انفرادي پڙهڻي چئبو آهي. استاد کي ياد رکڻ گهرجي ته اصل مقصد انفرادي پڙهڻي آهي، تنهنڪري اجتماعي پڙهڻيءَ تي اڪتفا ڪرڻ نه گهرجيس. شاگردن جي پڙهڻ وقت، سندن ويهڪ، ڪتاب جي جهلڻ، تلفظ ۽ ٻهڪ جي نشانين موجب پڙهڻ تي خاص توجه ڏجي (پڙهڻ وقت شاگرد کي سڌو ٿي ڪڙيون ملائي پٺ ڪولي ويهڻ گهرجي. ڪتاب کاٻي هٿ ۾ اهڙيءَ طرح جهلڻو اٿس جو سندس منهن کان فوٽ يا سوا فوٽ پري ويهي. ڪتاب ڪولي وچ ۾ آڱوٺو ۽ چيچ ڏيڻي آهي. ڪتاب کي ڪنهن به حالت ۾ پيٽ نه ڪجي) جيڪڏهن شاگردن کان ڪي غلطيون ٿين ته اهي درست ڪندو هلجي.

**4- اٿلائي:**

سبق جي پوري ٿيڻ بعد ڪرايل ڪم جو سوالن رستي دور ڪرائجي. اٿلائيءَ ۾ چار يا پنج ڇهه سوال ڪافي آهن. جن مان ٻه يا ٽي سوال مضمون تي هجن ۽ هڪ اڌ سوال نون لفظن ۾ پين سمجهايل حقيقتن بابت هجي. اٿلائيءَ مان خبر پوندي ته استاد جو پڙهيل سبق ڪيتري قدر ڪامياب ٿيو آهي.

**گهرو ڪم:**

شاگردن ۾ پنهنجي منهن ڪم ڪرڻ ۽ سوچڻ سمجهڻ جي عادت پوي ان لاءِ ضروري آهي ته ڪين هڪ ٻه اهڙو سوال ڏجي جو گهران ڪري اچن. اهو هڪ ٻه سوال سکيل سبق تي هجي. ڪيترا صاحب گهرو ڪم کي گهٽ اهميت ڏين ٿا. مگر اها وڏي غلطي آهي ڇو ته سکيا جو اصل مقصد آهي

شاگردن کي پنهنجي منهن سوچڻ، ڪم ڪرڻ ۽ مسئلا حل ڪرڻ جي تربيت ڏيڻ. هي مقاصد گهرو ڪم مان پورا ٿيندا.

## درجو ٽيون چوٿون ۽ پنجون:

مادري زبان جي سکيا مان جيڪي مقاصد حاصل ٿيڻا آهن انهن مان هڪ هيءَ به آهي ته مادري زبان جي تعليم اهڙي ڏجي جيئن شاگردن ۾ پنهنجي زبان جي علم ادب پڙهڻ ۽ ان مان حظ حاصل ڪرڻ جي لياقت پيدا ٿئي، شاگرد پنهنجي زبان جي لغت ۽ خوبين مان ايترو ته واقف ٿي وڃن جيئن هو تقرير خواه تحرير وقت ان جو صحيح استعمال ڪري سگهن. اهو مقصد تڏهن حاصل ٿيندو، جڏهن شاگردن کي درسي ڪتابن جي استعمال وقت اهڙي تربيت ڏجي جيئن هو پنهنجون تڪليفون پاڻ دور ڪري سگهن ۽ مصنفن جي لکڻين خواه مضمونن جي علمي ۽ ادبي معيارن کي پاڻ مرادو سمجهي ۽ پرکي سگهن. انهيءَ مقصد جي حصول لاءِ هن اسٽيج تي سکيا جي نموني کي معياري ڪرڻو پوندو، ڇو ته ٽئين، چوٿين ۽ پنجين درجي جي شاگردن جون درجي ۾ اچڻ وقت نمبر وار عمريون 8، 9، ۽ 10 سالن جون هونديون آهن ۽ کين پڙهڻ ۽ سمجهڻ جي چڱيءَ حد تائين واقفيت هوندي آهي. هي ٽيئي درجا پرائمريءَ جي درجن ۾ اپر پرائمري ليکيا ويندا آهن.

قومي تعليمي ڪميشن جي رپورٽ ۾ ڄاڻايل آهي ته هن اسٽيج تي سلسليوار شاگردن ۾ خاموش خوانيءَ جي عادت وجهجي هن کان اڳ پنجين درجي کان پوءِ خاموش خواني ڪرائي ويندي هئي، ليڪن نئين رپورٽ موجب ٽئين درجي کان ئي خاموش خواني ڪرائڻ ضروري آهي. ماڊل هاءِ اسڪول جي اڳئين پرنسپال اڪرام صاحب (جو بي - ايڊ ۽ ايم - ايڊ ڪلاسن جو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ استاد به هو) جو چوڻ آهي ته خاموش خوانيءَ جي عادت پهرين درجي کان ئي ٻارن ۾ وجهجي، مگر اها نهايت سادي نموني جي هجي. تعليمي ماهرن جا مٿيان رايا نهايت وزندار آهن. ان

هنن ڪلاسن کي پڙهائڻ وقت سبق جو سلسلو هن ريت ٿيندو.

1- شروعات:

هنن ڪلاسن جي سبق جي شروعات جو مقصد به ساڳيو آهي يعني شاگردن کي موضوع تي آڻڻ، مگر فرق صرف هيءُ آهي ته ٻئين ڪلاس ۾ مراد تائين پهچڻ لاءِ سمورو زور چارٽن ۽ تصويرن تي لڳائڻو پوي ٿو پر هن ڪلاسن جي سبق جي مراد تائين پهچڻ لاءِ ڪي ڪارآمد طريقا اختيار ڪري مراد ڪڍائجي. هنن جو اهو مقصد نه آهي ته استاد چارٽ ۽ تصويرن اصل ڪم نه آڻي، مگر مقصد هيءُ آهي ته سڄي قوت انهيءَ طرف استعمال نه ڪري. درسي ڪتاب ۾ ڪم آيل موضوعن بابت ٻارن کان اڳين معلومات مان سوال ڪجن. موضوع بابت شاگردن کان رايا ونجن اهڙيءَ طرح نئين موضوع لاءِ شاگردن ۾ شوق جاڳائجي، جيڪڏهين انهيءَ سبق بابت ڪجهه اڳي سکيل آهن ته اڳينءَ معلومات مان سوال ڪجن ۽ مناسب وقت اندر شاگردن کي تيار ڪري ونجي.

2- مراد:

شروعات بعد دستور موجب مراد، ڪلاس جي آڏو ظاهر ڪري بورڊ تي لکي پڙهائجي.

3- نئون سبق:

نئين سبق ۾ هيٺيان جزا اچي وڃن ٿا.

”آکاڻي يا احوال ٻڌائڻ“، ”استاد جو پڙهڻ“، ”خاموش خواني“، ”نوان لفظ ۽ اصطلاح سمجهائڻ“، ”مضمون تي سوال ڪرڻ ۽ پڙهڻ پڙهائڻ“.

(الف) آکاڻي ٻڌائڻ:

جيتوڻيڪ هنن درجن ۾ پڙهندڙ شاگرد ٻئين درجي جي شاگردن کان وڏا آهن ۽ سندن علمي معيار به ڪجهه مٿيرو آهي ان هوندي به ضروري آهي ته کين سکجندڙ سبق جو مفهوم سادن ۽ سليس لفظن ۾ سمجهائجي. ان لاءِ استاد کي گهرجي ته آکاڻي يا احوال ڪليل لفظن ۾ ڪلاس کي ٻڌائي. مناسب هنڌن

تي تصويرون يا جنسي شيون بہ ڏيکاريندو هاجي. هنن ڪلاسن جي آڪاڻيءَ يا احوال ٻڌائڻ وقت ٻارن کان سوال نہ پڇجن، ڇوتہ اڳتي هلي خاموش خوانيءَ وقت سوالن جا جواب وٺڻا آهن.

**(ب) استاد جو پڙهڻ:**

جڏهين آکاڻي يا احوال ٻڌائي بس ڪجي، تڏهين ڪتاب کولائي اهو سبق جهلي جهلي پڙهي ٻڌائجي. انهيءَ لاءِ تہ ٻار ڏيان سان سبق ۾ نهارين ۽ کين خاموش خوانيءَ وقت اينڌڙ تڪليفن کان ڇوٽڪارو ملي. ٻيءَ حالت ۾ ٻار خاموش خوانيءَ وقت دقت محسوس ڪندا.

**(ج) خاموش خواني:**

خاموش خواني ڪرائڻ جا ٻہ مقصد آهن. هڪ هيءُ آهي تہ ٻار سوال پڙهي ۽ ان جو مطلب سمجهي سگهن، ٻيو هيءُ تہ سوال جو مطلب سمجهي ان جو جواب ڪتاب مان ڳولي ڏيئي سگهن. خاموش خوانيءَ وقت ٻارن کي دل ۾ سبق پڙهڻ لاءِ چئجي ۽ پاڻ هڪ يا ٻہ جامع سوال بورڊ تي لکجن. جن جي جواب ۾ سبق جو سڄو نچوڙ اچي وڃي. ٿوري وقفي بعد شاگرن کي انهن سوالن جي جوابن ڏيڻ لاءِ چئجي. هنن ڪلاسن ۾ ٻلي ٻارن کان سوال پڙهائجن جيئن خبر پوي تہ سوال سمجهيو اٿن يا نہ. تعليمي ماهرن جو چوڻ آهي تہ سڄي وقت جو ڏهہ سيڪڙو ٽئين درجي ۾، پندرهن سيڪڙو چوٿين درجي ۾ ۽ ويهہ سيڪڙو پنجين درجي ۾ خاموش خوانيءَ لاءِ وقف ڪجي.

**(د) نوان لفظ ۽ اصطلاح سمجهائڻ:**

خاموش خوانيءَ بعد استاد ٽڪر ٽڪر ڪري سبق پڙهي ۽ سبق ۾ آيل نوان لفظ ۽ اصطلاح تلفظ ڪري، بورڊ تي لکي پڙهائي، مثالن رستي ٻارن کي سمجهائي، انهن جون معنائون ٻارن جي مدد سان ڪڍائي بورڊ تي لکي پڙهائي. نون لفظن سمجهائڻ وقت ساڳيو طريقو استعمال ڪجي، جيڪو ٻئين درجي ۾ ڪيو ويو هجي. مگر هيءُ فرق ضرور رکجي، جو هر هڪ لفظ جي

معنيٰ اول ڪلاس کان پڇجي، گهٽ ڪري ٻار معنيٰ ٻڌائي ويندا. نه اچڻ جي حالت ۾ مثالن، تشريح، متضاد لفظن يا تقرير رستي سمجهائجي.

**(هه) مضمون جا سوال ڪرڻ:**

جڏهين نوان لفظ ۽ اصطلاح سمجهائجي وڃن، تڏهين مضمون تي سوال ڪجن، جيئن سڄو مضمون ٻارن جي ذهن ۾ ويهي وڃي. هن مان هيءَ خبر به پوندي ته شاگردن ڇا حاصل ڪيو آهي.

**(و) پڙهڻ ۽ پڙهائڻ:**

سبق جي پڄاڻيءَ ۾ اهو ضروري آهي ته ٻارن کان معياري نموني ۾ پڙهائجي. هن لاءِ عام اصول هيءُ آهي ته استاد پاڻ ٽڪرو ٽڪرو ڪري ڍنگ سان پڙهي ٻڌائي، ان بعد ٻارن کان پڙهائي. اگر استاد اهو ضروري نه سمجهي ته پوءِ ڀلي شاگردن کي پڙهڻ لاءِ چوي. هنن ڪلاسن ۾ اجتماعي پڙهڻي بلڪل ترڪ ڪري ڇڏجي. ڇو ته انفرادي پڙهڻي ئي اصل مقصد آهي. ٻارن جي پڙهڻ وقت، سندن ويهڪ، ڪتاب جهلڻ، ڍنگ ۽ تلفظ وغيره تي ڌيان ڏجي.

**4- اُٿلاڏي:**

اُٿلاڻيءَ جا ساڳيا اهي مقاصد آهن، جيڪي ٻين درجي ۾ ٻڌايا ويا آهن. اٿلاڻي انهيءَ ئي نموني ڪبي.

**5- گهرو ڪم:**

استاد آخر ۾ شاگردن کي سکيل مضمون جو اختصار ۽ هڪ يا ٻن سوالن جا جواب گهران لکي اچڻ لاءِ چوي؛ ڇاڪاڻ ته شاگردن ۾ پنهنجي منهن ڪم ڪرڻ ۽ سوالن جي جوابن ڳولڻ خواهه مسئلن حل ڪرڻ جو مادو ان طرح ئي پيدا ٿيندو.

## درجو ڇهون، ستون، اٺون، نائون ۽ ڏهون.

هنن درجن ۾ پڙهندڙ شاگردن کي معيار جي لحاظ سان ٻن گروپن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. پهريون مٿيل گروپ جنهن ۾

ڇهون، ستون ۽ اٺون درجو اچي وڃن ٿا. ٻيو ڀاڱو گروپ جنهن ۾ نائون ۽ ڏهون درجو اچي وڃن ٿا.

هنن درجن ۾ پڙهندڙ شاگردن جو معيار، پنجين درجي جي شاگردن کان نمبروار ۽ سلسليوار مٿيرو ٿيندو ويندو آهي. ان ڪري هنن درجن جي، شاگردن کي پڙهائڻ لاءِ سبق جو سلسلو هن ريت رکجي.

1- **شروعات** (Introduction):

هنن ڪلاسن جي سبق شروع ڪرڻ لاءِ گهٽو ڪري، اهو طريقو اختيار ڪجي جيڪو، ٽئين، چوٿين ۽ پنجين درجي جي سبق جي شروعات ۾ ڪبو آهي. ليڪن هن ۾ زياده معياري طريقو اختيار ڪبو، يعني تصويرن ۽ ماڊلن تي بلڪل نه جهڙو زور ڏبو. شاگردن جي اڳين معلومات تي پڙڻو پوندو ۽ ان مان سوال ڪرڻا پوندا. اهڙيءَ طرح شاگردن جي مدد سان نئين سبق جي موضوع تي اچي وڃبو.

2- **مراد** :

مراد بلڪل ائين ظاهر ڪري لکي پڙهائبي جيئن هيٺين درجن ۾ ڪبو آهي.

3- **نئون سبق** :

هنن درجن جي نئين سبق جو سلسلو هيٺينءَ طرح هئڻ گهرجي: سبق دل ۾ پڙهڻ لاءِ چوڻ ۽ ڪلاس جي نگراني ڪري مشڪلاتون دور ڪرڻ، خاموش خواني، نون لفظن ۽ اصطلاحن جو جملن ۾ استعمال ڪرائڻ، پڙهڻ ۽ پڙهائڻ.

(الف) ڪلاس کي دل ۾ پڙهڻ لاءِ چوڻ، مشڪلاتن دور ڪرڻ لاءِ نگراني ڪرڻ.

ڇهين ڪلاس ۾ پڙهندڙ شاگردن کي ٽي سال خاموش پڙهڻ جو تجربو آهي ۽ اڪثر ڪري لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ ڪم ايندڙ لفظ سمجهڻ ۾ آيل اٿن. هن ڪلاس کان وٺي مٿين ڪلاسن ۾ ڪم جو اهڙو طريقو اختيار ڪجي، جيئن وقت جو 25 سيڪڙو،

35 سيڪڙو، 50 سيڪڙو، 60 سيڪڙو ۽ 75 سيڪڙو نمبروار (يعني 6، 7، 8، 9 ۽ 10 ڪلاس جو) پنهنجي منهن ڪم ڪرڻ ۾ استعمال ٿئي. ڇوته هن منزل تي ٻار چڱو استعداد رکن ٿا. ان ڪانسواءِ اسان وٽن ڪي ڪنهن به مضمون سمجهڻ لاءِ دل ۾ پڙهڻ وڏيڪ سهوليت ڏيندو آهي پوءِ ڇو نه شاگردن کي به اهڙو موقعو ڏجي. اهوئي سبب آهي جو هنن ڪلاسن کي نهايت گهڻو وقت دل ۾ پڙهڻ ۽ پنهنجي منهن مشڪلاتن ڪولڻ ۽ انهن جي حل ڪرڻ لاءِ ڏيڻ گهرجي.

ڪي استاد هن خيال جا آهن ته: ڇهين ۽ ستين ڪلاس کي خاموش خواني نه ڪرائجي. انهن صاحبن جو ڌيان هن ڳالهه ڏانهن ڪونه ٿو ڇڪجي ته اهي ٻار ٽئين درجي کان وٺي خاموش خواني سکي آيا آهن. هاڻي ڇو انهن کي خاموش خواني نه ڪرائجي؟ اسانجي خيال موجب انهن صاحبن کي هيءَ ڳالهه ذهن ۾ ويٺل آهي ته اهي ڪلاس ننڍن ڪلاسن ۾ شمار ٿين ٿا، تنهنڪري انهن لاءِ خاموش خواني نقصانڪار آهي. ڪين هيءَ ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته انگريزيءَ جي سبجيڪٽ ۾ برابر اهي ننڍا درجا آهن باقي سنڌيءَ ۾ ننڍا درجا نه آهن. تنهنڪري هنن درجن کي خاموش خواني نه ڪرائڻ نهايت غلط طريقو آهي.

**(ب) خاموش خواني:**

ڪلاسن ۾ مواد ورهائڻ بعد-استاد ڪلاس ۾ چڪر لڳائي نگراني ڪري ۽ شاگردن جون شخصي مشڪلاتون دور ڪري. چند منٽن بعد بورڊ تي جامع سوال لکي جي ٻن ڪان ڪنهن به حالت ۾ وڌيڪ نه هجن. اهي سوال ٻارن کان پڙهائي نه، ڇو ته ٻار ازخود سوال پڙهي سمجهندا ان بعد ٻارن کان نمبروار سوالن جا جواب وٺجن. اهڙيءَ طرح خبر پوندي ته شاگردن سبق سمجهيو يا نه؟

**(ج) ڏنل لفظن ۽ اصطلاحن جو جملن ۾ استعمال ڪرائڻ:**

هيٺين درجن ۾ نوان لفظ مثالن ذريعي سمجهائبا آهن، هنن

درجن ۾ ائين نه ڪبو، چاڪاڻ ته شاگردن کي اڪثر ڪري لفظن ۽ اصطلاحن جون معنائون اچن ٿيون. هنن ڪلاسن ۾ لفظن ۽ اصطلاحن جو جملن ۾ صحيح استعمال سيکارڻو آهي. ان لاءِ اهي لفظ ۽ اصطلاح پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻي ڏيکارجن. هرهڪ لفظ يا اصطلاح ٻن جملن ۾ ڪم آڻي ڏيکارجي، ان بعد شاگردن کي موقعو ڏجي ته هو پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻي ڏيکارين. نائين ۽ ڏهين جماعت وارن شاگردن کي ٿورا ڪي لفظن جا اشتقاق به سمجهائجن ۽ مضمون جون خوبيون به سمجهائجن انهيءَ لاءِ ته هنن کي انهيءَ قسم جا مضمون لکڻ اچن ۽ ادب جي قدرداني ڪري سگهن.

(د) پڙهڻ ۽ پڙهائڻ:

ڪيترن صاحبن جو رايو آهي ته هنن درجن جي ٻارن کي مثالي پڙهي نه ٻڌائجي، ليڪن اسان جو خيال آهي ته جيئن شاگرد مٿين ڪلاسن ۾ ايندا ويندا تيئن سندن معيار واقعي وڌي ويندو آهي پر ان سان گڏ ڪتابن ۾ ڪم آندل ٻوليءَ جو معيار به مٿاهون ٿي ويندو آهي. ان ڪري ضروري آهي ته استاد کين معياري نموني ۾ پڙهي ٻڌائي ۽ ڪانئن انفرادي طور پڙهائي. هنن شاگردن لاءِ به اجتماعي پڙهڻي ضروري نه آهي.

4- اٿلائڻي:

اٿلائڻيءَ وقت شاگردن کان اهڙيءَ طرح سوال پڇجن جيئن سيکاريل ڪم جو اندازو لڳي وڃي ۽ معلوم ٿئي ته سبق ڪيتري قدر ڪامياب ٿيو آهي ۽ شاگردن ڇا پرايو آهي.

5- گهرو ڪم:

ٻارن ۾ پنهنجي منهن ڪم ڪرڻ جي عادت پيدا ٿي چڪي هوندي آهي، ان مان فائدي وٺڻ ۽ شاگردن جي فهم وڌائڻ خاطر کين چئجي ته جيڪو سبق اڄ سکيا آهيو ان تي مختصر طور لکي سڀاڻي آڻي ڏيکارجو. هن طرح موقعي ڏيڻ ڪري ٻارن ۾ سوچ ويچار جو مادو وڌندو ۽ پنهنجي پاڻ تي ڀاڙڻ سکندا.

# باب ستون

## نظم سيکارڻ:

مادري زبان لاءِ مقرر ڪيل درسي ڪتابن ۾ ٻن قسمن جا سبق ڏنل هوندا آهن. (1) نثر جا سبق (2) نظم جا سبق، نظم جا سبق ڪنهن خاص مقصد لاءِ ڪتابن ۾ ڏنل هوندا آهن. انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ نظم يا شعر ٻارن کي پڙهائڻو آهي. شعر لاءِ چند ماڻهن جا رايا هيٺ ڏجن ٿا، جن کي ڏسڻ بعد معلوم ٿيندو تہ شعر ڇا آهي ۽ ڇو لکيو وڃي ٿو ۽ ڇو پڙهايو وڃي ٿو.

”شعر هڪ بي اختيار اڏمو آهي جو جذبن جي زور سبب شاعر جي ذهن ۽ دل ۾ پيدا ٿيو لفظن جي ذريعي ظاهر ٿئي ٿو“، ”شعر هڪ مزيدار سريلو خيال آهي“. ”شاعر پنهنجي آزمودن ۽ ذهني اُپار کي ٻوليءَ جي رنگين ۽ وڻندڙ لباس ڍڪائي، اسان جي لطف حاصل ڪرڻ لاءِ پيش ڪري ٿو“.

درسي ڪتابن ۾ شعر انهيءَ لاءِ ڏنو ويندو آهي تہ ٻار منجهانئس لطف اندوز ٿين، سر سان ڳائين، منجهس جيڪو نغمو موجود آهي ان مان مسرت حاصل ڪن.

شعر مادري زبان جي رواجي سکيا لاءِ ڪو نہ ٿو پڙهايو وڃي، يعني نظم سيکارڻ وقت، ڏکيا لفظ، اصطلاح، معنائون، گرامر جا مسئلا وغيره نہ سيکارجن ڇو تہ ان طريقي اختيار ڪرڻ ڪري شعر جو اصلي مقصد فوت ٿي ويندو.

شعر جيڪڏهن صحيح نموني سان پڙهايو وڃي تہ هيٺيان فائدا حاصل ٿي سگهن ٿا:

**مقاصد** (Purpose of teaching Poetry):

1ـ شعر ٻارن جي جذبن ۽ احساس کي تحريڪ ۾ آڻي

سجاڳ ڪري ٿو. ان ڪري سندن صحيح تربيت لاءِ ميدان هموار ٿئي ٿو.

2. شعر جي چڱي اثر ڪري شاگرد پنهنجي گفتگو، عمل، خيالات ۽ خصائل ۾ چڱيون ڳالهيون نقل ڪري ملائيو ڇڏين، جنهن ڪري سندن اخلاق سڌري ٿو.

3. شعر انسان جي دلين مان تنگدليءَ کي ڪڍيو ڇڏي ٿو ۽ ذهنيت صاف ڪري ٿو.

4. شعر پڙهڻ سان شاگردن جي تخيل کي پرواز حاصل ٿئي ٿو.

5. شعر واندڪائيءَ جي ونڊر آهي، اڪيلائيءَ ۾ هن جي مدد سان وقت آسانيءَ سان ڪاٽي سگهجي ٿو.

6. شعر ۾ خيالات ڪسي مختصر مگر مجمل طور پيش ڪيو ويندو آهي، ان جي معلومات سبب شاگردن ۾ اختصار ڪرڻ جو مادو ٿئي ٿو.

7. نظم ياد ڪرڻ ۾ آسان آهي، ان ڪري ننڍن ٻارن جي زبان ۾ رواني پيدا ٿئي ٿي ۽ وڏن شاگردن کي تقرير خواهه تحرير وقت شعر، مثالن ۽ حوالن ڏيڻ لاءِ ڪم اچي ٿو.

جيتوڻيڪ شعر ڪن خاص مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ پڙهايو وڃي ٿو، ليڪن ڏٺو ويندو ته اسان جي اسڪولن ۾ اهو مقصد حاصل ڪونه ٿو ٿئي، ڇو ته:

1. شعر اهڙا چونڊيا وڃن ٿا جي موزون نه هوندا آهن.

2. شعر پڙهائڻ جو طريقو خشڪ استعمال ڪيو وڃي ٿو ۽ نثر وانگر هن کي به زبان ۽ ان جي اصولن ۽ پيچيدگين سيکارڻ جو ذريعو ڄاتو وڃي ٿو. سندس مراد ڪڍائڻ خواه نئين سبق سيکارڻ وقت نثر وارو اصول ڪم آندو وڃي ٿو، نظم جو نثر سيکارڻ ۽ مطلب ڪرائڻ، مقصدن ۾ داخل ڪيو وڃي ٿو. شاعر جي خوبين ۽ شعر جي مرڪزي خيال کي نظر ۾ ڪونه ٿو رکيو وڃي، تنهن ڪري شاگردن کي مجبور ڪيو ٿو وڃي

ته هو بيت ياد ڪن. حالانڪ اهو طريقو سراسر غلط آهي. شاگرد پنهنجي پسند جا نظم ياد ڪن ته انهن کي منع نه ڪجي باقي استاد پنهنجي طرفان زوريءَ ڪابه ڳالهه متن نه مڙهي.

4- شعر جو استعمال روزانو نٿو ڪرايو وڃي ان سبب به شعر لاءِ نفرت پکڙجي ٿي. جيڪڏهين اسين چاهيون ٿا ته شعر مان اهي فائدا حاصل ٿين جن کي حاصل ڪرڻ لاءِ انکي درسي ڪتابن ۾ جاءِ ڏني ويئي آهي ته پوءِ استادن کي شعر پڙهائڻ جو صحيح طريقو اختيار ڪرڻو پوندو. جيتوڻيڪ نظم پاڙهڻ لاءِ ڪو خاص طريقو مقرر ڪيل نه آهي، ان هوندي به نظم سيکارڻ وقت هڪ مقرر سلسلو ضرور قائم ڪرڻو آهي. علماءَ ۽ تعليمي ماهر هن راءِ تي متفق آهن ته شعر جي سبق ۾ هيٺيان ڏاڪا ضرور هئڻ گهرجن.

شروعات، پڙهڻ، مرڪزي خيال ۽ خاص اثر، سمجهاڻي ڏيڻ ۽ قدرداني ڪرائڻ، پڙهائڻ، اڻلاٺي ۽ استعمال.

**شروعات :**

عام طور سبق جي پڙهائڻ کان اڳ ان جي شروعات ڪئي وڃي ٿي. نظم لاءِ به ائين ئي ڪرڻو پوندو. نظم سيکارڻ وقت هيٺ ڏنل طريقن مان ڪو به طريقو شروعات لاءِ اختيار ڪري سگهجي ٿو.

(الف) ڪوبه نظم پڙهي ان تي هڪ به سوال ڪري مراد تي پهچڻ.

(ب) هڪ به ضروريءَ عام واقفيت جا سوال ڪري يڪدم نظم پڙهڻ.

(ج) شاعرن جا نالا ڪڍائي يا ان شاعر جي زندگيءَ جو احوال ٻڌائي ۽ نظم جي لکڻ بابت بيان ڪري نظم شروع ڪرڻ.

(د) جيڪڏهن نظم ڪنهن آکاڻيءَ يا واقعي بابت آهي ته اها آکاڻي يا واقعو ٻڌائي نظم شروع ڪرڻ.

(ه) چند سوال پڇي نظم لاءِ مناسب ذوق ٻارن ۾ پيدا ڪري نظم پڙهڻ.

(و) نظم جو مفهوم ٻڌائي ان بعد نظم پڙهڻ.

شعر جو هڪ مشهور نقاد ”گريس هيڊو“ چوي ٿو تہ نظم سيکارڻ لاءِ شروعات ڪرڻ هڪ قسم جي زيادتي آهي، چو تہ ائين ڪرڻ سان اُستاد، شاگردن ۽ شاعر جي وچ ۾ رڪاوٽ ٿو ثابت ٿئي. شاعر کي موقعو ڏجي تہ هو پنهنجيون خوبيون شاگردن تي پاڻ ظاهر ڪري. واقعي مٿئين نقاد جو چوڻ درست آهي، ان ڪري استاد کي گهرجي تہ چند سوال ڪري يڪدم نظم پڙهي شاگردن کي ان جي لئہ وٺائي. مٿي جيڪي طريقا شروعات جا ٻڌايا ويا آهن انهن کي جاچي هر هڪ نظم لاءِ مناسب شروعات ڪجي.

**پڙهڻ:**

نظم جي مراد بورڊ تي لکڻ يا پڙهائڻ ضروري نہ آهي، شعر پڙهائڻ مان مراد آهي شاگردن کي لطف اندوز ڪرڻ ۽ شاعر جي قدرداني ڪرائڻ. تنهن ڪري ڪنهن بہ قسم جي خشڪي پيدا ڪري نظم سيکارڻ جي مزي ۽ مقصد کي نہ بگاڙجي.

جيئن تہ شعر ڳائڻ لاءِ آهي تنهن ڪري جيڪڏهن استاد ترنم سان نظم ڳائي ٻڌائي تہ نهايت سٺو. اگر ائين نہ ڪري سگهي تہ پوءِ بہ ڍنگ ۽ نغمي سان پڙهي. استاد جيڪڏهن پاڻ شاعر آهي ۽ شاعرن جو قدردان آهي تہ پوءِ هو نهايت چڱيءَ طرح ڪامياب ٿيندو. شعر اهڙيءَ طرح پڙهائجي، جيئن شاگردن تي اهڙو اثر ڇانئجي وڃي جهڙو شاعر تي شعر چوڻ وقت ڇانيل هو.

**مرڪزي خيال ۽ خاص اثر (Study of the poem):**

شعر جي پڙهڻ بعد يڪدم اها ڳالهہ معلوم ڪجي تہ شاگردن تي شعر ڪهڙو اثر پيدا ڪيو آهي. سندن طبعت ۾ ڪهڙي جم-جا قسذبا ۽ ڪيفيتون پيدا ٿيون آهن. شاگردن جي خيال موجب شاعر اهو شعر ڪهڙي مقصد سان چيو آهي ۽ ان ۾ ڪهڙي مکيہ ڳالهہ بيان ڪيل ۽ سمجهايل آهي. هن سلسلي

۾ نهايت آزادانہ راءِ قائم ڪرڻ جو شاگردن کي موقعو ڏجي. يعني پنهنجي طرفان ڪنهن به قسم جي مداخلت نہ ڪجي. ان لاءِ ضروري آهي تہ نظم پڙهڻ بعد يڪدم اهڙا سوال ڪجن، جن جا جواب مٿينءَ معلومات جا حامل هجن. ننڍن ڪلاسن جي حالت ۾ صرف آڪاڻيءَ تي سوال ڪجن.

### سمجهاڻي ڏيڻ، قدرداني ڪرائڻ Appreciation:

هيٺين درجن جي شاگردن لاءِ صرف ترنم سان نظم پڙهڻ ڪافي آهي، انهن جو مطلب سان گهٽ ۾ لئه سان وڏيڪ واسطو هوندو آهي. مگر وڏن ڪلاسن ۾ جيئن تہ معياري نظم رکيل هوندا آهن، انهن لاءِ شاگردن کي لئہ وتائڻ ۾ مرڪزي خيالات معلوم ڪرائڻ سان گڏ نظم جو مفهوم ۽ شاعرانہ ڪاريگريون معلوم ڪرائڻ بہ نهايت ضروري آهن. تنهن ڪري، خاص الفاظ، اصطلاح، تشبيهون، استعاره، صنعتون، تجنيسون وغيره چڱيءَ طرح سندن ذهن نشين ڪجن ۽ ان گڏ هيءَ ڳالهہ بہ ظاهر ڪرڻي پوندي تہ ڪهڙيءَ ڪاريگريءَ سبب اهو شعر ايترو اثرائتو ٿيو آهي، جيتوڻيڪ مٿين ڳالهين جي سمجهاڻي ڏيڻ نهايت ضروري آهي، تنهن هوندي بہ ايترو وڌي نہ وڃجي جيئن نظم مان ڦري نثر جو سبق ٿي پوي ۽ تہ ان حالت ۾ سبق جو سمورو مقصد فوت ٿي ويندو. هن ڏاڪي تي وڏن شاگردن لاءِ ”هيٺيون حقيقتون“ ذهن ۾ رکي نظم سيکارجي.

(الف) نظم جي شيريني (ميٺاج) رس ۽ نغمگي ظاهر ڪرڻ.

(ب) شاعر جي خيالن جي بلندي، قوت بيان، زبان داني ۽ انهن جي ذريعي سندس حاصل ڪيل ڪاميابيون ظاهر ڪرڻ.

(ج) شاعر جا پاڪيزه جذبات پڌرا ڪرڻ.

(د) شاعر جي شاعريءَ جي فن ۽ اصولن موجب هلڻ کي پڌرو ڪرڻ.

(ه) فصاحت ۽ بلاغت جو موازنو ڪرائڻ.

## پڙهڻ ۽ پڙهائڻ:

Final Reading by the teacher and pupils

جڏهن سبق جا مٿيان ڏاڪا ڪاميابيءَ سان نبهي وڃن ۽ ڏسجي ته نظم جو اثر ڪلاس تي پوريءَ طرح ڇانئجي چڪو آهي تڏهن هڪ ڀيرو وري به ترنم سان يا نهايت وڻندڙ نموني ۾ نظم پڙهي ٻڌائجي. ان بعد شاگردن کي موقعو ڏجي ته پاڻ نظم پڙهن ۾ لذت حاصل ڪن. جيڪڏهن ڪن شاگردن کي ڳائڻ ايندو هجي ته انهن کي موقعو ڏجي ته هو پلي نظم ڳائي ٻڌائين، ايتري قدر جو جڏهن شاگرد ڪلاس مان ٻاهر نڪرن تڏهن اهو نظم ڳائيندا ٻاهر اچن. يعني ته شعر جي شروعات به ڳائڻ سان ڪجي ته آخر ۾ به ڳارائي ڇڏجي.

## اڊلاٽي:

اٿلاٽيءَ ڪرڻ وقت چند سوال پڇجن جيئن جيڪي ڳالهيون سبق هلندي شاگردن سکيون آهن، انهن جو مختصر طور دور ٿي وڃي، ڪيترا استاد شاگردن کي نظم ياد ڪرڻ لاءِ مجبور ڪندا آهن، اهو طريقو غلط آهي. بيتن جون سٿون ٻار پلي ته پنهنجي مرضيءَ مطابق ياد ڪن. باقي استاد پنهنجي مرضي مٿن نه ٿاڦي. رهيو سوال ته اهڙيءَ حالت ۾ اهو نظم ٻار ڪيئن پڙهندا ان لاءِ ٻه طريقا آهن، يا ته ڪين ڪتاب کولي ان تان پڙهڻ جو موقعو ڏجي، يا ته هڪ سهڻو چارٽ ناهي ان تي بيت لکي اچجي ۽ اهو سڄو وقت ڪلاس ۾ ٽنگيو پيو هجي، جنهن کي ڏسي شاگرد پڙهن.

## وڌيڪ استعمال:

وڌيڪ استعمال لاءِ هيٺيون ڳالهيون آهن، جن کي نظر ۾ رکي شاگردن کي مناسب موقعا ڏيئي سگهجن ٿا.

1ـ شاعر جي ڪلام جي مجموعي جو ڪتاب شاگردن کي ڏجي، جيئن اهو شعر ۽ ٻيا شعر ڏسي خوش ٿين ۽ پنهنجي پسند جا نظم پڙهن، نوٽ ڪن ۽ ياد ڪن.

2ـ انهيءَ آڪاڻيءَ يا طرز تي جيڪڏهن ڪن پين شاعرن شعر ڇپيا آهن ته شاگردن کي موجود ڪري ڏجن، جيئن سندن معلومات خواه دلچسپيءَ ۾ اضافو ٿئي.

3ـ شعر جي اصولن ۽ قانونن جا ڪتاب (مٿين درجن جي شاگردن کي) ڪين مهيا ڪري ڏجن، جيئن شاگرد شعر جي قانونن کان واقف ٿين ۽ شاعرن جي قدرداني ڪري سگهن.

4ـ شاگردن کي موقعو ڏجي ته پنهنجا شعر ناهي اچن، استاد ڪين اصلاح ڪري ڏئي، ان بعد اهي شعر ڪلاس ۾ پڙهائجن ۽ سال جي آخر ۾ ميگزين ۾ جاءِ ڏجين.

5ـ شاگردن کي موقعو ڏجي ته پنهنجا ناهيل شعر ۽ شاعرن جا چونڊ ۽ پسند ڪيل شعر پنهنجي ڪاپين ۾ لکن ۽ واندڪائيءَ وقت اهي پڙهي لذت حاصل ڪن.

6ـ ڪي ننڍا ننڍا لغت جا ڪتاب ڪين ڏجن يا وٺائجن، جن مان نوان لفظ چونڊي پاڻ وٽ نوٽ ڪن ۽ شعر جيڪي پاڻ پڙهيا اٿن انهن ۾ ڪم آيل لفظ معنائن سميت پنهنجي لغت جي ڪتابن ۾ ڏسن.

7ـ اهڙيون اخبارون ۽ رسالا اسڪول ۾ مهيا ڪجن، جن ۾ شعر ڇپيا هجن، انهيءَ لاءِ ته شاگرد انهن مان ڏسي، شعر پڙهن ۽ جديد شاعريءَ کان به واقف ٿين.

حاصل مطلب ته استاد جيڪڏهن دلچسپي وٺندو ۽ موقعا تلاش ڪندو ته نظم پڙهائڻ جي سلسلي ۾ کيس نهايت گهڻا موقعا ميسر ٿي سگهندا، جن جي استعمال سان هو شاگردن ۾ شعر ۽ شاعرن لاءِ محبت، دلچسپي ۽ قدردانيءَ جا گڻ پيدا ڪري شعر جي سيکارڻ جا اعليٰ مقاصد حاصل ڪري سگهندو.

---

# ڏاب اڏون

## خوشخطي يا اکر، مشق، صورت خطي ۽ هجي

Calligraphy. exercise book. Dictation. Spelling

### اکر لکائڻ (Hand writing)

ٻار ، ڳالهائڻ جو ڪجھ حصو گهران سکي اچن ٿا، اسڪول ۾ سندن ٻوليءَ ۾ درستيون ڪرڻيون آهن. ٻوليءَ جي سکيا وقت ڳالهائڻ جي ترتيب سيکارڻ ۽ پڙهڻ سيکارڻ سان گڏ ابتدائي اسڪولن ۾ ٻيون مکيه ڪم آهي لکڻ سيکارڻ. لکڻ سيکارڻ کان اڳ هيٺيون ڳالهيون عمل ۾ آڻڻ گهرجن.

(الف) ٻارن جي لکڻ وارن عضون کي آزمائش ۽ استعمال ڏيڻ. ان لاءِ ڪيترين ئي راندين ۽ ورزشون ڪرائي دماغ ۽ مشڪن جو اتحاد پيدا ڪري سگهجي ٿو. هن سلسلي ۾ موتين جي داڻن، ڪکڙين، تيلين، رنگين چاڪن، مٽيءَ، پني وغيره سان استعمال ڏيڻ بهتر ٿيندو.

(ب) مٿين راندين بعد آڱرين سان آليءَ مٽيءَ، واريءَ، بورڊ، سليٽن وغيره تي اکرن جي جزن جهڙيون ليڪون ڪڍائڻ گهرجن، جن ۾ اڀيون، پاسيريون، وريل، گول، اڌ گول ۽ ڪنڊ واريون ليڪون اچي وڃن ٿيون.

(ج) هن منزل تي شاگردن ۾ پنهنجي منهن لکڻ جو شوق جاڳندو آهي، ان ڪري اهو خيال ڪرڻ گهرجي جيئن ڪي گرد غلط استعمال ڪري مورڳو بگڙي نه وڃن. تنهنڪري استاد جي نگرانيءَ ۾ لکڻ سيکارڻ جو ڪم ڪجي.

(د) لکائڻ جي ڪم شروع ڪرڻ کان اڳ شاگردن کي اکرن، آوازن ۽ لفظن جون بلڪل درست ۽ سهڻيون شڪليون

ڏيکارجن ۽ انهن تي آڱريون هلائڻ لاءِ چئجين. پاڻي ۽ تختين تي ريگمال سان لکيل اکرن يا مخمل جي ڪپڙي مان ٺاهيل اکرن تي به آڱرين گهمائڻ جو استعمال ڏيئي سگهجي ٿو.

(ھ) اکرن، آوازن ۽ لفظن جي صحيح صورتن ذهن ۾ ويهارڻ بعد، استاد جو ڪم آهي ته بورڊ تي هر هڪ اکر، آواز يا لفظ لکي ڏيکاري ۽ لکڻ وقت هٿن، آڱرين، قلم يا چاڪ جي جهلڻ، هلائڻ ۽ ٺيڪ ڏيڻ جي ترتيب کان شاگردن کي واقف ڪري.

(و) آليءَ پٽيءَ تي پينسل سان اندا ڪڍي پرائجن يا بورڊ تي سهٽا اکر لکي انهن جي مٿان پارن کان لکائجي.

(ز) اکرن ۽ آوازن سيکارڻ بعد انهن کي ملائي انهن مان لفظن ٺاهڻ جو سوال ٿو پيدا ٿئي، هن سلسلي ۾ استاد کي اکرن جون صحيح صورتون، منڍ جا اکر، وچ جا اکر ۽ پڇاڙيءَ جا اکر چڱيءَ طرح کولي شاگردن کي سمجهائڻ گهرجن.

**سليٽن ۽ پٽين تي لکائڻ:**

جڏهن پارن کي اکرن، آوازن ۽ لفظن جون صحيح صورتون ۽ لکڻ جو طريقو معلوم ٿي ويندو، تڏهن هو لکڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ سندن شوق لکڻ جي ڪم لاءِ وڌي ويندو. انهيءَ جذبي مان پوري فائدي وٺڻ لاءِ ابتدائي اسڪولن ۾ پٽين، تختين ۽ سليٽن جو استعمال ڏجي. هن ڏس ۾ عالمن جو ڪجهه اختلاف آهي. ڪن جو چوڻ آهي ته سليٽون لکائجن ۽ ٻيا چون ٿا ته پٽيون لکائجن. پٽين لکائڻ جي فائدي وارا عالم چون ٿا ته پٽين تي قلم سان اکر لکائڻ سبب پارن جا اکر سڌرن ٿا. پاڻ جيڪي دليل پٽيءَ جي فائدي ۾ ڏين ٿا انهن مان چند هي آهن.

**پٽين لکائڻ مان فائدا:**

1- پٽين تي قلم جو استعمال ٿئي ٿو، ان ڪري اکر سڌرن ٿا. ان کانسواءِ سليٽن جي مقابلي ۾ پٽيون گهٽ خرچ کائين ٿيون ۽ ڄڻاءِ دار به آهن.

2- پٽين تي استاد جي اندن مثان لکڻ ڪري ٻارن جا اکر سهڻا ٿا ٿين، قلم کي ڦيرائي سيرائي سنهو ٿلهو لکي سگهجي ٿو. ان طرح اکرن جون صحيح صورتون ٻارن کي ذهن ۾ ويهيو وڃن.

3- ٻارن کي خبر آهي ته پٽيون هڪ دفعو (انهن تي اکر) لکجن ٿيون انهن ۾ داڻ ڊوٽ ڪانه ٿئي، تنهن ڪري هو خبرداريءَ سان ۽ جهلي جهلي اکر لکن ٿا.

4- پٽين تي لکيل اکر گهڻو وقت قائم رهي سگهن ٿا ان ڪري منجهانئن ڪتابن وارو ڪم به وٺي سگهجي ٿو.

5- پٽين تي لکائڻ سبب، البته هٿن ۽ ڪپڙن جي خراب ٿيڻ جو امڪان آهي، ان لاءِ خبرداري ڪجي، انهيءَ ڪري ٻارن ۾ خبرداريءَ جو گڻ پيدا ڪري سگهجي ٿو.

6- ٻارن کي مس ۽ قلم ناهڻ ۽ استعمال ڪرڻ جو موقعو ملندو ۽ تجربو ٿيندو ان ڪري آئينده لاءِ سندن ڪتابت جو حوصلو بلند ٿيندو.

7- پٽين تي ڪيل درستيون ڪجهه وقت تائين قائم رهي سگهن ٿيون، ان ڪري ٻارن کي فائدو ٿو پهچي.

**سليٽن لکائڻ جا فائدا:**

جيڪي صاحب سليٽن لکائڻ جي فائدي ۾ آهن ۽ پٽين جي نافائدي ۾ آهن، سي هيٺيان دليل ڏين ٿا.

1- سليٽن جو استعمال پٽين جي استعمال کان آسان آهي- قلم ۽ مس جي تياريءَ جي ضرورت ڪانه آهي ۽ ڪابه رنڊڪ پيش ڪانه ٿي اچي.

2- سليٽن ڪم آڻڻ ڪري وڏيڪ صفائي رکائي سگهجي ٿي، پٽين ۾ ائين ٿي نٿو سگهي.

4- سليٽن تي لکڻ ڪري وقت جو بچاءُ ٿئي ٿو ۽ انهن تي زيادهه ڪم ڪرائي سگهجي ٿو.

4- پٽين لکندي اگر ٻارن کان ڪي غلطيون ٿين ٿيون ته

ته اهي درست ڪرڻ مشڪل آهن، مگر سليٽن تي ٽيل غلطيون درست ڪرڻ ۾ آسان آهن.

5- قلم ۽ مس جي حفاظت ڪان ٻار ڇٽيو ٻون.

**پٽين لکائڻ وقت هيٺيون ڳالهيون ذهن ۾ رکجن:**

1- پٽي وڏ ۾ وڏ 12 يا 14 انچ ڊگهي ۽ 8 انچ ويڪري هجي، ڪٺ ۾ هلڪي هجي ۽ لسي به هجي.

2- اندا اڌ آلي ۽ اڌ سڪي پٽي تي لکجن ۽ پڙائڻ وقت ڪلاس جي نگراني ڪندو رهجي.

3- ٻارن کي مس تيار ڪرڻ، قلم گهڙڻ ۽ پٽيون ميسارڻ سيکارجن.

4- قلم جهلڻ، پٽي جهلڻ، قلم هلائڻ، مس جو مقدار قلم تي ڪٺڻ به ٻارن کي سيکارجي. درجي ۽ معيار جي لحاظ سان اکر لکائجن.

**سليٽن تي لکائڻ لاءِ ذهن ۾ رکڻ جهڙيون ڳالهيون:**

1- سليٽ تي ليڪون پيل هجن جن تي شاگرد اکر لکجن. سليٽي قلم ڪڪريلو نه هجي.

2- سليٽ تي جهلي جهلي اکر لکائجن جيئن، هر هر ڊاهڻ جي ضرورت نه پوي.

3- سليٽ ڊاهڻ لاءِ آلي اگهڙي استعمال ڪجي، تڪ ۽ هٿ سان ڊاهڻ نه گهرجي.

4- سليٽي قلم ٿاهو هٿڻ گهرجي ۽ نرم به هجي جيئن پرتو اکر لکجي سگهن.

## خوش خطي ۽ مشق

## Calligraphy and exercise book

چوڻي آهي ته "خوش خطي شاگرد جو سينگار آهي. علم جو پڻ اڌ آهي" هي قول به مشهور آهي ته "جي پائين ته اکر سڻا ٿين ته لک، پيو لک، پيو لک" ان ڪري ضروري آهي ته شاگردن جي اکرن تي پورو ڌيان ڏجي. اکرن جي سڌارڻ

لاءِ مشق جي ڪاپين جو لکڻ نهايت ضروري آهي. اڄ ڪلهه ته اها ضرورت اڃا به زياده محسوس ٿيڻ لڳي آهي، ڇو ته ڏٺو ويو آهي ته شاگردن جا اکر وڃن ٿا خراب ٿيندا. شاگردن جي اکرن خراب هئڻ جا هيٺيان سبب آهن:

(1) استاد هن طرف ڪوبه توجه ڪونه ٿا ڏين، ڇو ته استادن جا پنهنجا اکر به خراب آهن.

2- ٻارن کي شروعاتي اندن پڙهڻ جو استعمال ڪونه ٿو ملي ۽ هو پاڻمرادو غلط نموني ۾ لکڻ سکن ٿا.

3- سليٽ، پين، ڪاپي ۽ پينسل جو استعمال به ٻارن جا اکر خراب ڪري ٿو.

4- ٻارن کي قلم، ڪاپي وغيره جهلڻ جي پوري رهبري ڪانه ٿي ملي.

5- ڪلڪون استعمال ڪونه ٿيون ڪرايون وڃن. انڊيپنون به اکرن خراب ڪرڻ جو ڪارڻ آهن.

6- مشق ڪاپيون ته لکايون ڪونه ٿيون وڃن، جي لکايون وڃن ٿيون ته ترت ڪري ۾ انهن جو صحيح استعمال ڪونه ٿو ڪرايو وڃي.

مشق لکائڻ لاءِ تياريءَ ڪرڻ وقت هيٺيون ڳالهيون ذهن ۾ رکجن.

1- ميساريل پٽي، مشق ڪاپي، قلم، مس (نه ڄڏي نه تمام ڳهاٽي) اڳ ۾ تيار هجن. ڪلڪ، ڪانهن جي تيليءَ مان ٺاهجي، جنهن جي چنهنب پوري پٽي هجي. سلامي ورتل هجيس ۽ وچان خط چير ڏنل هجيس.

2- ٻارن کي قلم جهلڻ سيکارجي. ٻنهه چنهنب ۾ هٿ وجهڻ کان روڪجين، قلم وچينءَ آڱر تي رکجي. آڱوٺي ۽ اشهد آڱر جو زور ڏجيس. ڪاپي ڪاپي طرف جهلجي ۽ مس ساڄي طرف هجي.

3- لکڻ وقت قلم ٿورو پوڙجي، چنڊ جي اصلي نه، ڪاپيءَ تي نمي نه ويهجي. جيڪڏهن ڪاتو ڊيسڪ هجن ته

بهتر. پٽ تي لکائجي ته سلاميءَ واريون صندليون هجن، جي بينچن تي لکائجي ته ڪاپي گوڏي تي ڦرهي يا ڪاپي رکي لکائجي. مشق لکائڻ وقت استاد جو ڪلاس ۾ هجڻ نهايت ضروري آهي. انهيءَ لاءِ ته شاگردن کي حرفن ملائڻ جون ڪي تڪليفون هجن ته استاد بروقت دور ڪري سگهي.

## مشق لکائڻ جا طريقا:

(1) استاد ٻارن جي روبرو سندن ڪاپين تي ڀرين سٽ جهلي جهلي سهڻن اکرن ۾ لکي ۽ ٻار ان تان نقل ڪري باقي سٽون لکن.

(2) بورڊ تي سٺن اکرن سان هڪ سٽ استاد، ٻارن جي سامهون لکي ۽ ٻار ان تان نقل ڪري سڄو صفحو لکن.

(3) مشق جون خاص ڇپيل ڪاپيون ڪم آڻجن، جن تان ڏسي باقي سٽون ٻار پاڻ لکن.

(4) ڪي سٺن اکرن ۾ لکيل چارٽ جي ڪلاس ۾ ٽنگيل هجن، انهن جي نقل ڪرڻ لاءِ ٻارن کي چئجي.

مٿين سڀني نمونن ۾ پهريون نمونو بهتر ڄاتو ويو آهي، ڇو ته ان حالت ۾ هر هڪ ٻار کي سندس معيار ۾ ضرورت آهر مشق جو استعمال ملندو. استاد کي معلوم هوندو ته ٻار ڪهڙا اکر اڃا سمجهي نه سگهيو آهي، تنهنڪري هو ڪوشش ڪري اهي اکر ٻارن کي سيکاريندو.

مشق جو استعمال پرائمريءَ جي سڀني ڪلاسن لاءِ ضروري آهي. ٻيءَ حالت ۾ ٻارن جا اکر اڃا به خراب ٿيندا ويندا.

## صورتخطي Dictation:

عام طور استادن جو خيال آهي ته صورتخطيءَ جو استعمال انهيءَ لاءِ ٿو ڏجي ته شاگرد هجي (Spelling) سکن، ليڪن اها ڳالهه درست نه آهي، صورتخطيءَ جو مطلب آهي اکرن جون صحيح شڪليون سيکارڻ.

## صورتخطيءَ لکائڻ جا مقصد ۽ فائدا:

1ـ استادن کي معلوم ٿيندو ته اکرن جون صحيح صورتون شاگردن جي ذهن ۾ ويٺيون آهن يا نه؟ جي ها ته هو پنهنجي منهن اهي لکي سگهن ٿا يا نه؟

2ـ استاد کي خبر پوي ته ٻارن جا اکر سڌريا آهن يا نه؟

3ـ صورتخطيءَ ذريعي اهو به معلوم ٿيندو ته ٻارن جي لکڻ جي رفتار ڪهڙيءَ حد تي پهتي آهي.

4ـ استاد کي معلوم ٿيندو ته شاگردن ۾ پڙهڻ، سمجهڻ ۽ ان جي لکڻ جون لياقتون ڪهڙيءَ حد تي پهتيون آهن.

5ـ صورتخطيءَ جي مدد سان شاگردن جي پڙهڻ، سمجهڻ ۽ ورجائڻ جي قوت ۾ اضافو اچي ٿو.

6ـ صورتخطيءَ ذريعي معلوم ٿئي ٿو ته ٻارن کي هجي اچي ٿي يا نه؟

7ـ صورتخطيءَ لکائڻ ڪري شاگردن جا اکر پڪا ٿين ٿا ۽ سندن لکڻ جي رفتار وڌي ٿي.

## صورتخطيءَ لکائڻ لاءِ تياري:

جهڙيءَ طرح ٻين سبقن لاءِ تياريءَ جي ضرورت آهي ۽ جدا ڍبا آهن، صورتخطيءَ لاءِ به ساڳيءَ طرح تياريءَ جي ضرورت آهي ۽ هيءُ باقاعدي جدا سبجيڪٽ جهڙو ڪم آهي. هيءُ طريقو غلط آهي جو سنڌيءَ جو سبق پڙهي ان مان هڪ ٽڪرو ٻارن کان لکائجي. صورتخطيءَ جي سبق لاءِ هن طرح عمل ڪجن.

### 1ـ تياري:

هن ۾ استاد جي تياريءَ سان گڏ شاگردن جي تياري اچي وڃي ٿي. هن جو مطلب آهي ته جيڪو ٽڪرو لکائڻو آهي، اهو نهايت سٺن اکرن ۾ چارٽ تي لکي اچجي. ان مهل هيءُ خيال ڪجي ته اهو ٽڪرو وقت اندر لکائي ۽ چڪاسي سگهبو يا نه؟ شاگردن کي تيار ڪرڻ مان مطلب آهي ته شاگردن

جي لکڻ جو سامان چاهجي، جي پورو نه آهي ته ان جو پورائو ڪجي.

## لکائڻ

سامان چڪاسڻ بعد لکائڻ جو ڪم ڪرڻو آهي. جيڪڏهن ننڍو ڪلاس آهي ته ان کي ٽڪرو ڏيکاري، پڙهي ٻڌائجي ۽ ڪائنس به پڙهائجي. وڏي ڪلاس جي حالت ۾ صرف پڙهي ٻڌائڻ ڪافي آهي. ان بعد لکائڻ شروع ڪجي. لکائڻ وقت آهستي آهستي ٻارن جي رفتار کي ذهن ۾ رکي صاف آواز سان لکائيندو هلجي. ساڳيو لفظ يا جملو وري وري نه چئجي، ورنه ٻارن ۾ پهريون دفعو ٻڌي لکڻ جي جا سٺي عادت آهي سا ختم ٿي ويندي. جڏهين لکائي بس ڪجي، تڏهين هڪ دفعو وري به جهلي جهلي ٻارن کي پڙهي ٻڌائجي. انهيءَ لاءِ ته ڪي چوڪون اگر ڪيون اٿن ته درست ڪري وٺن. ان بعد سليٽون تي نالا لکائي يڪدم رکڻ لاءِ چئجين. ٻارن کي سليٽون ميز ڏانهن کڻي اچڻ لاءِ نه چئجي، چو ته ائين ڪرڻ سان بدنظمي پيدا ٿيندي.

## چڪاسڻ :

صورتخطيءَ چڪاسڻ جا ٽي طريقا آهن. انهن مان ڪوبه هڪ عمل ۾ آڻي سگهجي ٿو.

1ـ ٻار پنهنجي پاڻ چڪاس ڪن. ٻارن کي ڪتاب جو صفحو ۽ سبق ٻڌائي يا لکايل ٽڪرو بورڊ تي لکي يا چارٽ تان ڏيکاري ڪين چئجي ته پنهنجون چوڪون پاڻ ڪڍن. هن طريقي موجب اگر استاد خبرداري نه ڪئي ته شاگرد پنهنجون چوڪون صحيح نه ٻڌائيندا ۽ ڪوڙ جي عادت سکندا. پر جي استاد خبرداري ڪئي ته شاگرد سچائي ۽ همت جا انگ سکندا.

2ـ شاگرد هڪٻئي جون چوڪون ڏسن. هن طريقي موجب شاگرد هڪ ٻئي سان ويہ رکندا ۽ خواه مخواه هڪ ٻئي جون چوڪون ڪڍندا. ڪن حالتن ۾ هڪ ٻئي تي چشم پوشي ڪندا ان ڪري استادن کي صحيح پوزيشن معلوم نه ٿيندي. گهڻن ڪلاسن کي

پڙهائيندڙ استاد اهو طريقو ڪم آڻي سگهي ٿو. ليڪن ڪيس گهرجي ته پاڻ به دوباره چڪاس ڪري. اهڙيءَ طرح استاد جي ڪوشش ڪري شاگرد ڪوڙ ۽ ڪپت ڪان بچندا.

3- چڪاس ڪرڻ جو بهتر طريقو آهي استاد جو پاڻ چڪاسڻ. ان لاءِ گهرجي ته ساڻيون وٺي، شاگردن کي ڪنهن مشغوليءَ لاءِ چئجي. آلي مٽيءَ يا پني مان راذديڪا نهرائڻ جهڙي مشغولي مفيد ٿيندي. چڪاس وقت جنهن شاگرد جي صورتخطي ڏسجي ان کي پاڻ وٽ سڏي ويهارجي، جيئن هو پنهنجون چوڪون پاڻ ڏسي. غلطي جي مٿان × جو نشان ڏجي. جڏهين سڄي ڪلاس جي صورتخطي چڪاسجي وڃي ان بعد چوڪن جون درستيون ٻارن جي مدد سان بورڊ تي ڪجن.

**درستيون ڪرائڻ:**

صورتخطيءَ جي سبق ۾ اٿلائي نه ٿيندي آهي. جڏهين عام چوڪون بورڊ تي لکجي وڃن تڏهين شاگردن کي اهي ڏسي لکڻ لاءِ چئجي. جڏهين لکي ڏيکارين تڏهين سبق ختم ڪجي.

**هجي (Spelling)**

لکڻ جي پڙهڻ استعمالن ڏيڻ سان گڏ هجي جو استعمال به اهميت وارو آهي. ابتدائي ڪلاسن ۾ جيڪڏهين هجي جو استعمال نه ڏنو ويو ته سڄي عمر صورتخطيءَ جون عام چوڪون رهنديون ايندون. هجي جو ڪم جيتوڻيڪ حافظي جو آهي ان هوندي به ٻيا ڪي طريقا ڪم آڻي سگهجن ٿا. انهن ۾ مکيه هي آهن.

نظر سان هجي ياد ڪرڻ، آواز سان هجي ياد ڪرڻ، هٿ جي آڱرين جي اشارن ۽ چرپر سان هجي ياد ڪرڻ. هجي ياد ڪرڻ جو بهتر طريقو اهو آهي، جنهن ۾ اهي ٽيئي نمونا اچي وڃن. سنڌي زبان، آوازي زبان آهي، سنڌس آوازن جون اڪثر صورتون ساڳيون آهن. تنهنڪري سنڌس هجي حفظ ٿيڻ مشڪل ڪم نه آهي، البته چند حرف اهڙا آهن جن جا آواز هڪ

جهڙا آهن، مگر مخارج جدا جدا اٿن. انهن جو خاص خيال رکڻو
پوندو. اهي حرف آهن: ت ۽ ط، ف ۽ ڦ، گ ۽ غ، ث، س
۽ ص، ذ، ز، ض ۽ ظ، ق ۽ ڪ. انهن جو اگر صحيح مخارج
شاگردن کي معلوم ڪرايو ويو ته پوءِ تڪليف کان رهندين.

ڪن صاحبن جو خيال آهي ته هينئر جڏهين پهريون ڪتاب
لفظي طريقي کان بدلائي جملن واري طريقي تي لکيو ويو آهي،
تڏهين هجي جو معاملو ڪيئن طئي ٿيندو ڇو ته هن حالت ۾
ته هجي جو اصول ئي ختم ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڳالهه جو
جواب هيءُ آهي ته هجي هر ڪنهن حالت ۾ ڪرڻي پوي ٿي
۽ پوندي پوءِ طريقو ڀلي ڪهڙو ڏي هجي. هن لاءِ اسان هن
کان اڳ پهرئين درجي جي پڙهائڻ جي طريقن وقت مناسب
بحث ڪري آيا آهيون.

هجي ڪرائڻ لاءِ هيٺيان طريقا ڪم آڻبا ته نهايت دلچسپيءَ
جو سبب ٿيندا.

1ـ هجي جي چٽا پيٽي: شاگردن جون ٽوليون ٺاهي انهن
جا هجي ۾ مقابلا ڪرائجن، هر هڪ ٽوليءَ جو هڪ ٻار واري
تي ان ۾ حصو وٺي. جنهن ٽوليءَ گهٽ غلطيون ڪيون ان
کٽيو. استاد امين جي حيثيت سان رهي.

2ـ هڪ لفظ بورڊ تي لکي ٻارن کي ڪجهه وقت
ڏيکاري ڍڪي ڇڏجي ۽ ڪين لکڻ لاءِ چئجي.

3ـ ڪنهن لفظ جا اکر هيٺ مٿي لکي انهن مان ان
لفظ ٺاهڻ لاءِ ٽولين کي چئجي.

4ـ ڪنهن لفظ مان وچان اکر ڪڍي ٻارن کي ان
خالي جاءِ پرڻ ۽ لفظ ٺاهڻ لاءِ چئجي.

5ـ هڪ ڊگهو لفظ لکي ان جي حرفن مان گهڻن لفظن
ٺاهڻ لاءِ شاگردن کي چئجي.

6ـ چند اکر يا آواز بورڊ تي لکي انهن مان
لفظ ٺهرائجن.

7_ هڪ لفظ بورڊ تي لکي چئجي ته ان لفظ جي پوئين اکر سان شروع ٿيندڙ لفظن جي لڙهي ناهين.

8_ هڪ لفظ لکي ان جا هم آواز لفظ ٺهرائجن. وڏن ڪلاسن جي حالت ۾ اعرابون بدلائي جدا جدا معنائن وارا لفظ ٺهرائجن.

9_ مٿين ڪلاسن کي جيتوڻيڪ هجي جي گهڻ ضرورت آهي، ان هوندي به کين لغت جو استعمال سيکارجي جيئن لفظن جون صحيح صورتون معلوم ڪندا رهن ۽ مونجهاري جي حالت ۾ درستيون ڪري سگهن.

10_ شاگردن کي هڪ بندي ڪرائجي، جنهن ۾ الف، ب وارا ڏکيا ۽ سکيل لفظ لکائجن.

مٿين طريقن کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي طريقا ۽ رانديون ماحول ۽ ضرورتن جي لحاظ سان ڪلاس ۾ ڪم آڻي سگهجن ٿيون. ڏکيا لفظ جي عام طور ڏکيا معلوم ٿين، انهن جا چارٽ ناهي ڪلاسن جي ڀتين تي ٽنگي ڇڏڻ به مفيد ٿيندا.

# باب- ناڻون

## مضمون نويسي ۾ ٻيون تحريرون سيکارڻ :

(Composition)

هن کان اڳ بحث ٿي چڪو آهي ته سکيا ڏيڻ جي سلسلي ۾ معيار جي لحاظ کان شاگردن جا درجا آهن. پهرئين گروه ۾ پهريون درجو، ٻئي ۾ ٻيو درجو، ٽئين ۾ ٽيون، چوٿون ۽ پنجون درجو، چوٿين ۾ ڇهون، ستون ۽ اٺون درجو ۽ پنجين ۾ نائون ۽ ڏهون درجو اچي وڃن ٿا. انهن ٽولين مان پهرين ٻن گروهن کي مضمون يا تحرير عملي طور سيکاري نه سگهبي آهي،

انهن کي تحرير لاءِ تيار ڪرڻ جو ڪم صرف زباني هلائبو آهي يعني ڪانئن ننڍيون ننڍيون آکاڻيون، سادين شين بابت، احوال ۽ ٻيون سوال جواب ذريعي گفتگو ٻون ڪرائڻ ۾ ايندڙيون آهن. تحرير جي ڪم جي باقاعدي عملي ابتدا ٽئين درجي کان ٿيندي آهي. جنهن جو معيار درجي بدرجي وڌائبو هلبو آهي.

تحريري يا لکڻ جي ڪم بابت ڪي خاص اصول ڏيان ۾ رکڻا آهن ۽ پنهنجي ڪوشش هلندي انهن تي عمل ڪرڻ جو سعيو ڪرڻو آهي. انهن اصولن مان چند اصول هي آهن:

1ـ تحرير سيکارڻ مان مراد آهي ته ٻارن ۾ صحيح، موزون ۽ فطرتي نموني ۾ لکڻ جي، لياقت پيدا ٿئي ۽ هو اجاين ۽ غير ضروري لفظن، اصطلاحن، چوڻين، پهاڪن ۽ جملن جي استعمال کان بچن.

2ـ ٻارن کي جيڪي لکڻو هجي سو صاف، سهڻن، سليس ۽ مختصر لفظن ۾ لکن.

3ـ نون لفظن، اصطلاحن، مثالن، ٽوٽڪن، پهاڪن وغيره کي صحيح ترتيب سان استعمال ڪن.

4ـ تحريري ڪم کان اڳ زباني ڪم ڪرائجي. ان لاءِ ته ڳالهائڻ ٻولهائڻ وقت جو خاص ۽ فطرتي لهجو ٿئي ٿو، سو لکڻ وقت مصنوعي نه ٿي وڃي.

5ـ شاگردن کي مضمون نويسيءَ لاءِ اهڙا موضوع ڏجن جي دلچسپ هجن.

6ـ مضمون نويسيءَ وقت شاگردن کي سهڻي ۽ معقول خيال ۽ ويچار ڪرڻ ۽ ان کي ترتيب سان لکڻ ۾ سلسلو ڏيڻ سيکارجي.

7ـ مضمون جي شروعات، احوال جي سلسلي ۾ جدا جدا موضوعن تي مضمون ڪيئن لکجي ان طريقي، اصولن ۽ مضمون جي انتها جي اصولن کان به شاگردن کي واقف ڪجي.

## ابتدائي اسڪولن جي شاگردن ڪي هن سلسلي ۾ هيٺيان عملي ڪم سيکارڻ موزون ٿيندا:

1- هيٺين ڪلاسن ۾ لکڻ جي ڪم جي شروعات ڪان پوء "هڪڙو نوٽ بڪ رکائجي" جنهن تي اخبارن ۽ رسالن تان تصويرون ڪاٽي شاگرد لڳائين ۽ انهن جا نالا ۽ مختصر احوال ان جي هيٺان لکن. جيڪڏهن ضرورت هجي ته استاد بورڊ تي لکي ۽ ٻار ان جو نقل ڪن.

2- خال ڀرڻ:

هي استعمال هر هڪ ڪلاس جي معيار مطابق ڏکيرو ڪجي. خالن ڀرڻ لاء لفظن جي ياداشت لسٽ ضرور ڏجي. جيئن شاگرد انهن مان موزون لفظ ڳولي خال ڀرين.

3- پڙهيل سبقن تي سوال جواب ڪجن:

سوالن ۽ جوابن وقت به شاگردن جي معيار کي ذهن ۾ رکڻو پوندو.

4- تصوير تي سوال:

تصوير ڪلاس ۾ ٽنگي ان تي نمبروار سوال ڪري، سڄو مضمون تيار ڪرائجي. ٻارن کان مليل جواب بورڊ تي لکندو هلجي. هيء استعمال پنجين درجي تائين ڪري سگهجي ٿو.

جملا ملائڻ:

ڪجهه منجهيل جملا ڏيئي، انهن مان منڍ، وچ ۽ پڇاڙيء لاء موزون جملا چونڊي ملائجن.

6- لفظ ڪم آڻڻ:

شاگردن کي چئجي ته سبق ۾ پڙهيل نوان لفظ پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻين. هيء استعمال درجن ۽ شاگردن جي معيار مطابق هجي.

7- جمع واحد ڪرڻ:

ٻارن کي جملا ڏجن ۽ کين چئجي ته انهن جملن کي

اسمن، فعلن موجب ڦيرائي جمع مان واحد يا واحد مان جمع ۾ ڪريو. ساڳيءَ طرح انهن جا زمان به بدلارائجن.

8- بگڙيل جملا ٺاهڻ:

چاڙهي واڙهي جملا بگيڙي انهن جي درستيءَ لاءِ شاگردن کي چئجي.

9- متضاد لفظن وارا جملا ٺاهڻ:

چند جملا بورڊ تي لکي. انهن ۾ ڪم آيل ڪن لفظن جا ضد سامهون لکي، شاگردن کي انهن متضاد لفظن مان جملن ٺاهڻ لاءِ چئجي.

10- جملا مڪمل ڪرائڻ:

اڌورا جملا بورڊ تي لکي شاگردن کي انهن جي پورائيءَ ۽ درستين لاءِ چئجي، هيءُ استعمال چوٿين درجي کان شروع ڪجي ۽ پلي الينءَ جماعت تائين هلائجي.

11- سوالن جا جواب گهرڻ:

شاگردن جي اڳيو بورڊ تي چند جملا لکجن ۽ ڪين انهن جي جواب ڏيڻ لاءِ چئجي، ايترو خيال ڪجي جيئن شاگرد سوالن جا جواب موزون ڏين.

12- گفتگو يا ڊائلاگ لکائڻ:

شاگردن کي ڪنهن موضوع تي ٽولين ۾ بيهاري گفتگو ڪرائجي، ان بعد ڪين ان جي لکڻ لاءِ چئجي، گفتگو لاءِ ٻهريائين پڙهيل سبق چوندجن، ان بعد پين موضوعن تي گفتگو ڪرائجي ۽ لکائجي. اهو ڪم بتدريج معياري ڪندو هلجي.

13- آکاڻيون:

ٻارن کي آکاڻيون نهايت گهڻيون پسند ايندڀون آهن، ان ڪري تحريري ڪم خواه تقريري ڪم سيکارڻ لاءِ آکاڻين جو استعمال نهايت ضروري ۽ دلچسپ آهي. جيڪي آکاڻيون ٻارن کي اچن ٿيون، اهي ڪانئن لکائجن. ٿي سگهي ته اهي گڏ ڪرائي ڪين ڪتاب ٺاهڻ لاءِ چئجي. آکاڻين سيکارڻ وقت ٿورو

وڏن درجن ۾ ڏنل آڪاڻين جا ٽپ ناهڻ ۽ ٽپن مان آڪاڻيون ٺهرائڻ جو استعمال نهايت موزون ٿيندو. ان استعمال سبب شاگردن ۾ ٿوري ڳالھ کي خيال هلائي وڌائڻ ۽ ڊگهي ڳالھ کي خيال ڪري گهٽائڻ جو حوصلو پيدا ٿيندو جو مضمون سيکاري جي راھ ۾ نهايت ڪارآمد ثابت ٿيندو.

### 14- بيان:

جنهن ماڻهوءَ کي ڪا ڳالھ زباني طور ٻڌائڻ ايندي، اهو اها ڳالھ لکي به چڱيءَ طرح سگهندو. مادري زبان جي استادن کي گهرجي ته ٻارن کان روز مره جي نظارن يا ڪن ڏنل موقعن جهڙوڪ:- اسٽيشن، بس اسٽاپ، مارڪيٽ، ميلو، نمائش، اسڪول جو جلسو، ميوي جو دڪان، برسات جو نظارو، حادثو، تاريخي جاءِ وغيره بابت پڇي ۽ بيان ۾ درستيون ڪري. اهڙيءَ طرح شاگردن ۾ قوت بيان پيدا ٿيندي جا لکڻ جي ڪم ۾ نهايت ڪارآمد ٿيندي.

### اختصار يا مختصر نويسي (Precies writting)

مختصر نويسيءَ جو استعمال نهايت ضروري آهي. هن مان تمام گهڻا فائدا آهن، اسڪولي زندگيءَ ۾ جيترو جلدي ٿي سگهي اوترو جلد هيءَ استعمال ڪرائجي، اختصار ڪرڻ ۽ لکڻ سان شاگردن ۾ پڙهيل ٽڪري کي جلدي سمجهڻ، ان جي حقيقتن کي مغز ۾ ويهارڻ ۽ مختصر مگر جامع نموني ۾ پنهنجي لفظن ۾ لکڻ جي تربيت ملي ٿي. مختصر ڳالهائڻ زندگيءَ جي هر منزل تي اسان کي ڪم اچي ٿو. مختصر نويسيءَ جو اصول آهي ته جنهن ٽڪري جو اختصار ڪجي، ان جي مواد جو ٽيون حصو وڃي اختصار بعد بيهي. مگر شرط هي آهي ته مفهوم ختم نه ٿئي ان گڏ انهن ٽڪرن تي موضوع يا هيڊنگ ڏيڻ به سيکارجي.

### 14- فقره نويسي (Paragraph wrting)

مضمون نويسيءَ لاءِ جتي ٻين ڳالهين جي ضرورت آهي اتي فقره نويسيءَ کي به وڏي اهميت حاصل آهي، ڇو ته لفظن

مان جملا ٺا ٺهن. جملن مان فقره ٺا ٺهن ۽ فقرن مان مضمون ٺهي ٿو. فقره نويسي اهڙو فن آهي، جنهن ۾ ڪابه ڳالهه يا هڪ خيال هڪ هنڌ لکڻ جو ڏانءُ اچي ٿو. اهڙيءَ طرح مضمون ۾ جيترا خيال نمبروار سمائڻا هجن، اهي اوترن فقرن ۾ نمبروار سمائي سگهجن ٿا. استاد کي گهرجي ته شاگردن کي فقره نويسي سيکاري، جيئن هو ڪامياب مضمون نگار ثابت ٿين.

## 17- خط لکائڻ (Letter writting)

انسان پنهن جا خيال ٻن نمونن سان ظاهر ڪري سگهي ٿو. (1) تقرير رستي (2) تحرير رستي. جڏهين حاضرينن جي آڏو پنهنجا خيال ظاهر ڪيا آهن، تڏهين زباني گفتگو ڪبي آهي. مگر جڏهين ساڳيون ڳالهيون ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ سان ڪبيون آهن جو حاضر نه هوندو آهي ته پوءِ ڪاغذ ۽ قلم کي ڪم آڻبو آهي. اهو استعمال نندي هوندي کان وٺي نه هوندو ته پوءِ وڏي هوندي پنهنجي اندر جي احوال پيش ڪرڻ ۾ تڪليف ايندي.

خط لکڻ مضمون نويسيءَ جو بنيادي ڏاڪو آهي، ان ڪري درخواستون، مضمون ۽ ٻيون تحريرون خط جي سکي وڃڻ بعد سيکارجن. خط سيکارڻ لاءِ هيٺيون ڳالهيون ذهن ۾ رکڻ گهرجن:

1- خط جا ٽي ڀاڱا آهن (الف) "پنهنجو پتو ۽ ائڊريس" (ب) "وچون ڀاڱو جنهن ۾ عبارت ۽ احوال اچي وڃي ٿو". (ج) "پڇاڙي" جنهن ۾ خط جو اختتام ۽ پنهنجو نالو اچي وڃي ٿو. ان گڏ جنهن ڏانهن خط موڪلجي ٿو ان جي "ائڊريس" يا پتو لکڻ يا سيکارڻ به ضروري آهي.

(الف) پنهنجو پتو ۽ ائڊريس خواهه تاريخ:

خانگي خواهه سرڪاري لکپڙهه ۾ ٻنهي جي متين حصي جي ساڄيءَ ڪنڊ تي خط يا ليٽر لکڻ جو هنڌ (سرڪاري لکپڙه جي حالتن ۾ روانگي نمبر) ۽ تاريخ جو لکڻ ضروري آهي. انهيءَ لاءِ ته جنهن ڏانهن خط يا لکپڙهه موڪلي رهيا آهيو، ان کي خبر پوي ته اهو ڪاغذ ڪٿان آيو ۽ ڪهڙيءَ

تاريخ لکيو ويو. پنهنجي پتي لکڻ سان گڏ تاريخ به نهايت ضروري آهي، ڇو ته ٻئي دفعي لکڻ جي حالت ۾ يادداشتيءَ ۾ سهوليت ٿيندي. ٻيءَ حالت ۾ گهڻن مونجهارن جو امڪان آهي. سرڪاري لکپڙهه ۾ ته تاريخ کانسواءِ وڏا رولا پئجي سگهن ٿا. اسان جي اسڪولن ۾ خط جو هيءُ ڀاڱو پوريءَ طرح وساريل آهي.

(ب) وچون ڀاڱو جنهن ۾ عبارت ۽ مضمون اچي وڃن ٿا:

**مضمون ۽ عبارت:**

جڏهين ڪنهن ماڻهوءَ سان ڳالهائبو آهي، تڏهين هن جي آڏو ڀهريائين سندس مرتبي آهر لفظن سان مخاطب ٿيو آهي. ان بعد سلام ڪبو آهي. خوش خير عافيت پڇي بعد ۾ سندس لياقت ۽ مرتبي کي آڏو رکي احوال پيش ڪبو آهي. ساڳي حالت خط جي به آهي. هن ۾ ڀهريائين مرتبي آهر لقب القاب ڏيئي بعد ۾ السلام عليڪم لکي پوءِ خيريت جو هڪ اڌ جملو لکي ان بعد سليس ۽ سهڻن لفظن ۾ احوال شروع ڪجي. خط ۾ پڻ جي ملاقات آهي. ان ڪري اهڙيءَ طرح لکجي ڄڻ ته اوهان ان ماڻهوءَ سان روبرو ڳالهائي رهيا آهيو. سرڪاري لکپڙهه ۾ آفيسر جو عهدو لکبو. دعا سلام نه لکو. ڪم جو احوال ڏيئي لکڻ شروع ڪبو. لکپڙهه جا تمام گهڻا قسم آهن، (سرڪاري خواه خانگي) تنهنڪري انهن مان ضروري لکپڙهه جو اسڪولن ۾ ئي استعمال ڏجي. اڳئين وقت ۾ ڊگهين عبارتن ۽ لقب القابن جو رواج هو، مگر هاڻي اهو رواج ختم ٿي چڪو آهي. هينئر سليس ۽ ننڍي عبارت پسند ڪئي ويندي آهي.

(ج) پڇاڙي

جڏهين احوال لکي پورو ڪجي تڏهين ادب يا سلام لکي هيٺان نهايت چٽن اکرن ۾ پنهنجو نالو لکجي. نالي جي هيٺان پنهنجي حيثيت آهر پنهنجو عهدو يا مرتبو به لکي سگهجي ٿو. ڪارڊ يا لفافي تي ائڊريس لکڻ:

جيڪڏهين خط ڪنهن ڪارڊ تي لکيو ويو آهي، ان تي ائڊريس جي جاءِ تي، جنهن ماڻهوءَ ڏانهن خط لکيو ويو آهي، ان جو نالو، پوسٽ آفيس جو نالو، جي برانچ پوسٽ آفيس آهي ته ان جي سب پوسٽ آفيس جو نالو، وڏي شهر جي حالت ۾ گهٽيءَ ۽ گهر جو نمبر ۽ ديهات جي حالت ۾ جنهن جي معرفت خط موڪليو وڃي ان جو نالو، صاف اکرن ۾ لکجي.

**خط لکڻ سيکارڻ :**

خط سيکارڻ وقت ليسن جو سلسلو هن طرح قائم ڪجي.

**1- شروعات :**

ڪارڊ لفافي يا پٺي ڪنهن ليٽر ڊيکارڻ يا ٻين سوالن پڇڻ سان مراد تي اچجي. (مراد تي اچڻ يا شروعات کان اول لکڻ پڙهڻ جو سامان جاچجي ۽ ان جو پورائو ڪجي).

**2- مراد :**

جنهن شخص ڏانهن خط لکڻو هجي ان جي عهدو يا پيءُ، ڀاءُ، ماءُ، ڀيڻ، پٽ وغيره جي حالت ۾ ان جو نالو ڪڍائي مراد جو اعلان ڪري مختصر لفظن ۾ بورڊ تي لکي پڙهائجي.

**3- نئون سبق :**

نئين سبق جي شروعات ۾ بورڊ تي ساڄي پاسي کان لکڻ جو هنڌ ۽ تاريخ شاگردن جي مدد سان لکجي ان بعد سوالن ذريعي ٻارن جي مدد سان موزون عبارت ۽ احوال لکي پورو ڪجي.

**5- جنهن ڏي موڪليو وڃي ان جي ائڊريس :**

ٻارن جي مدد سان هيٺان ائڊريس لکي خط مڪمل ڪجي. آخر ۾ هڪ چارٽ پيش ڪجي، جنهن ۾ خط مڪمل ڪيل هجي ۽ ائڊريس پيل لفافو به ڏيکارجي.

**6- استعمال :**

جڏهين شاگرد استاد جي معرفت خط سکي پورو ڪن تڏهين کين ڪچا لفافا ۽ پنا يا ڪارڊ (هٿراڌو ٺهيل) ڏيئي خط لکڻ لاءِ چئجي. استاد جو ڪم آهي ته ٻارن جي نگراني ڪندو رهي.

(عبارتن جا نمونا ۽ وڌيڪ معلومات لاءِ گرامر ۽ مضمون نويسيءَ جا ڪتاب ڏسڻ گهرجن.)

## مضمون (Essay)

مضمون لکائڻ جو باقاعده ڪم ٽئين ڪلاس ۾ شروع ڪرائجي. مضمون لکائڻ وقت هيءَ ڳالهه خيال ۾ رکجي ته مضمون جي موضوع جو شاگردن جي زندگيءَ سان ڪهڙو تعلق آهي. تحريري مضمون کان اڳ تقريري مضمون سيکارجن، يعني مضمون لکائڻ کان اڳ ان مضمون تي سوال جواب ڪري هڪ سلسلو قائم ڪري ڇڏجي. انهن سوالن جا جواب بورڊ تي لکي ڇڏجن، جيئن بورڊ تي مختصر مضمون لکجي وڃي، ان گڏ شاگردن کي مضمون جا نُڪتا پڻ ذهن ۾ ويهي وڃن. مثلاً گهرو جانورن بابت سوال جواب ڪري هن طرح بورڊ تي ترتيبوار نُڪتا لکجن.

گهرو جانورن جو تعارف ان قسم جي جانورن جي بدني بناوت، کاڌو، خصلتون ۽ خوبيون، رهڻ جو هنڌ ۽ فائدا. جڏهين بورڊ تي نُڪتا لکجي وڃن تڏهين هڪ هڪ نُڪتو ڪري شاگردن کان ان جو بيان ڪرائجي. بعد ۾ کين لکڻ لاءِ چئجي.

### مضمون سيکارڻ جي سلسلي ۾ ذهن ۾ رکڻ جهڙيون ڳالهيون

1- مضمون سيکارڻ وقت گهڻو وقت زباني ڪم تي خرچ ٿيو وڃي. ان ڪري پيرڊ جا ٽي حصا زباني ڪم لاءِ وقف ڪجن ۽ هڪ حصو لکڻ لاءِ ڇڏجي يا ته مورڳو لکڻ جو ڪم گهران ڪري اچڻ لاءِ ڏجي.

2- ڪي معياري مضمون ٻارن کي پڙهي ٻڌائجن، انهن جي خاص خوبين جو بيان ڪجي ۽ اهو به ٻڌائجي ته مضمون نگار اهو مضمون ڪهڙي خاڪي مان تيار ڪيو آهي.

3- ڪجهه استعمال بعد شاگردن کي موقعو ڏجي ته مضمون جي موضوع تي پنهنجي طرفان خاڪو بنائين. کين ٽپڻ

ناهن ۽ فقرن لکڻ جي تربيت ڏجي سندن ابتدائي ڪوششون البت ايترو موزون نتيجا ڪونہ ڪڍنديون، مگر آهستي آهستي ترقي ڪندا رهندا.

4- سليٽن يا ڪاپين تي ڪچي مضمون لکائڻ جي عادت ٻارن کي نہ وجهجي، ڇو تہ ان حالت ۾ هو بي ڌيانا ٿي پوندا ۽ بي پرواهيءَ سان لکڻ ڪري چوڪون ڪندا رهندا.

5- شاگردن کي پنهنجي پاڻ تي ڀاڙڻ سيکارجي، استاد جي ڀروسي تي ڀاڙي ويهڻ ڪري مضمون لکڻ ۾ ترقي نہ ڪندا يا تہ نقل جي ڪوشش ڪندا.

6- ٻارن کي سٺن مضمون نگارن جا ڪتاب ميسر ڪري ڏجن، جيئن انهن جي لکيتن کي ڏسي پاڻ بہ اهڙي لکڻ جي ڪوشش ڪن.

7- مضمون لکائڻ بعد شاگردن جي روبرو (هر هڪ کي پاڻ وٽ سڏي) سندن مضمون چڪاسجن ۽ ڪين، ڪيل غلطين جي سمجهاڻي ڏجي. جيڪڏهين ائين ممڪن نہ هجي ۽ گهران مضمون چڪاسي اچجن تہ پوءِ غلطين لاءِ هيٺيون نشانيون مقرر ڪجن.

(1) هجي جي غلطيءَ لاءِ "هہ"
(2) گرامر جي چوڪ لاءِ "گ"
(3) وساريل لفظ لاءِ "O"
(4) غلط خيال لاءِ "؟"
(5) ڪتاب تان نقل يا ٻئي تان ڪاپيءَ لاءِ "X"

ٻارن کان ڪوبہ لکڻ جو ڪم ڪرائجي تہ ان جي چڪاس ضرور ڪجي ڪم ڏيئي ان جي جاچ نہ ڪرڻ کان ٻارن کي ڪم نہ ڏيڻ چڱو آهي. گهڻو ڪم بہ ٻارن ۾ بدهضمي پيدا ڪري ٿو، تنهن ڪري گهرو ڪم نهايت مناسب انداز ۾ ڏجي.

ذهين شاگرد جو ڪم نهايت سٺو ڪيل آهي تہ اهو ڪلاس ۾ پڙهي ٻڌائجي. انهيءَ لاءِ تہ انهيءَ شاگرد جي همت افزائيءَ

سان گڏ پين شاگردن ۾ سٺي ڪم ڪرڻ لاءِ چاهه ۽ ريس پيدا ٿئي.

شاگردن کي ذهن تي ويهارجي تہ ڇپ مضمون جو پاڳو نہ آهن. اهي صرف ذهن ۾ رکڻ لاءِ مقرر ڪيا آهن ۽ نمبروار انهن تي بحث ڪري لکيو آهي.

## مٿين ڪلاسن لاءِ هيٺين قسم جا موضوع دلچسپ ٿين ٿا.

1- جيڪڏهين مان ........ هجان. (هن نموني وارا مضمون هيٺين ڪلاسن لاءِ بہ موزون ٿيندا.)

2- مسافريءَ جو بيان يا تازن واقعن جو ذڪر.

3- عذر خواهيءَ جا خط.

4- اخبار جي ايڊيٽر ڏانهن خط، جن ۾ ڪي گهرون يا شڪايتون ڪيل هجن.

5- تاريخي جاين، بزرگ هستين جي حياتيءَ جي احولن مشهور هستين جي احوالن، جنگين، ايجادن، معدنيات، نباتات، پوکن، ڪارخانن، پوڻن، پڇن، سڌارن وغيره تي مضمون لکڻ.

6- ڪنهن تصوير جو بيان، ڪنهن راند جي طريقي جو بيان، آتم ڪهاڻي (پٽي جي پاران گفتگو) ڪنهن هنڌ جي ڏس ڏيڻ لاءِ سمجهاڻي، خيالي گفتگو، ڏينهن ملهائڻ تي مضمون. موڪلون ڪيئن گذاريم، امتحان هال ۾ تي ڪلاڪ وغيره.

هن کان اڳ اسان (گذريل بابن ۾) لکي آيا آهيون تہ هن سڄيءَ دنيا جو هر هڪ واقعو، هر هڪ شئي مضمون جو موضوع آهي. استاد کي صرف شاگردن جي معيار کي ذهن ۾ رکي موضوع ڏيڻ گهرجن.

---

# باب ڏهون

## گرامر سيکارڻ

گرامر انگريزي زبان جو لفظ آهي، گرامر جي علم کي اسان صرف ونحو چوندا آهيون، صرف ونحو لفظ اصل ۾ عربيءَ کان ورتل آهي مگر پوءِ پارسيءَ خواه سنڌيءَ ۾ به ساڳيءَ صورت ۽ معنيٰ سان رائج ٿي ويو آهي. گرامر کي سنسڪرت ۾ وياڪرڻ چئبو آهي. گرامر جي سکيا کان اڳ هيٺيون ڳالهيون ذهن ۾ رکڻ گهرجن.

1- گرامر ٻوليءَ جو محتاج آهي ٻولي گرامر جي محتاج نه آهي، جو ته ٻولي اڳ ۾ آهي ۽ گرامر پوءِ ٺهيو آهي.

2- مادري زبان جي لاءِ گرامر جي خاص تعليم ڏيڻ جو ضرور ڪونه آهي، چو ته جڏهن ته گرامر سيکارڻ جي مقصدن ۾ ٻوليءَ جو صحيح استعمال مکيه مقصد آهي، تڏهن ڏٺو ويندو ته اڻ پڙهيل ماڻهو جن کي گرامر جي ڪابه خبر ڪانه آهي، سي به درست ٻولي ڳالهائيندا آهن.

3- گرامر جي باقاعده تعليم ان ٻوليءَ لاءِ ڏجي جيڪا سيڪنڊ لئنگويج جي حيثيت سان سيکارڻ ۾ ايندي هجي، ڇاڪاڻ ته ڌارئي ماڻهوءَ لاءِ نئينءَ سکجندڙ ٻوليءَ جو گرامر ڄاڻڻ ضروري آهي. ٻيءَ حالت ۾ هن کي ٻولي صحيح نموني سان ڪانه ايندي.

4- گرامر جا قاعدا قانون جدا جدا وقتن تي ڦرندا گهرندا رهن ٿا ۽ ڪيترا نوان لفظ ٻوليءَ ۾ گڏبا ۽ رائج ٿيندا رهن ٿا. تنهنڪري انهن لاءِ ڪي نوان قاعدا ناهڻا پوندا آهن.

5- سنڌي ٻوليءَ جو گرامر اڃا مڪمل ڪونه ٿيو آهي، ان تي تحقيق جو ڪم اڃا باقاعدي شروع نه ٿيو آهي.

6- مادري زبان جو گرامر جدا سبجيڪٽ ڪري سيکارڻ

جي عيوض روز مره جي استعمال ذريعي سيکارڻ گهرجي. ان جي ابتدا پهرئين درجي کان ئي ڪجي. يعني صحيح تلفظ جملن جو صحيح استعمال، درست نموني ۾ ڳالهائڻ وغيره سيکارجي. گرامر جو نالو اهڙيءَ سکيا کي نه ڏجي.

7_ فنڪشنل گرامر جو ڪم اهڙيءَ طرح سلسليوار رٿجي ۽ ورهائجي جو پهرئين درجي کان شروع ٿئي ۽ زبان جي مثالن امتحانن (ايم. اي) تائين هلندو رهي. گرامر جي قاعدن قانونن جي باقاعدي چند ڄاڻ آخري امتحانن ڏيندڙ شاگردن کي سيکارجي.

اڳئين زماني ۾ ڪنهن به ٻوليءَ جي سيکارڻ لاءِ پهريائين گرامر جا اصول ۽ گردان برزبان حفظ ڪرائڻا پوندا هئا. ان بعد ٻوليءَ جي سکيا ڏيڻ ۾ ايندي هئي. اهڙن تعليمي ادارن کي گرامر اسڪول چيو ويندو هو. اهڙا اسڪول اڃا يورپ ۾ به قائم آهن. عربي مدرسن ۾ فارسيءَ ۽ عربيءَ جي سيکارڻ لاءِ به پهريائين گرامر سيکاريو ويندو آهي. (اهي زبانون ثانويءَ ٻوليءَ جي حيثيت ۾ پڙهايون وڃن ٿيون) جا به هجي ته به گرامر جي سکيا فائدن کان خالي نه آهي.

## گرامر جي سکيا مان فائدا:

1_ گرامر جي سکيا ڪري پنهنجي زبان جي بناوت ۽ خوبين جي خبر پوي ٿي.

2_ گرامر جي قانون تي بحث مباحثي ڪندي قوت مناظره ۽ منطق ۾ اضافو ٿئي ٿو.

3_ گرامر جي سکيا سبب ٻوليءَ جي صحت جو پتو پوي ٿو ۽ شاگردن ۾ جاچ جوچ ۽ کوجنا ڪرڻ جو مادو پيدا ٿئي ٿو.

4_ گرامر جي سکيا سبب ٻولي نهايت سهڻي نموني سان ڳالهائي سگهجي ٿي. گرامر ڄڻ ته ٻوليءَ لاءِ ڪسوٽي آهي.

5- گرامر ٻولين جي ڪتنهن مقرر ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿو ۽ ان جي مدد سان لکيتن جو صحيح مفهوم سمجهي سگهجي ٿو.

**گرامر ڪيئن سيکارجي:**

گرامر جي باقاعدي سکيا لاءِ تعليمي ماهرن جو پاڻ ۾ اختلاف آهي. هن سلسلي ۾ هيٺيان ٽي نظريا مشهور آهن:

(الف) اسڪول ۾ گرامر جو نالو به نه وٺجي ۽ ٻارن کي فقط پنهنجي ٻوليءَ جي صحيح استعمال جي تربيت ڏجي، جيئن کين گرامر جي اصولن سمجهڻ جي ضرورت نه پوي.

(ب) گرامر جي اصولن سمجهائڻ کانسواءِ شاگردن ۾ درست ٻوليءَ جو بنياد وجهي ڪونه سگهبو.

(ج) ٻارن کي گرامر سيکارجي، مگر استعمالي نموني ۾ يعني شاگردن کان سندن ٻوليءَ جي استعمال معرفت ان جا قاعدا ۽ اصول ٺهرائجن.

**هدايتون:** گرامر جي هيٺ ڪي اسڪولي ڪمن ۾ جاءِ ڏيڻ لازمي آهي، مگر انهن طريقن کي ڇڏڻو پوندو جن تي هلڻ سان گرامر جي سکيا کي خشڪ ۽ غير دلچسپ بڻايو ويندو آهي. جيئن ته گرامر ٻوليءَ تان ٺهيو آهي، تنهنڪري ان جي سکيا جو فطري ۽ دلچسپ طريقو به اهو ٿيندو ته شاگرد کي استعمالي نموني ۾ ۽ روزمره جي ڳالهائڻ تان سيکارجي.

2- گرامر جي سکيا وقت سوالانه طريقو اختيار ڪجي. يعني لفظ سامهون لکي ان بابت سوال ڪجن ۽ سيني قسمن جا لفظ چوندائي پوءِ هڪ جامع وصف تيار ڪرائجي جا شاگردن جي مدد سان تيار ڪرڻ گهرجي.

3- جڏهن شاگرد ڳالهائڻ جي لفظن جون وصفون سکي وڃن، ان بعد کين رواجي طرح وصفن جي پڪي ڪرڻ لاءِ چئجي.

4- گرامر جي سکيا پهرئين درجي کان جاري ڪجي، مگر انوقت صرف صحيح تلفظ ۽ جملن ۾ جواب وٺڻ تي اڪتفا

ڪجي، ٻئي درجي ۾ اڻپورن جملن جي پورائيءَ لاءِ سکيا ڏجي اهڙيءَ طرح آهستي آهستي وڌندڊ هجلي، تان جو آخري سالن ۾ ڳالهائڻ جا لفظ ۽ انهن جي ترتيب جيءَ سکيا مڪمل ٿي وڃي. آخري سالن مان مراد ذهين جماعت جي پڙهڻ وارو سال آهي.

5ـ گرامر جي سکيا جي ابتدا حرف، آواز ۽ لفظ سان ڪجي، ان بعد جملو سيکارجي بعد ۾ باقاعده گرامر سيکارجي. موجوده وقت ۾ يڪدم لفظ سيکاريو وڃي ٿو، ان ڪري شاگرد صرف، آواز ۽ لفظ جو فرق به ٻڌائي ڪو نه ٿا سگهن.

6ـ گرامر جو جدا سبق تيار ڪرڻ ڪونه آهي، ڇو ته گرامر روزمره جي ٻوليءَ تان سيکارڻ لاءِ سفارشون ٿي چڪيون آهن. ان هوندي به اگر ڪو شخص جدا هيڊ ڪري پڙهائي ته پوءِ ڪيس سا ڳيا اهي ڏاڪا سبق لاءِ مقرر ڪرڻا پوندا، جيڪي سنڌيءَ جي ٻين سبقن لاءِ مقرر ڪيل آهن. يعني، ”شروعات“، ”مراد“، ”نئون سبق“ (الف) مثال ۾ انهن تان قاعدو ٺهرائڻ ۽ وصف. ”اڻلاڳيءَ“ ۾ صرف استعمال ڪرڻو پوندو.

هن سبق جي تياريءَ لاءِ چارٽ، جن تي جدا جدا جملن جا ميڙ لکيل هجن ۽ هڪ چارٽ جنهن تي وصف لکيل هجي، سو آڻڻ نهايت ضروري آهي. مثال اهڙا ڏجن جي يا ته درسي ڪتابن مان هجن يا روزمره جي گفتگو ۾ ها ٻولي ڪم اينداڙ هجي.

---

# باب ٻارهون

## سبق پڙهائڻ ۽ سبقن جا نوٽ ڪيڻ.

(Teaching and Lesson Planing)

**تياري:** مادري زبان جي جدا جدا ڪمن پڙهائڻ لاءِ ڪهڙا طريقا اختيار ڪرڻ گهرجن ان لاءِ اڳين بابن ۾ موزون هندڻ

تي بحث ٿي چڪو آهي. هتي اسان کي ڏسڻو آهي ته سبق پڙهائڻ لاءِ ٻي ڪهڙي قسم جي تياري استاد کي ڪرڻ گهرجي تياري ٻن قسمن جي ٿئي ٿي، هڪ شخصي تياري، ٻيو ضروري سامان ۽ امدادي وسيلن جي تياري.

(الف) **شخصي تياري:** شخصي تياريءَ ۾ "واقفيت"، "تربيت" ۽ "شخصي لياقتون" اچي وڃن ٿيون.

**واقفيت:** دنيا جو ڪوبه ڌنڌو ڄاڻ ۽ واقفيت کان سواءِ ڪري نٿو سگهجي. هر هڪ ڌنڌي لاءِ ڌنڌي جي ڄاڻ ضروري آهي. استادي ڌنڌو جو سڀني ڌنڌن جو سردار آهي، ان ته ڄاڻ هن سلسلي ۾ وڌيڪ توجه لهڻو. استاد کي پڙهائڻ وارن سبقن تي قدرت هئڻ گهرجي، ايتري قدر جو ڪيس ڪوبه ڪم پڙهائڻ لاءِ چئجي ته هو ڪڏهن به گهبرائجي نه. سندس اکر به نهايت سٺا هئڻ گهرجن.

**تربيت:** نصابي ڪمن جي ڄاڻ کان سواءِ استاد کي پڙهائڻ جي اصولن جي به عملي تربيت حاصل هئڻ گهرجي. تربيت جو هيءُ اثر ٿئي ٿو ته استاد پنهنجي ڄاڻ کي نهايت سهڻي نموني ۾ شاگردن تائين پهچائي سگهي ٿو. ڏٺو ويو آهي ته ڪيترا استاد نهايت هوشيار هوندي به تربيت يافته نه هئڻ سبب ڪاميابيءَ سان پڙهائي نه سگهندا آهن. ان جي مقابلي ۾ پوريءَ پنيءَ معلومات وارا تربيت ورتل استاد ڪاميابيءَ سان پڙهائي سگهندا آهن. تربيت يافته استاد نفسياتي ۽ فطرتي طريقا استعمال ڪري سکيا کي ڪارائتو ڪندو آهي.

**شخصي لياقتون:** مٿين ڳالهين سان گڏ استاد ۾ ڪي شخصي گڻ پڻ هئڻ گهرجن. انهن مان مکيه هي آهن:

1- استاد جي شخصيت رعبدار، اثر واري ۽ وڻندڙ هئڻ گهرجي. سندس بدن، هلڻ، اٿڻ ويهڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ آواز چٽو ۽ پوشاڪ موزون هئڻ گهرجي.

2ـ استاد، اخلاق جو پتلو هئڻ گهرجي، سندس اخلاق پيغمبرانہ هئڻ گهرجي. ڇو تہ هو پيغمبرن جو جاءِ نشين آهي. سندس حوالي قوم جا ٻچا آهن، جي دنيا جي هر شئي کان قيمتي آهن. ان ڪري استاد هڪ وڏو امين آهي، جنهن جي حوالي مائهن جو اولاد آهي.

3ـ استاد محنتي ۽ اورچ هئڻ گهرجي، استاد ئي سچي تعليم ۽ تربيت سرانجام ڏيئي سگهي ٿو. سست ۽ ڍاچوڪڙ استاد شاگردن لاءِ وبال ٿو ثابت ٿئي.

4ـ استاد خوش مزاج، پيار ڪندڙ ۽ همدرد هئڻ گهرجي ايتري قدر جو شاگرد کيس پنهنجو روحاني ابو تصور ڪن. ان جي مقابلي ۾ چيڙاڪ، تند مزاج ۽ خشڪ دماغ استاد نقصانڪار آهي.

5ـ استاد بي ريا، انصاف پسند ۽ امين هئڻ گهرجي، ان ګڏ لاطمع بہ هجي.

6ـ استاد کي انتظام جي قانونن جو پابند رهڻ گهرجي ۽ ان لاءِ عزت هئڻ گهرجي ۽ منجهس اهو گڻ اعليٰ درجي جو هجي.

7ـ استاد نفسيات جو ماهر هجي ۽ جدا جدا شاگردن جون طبيعتون معلوم ڪرڻ جو ملڪو هجيس، ان گڏ استاد کي شاگردن جي قوتن تي ڀروسو پڻ هئڻ گهرجي، حاضر دماغي بہ استاد جي مکيہ گڻن مان آهي.

**ب- امدادي شين جي تياري:**

هن سلسلي ۾ استاد کي هيٺيون ڳالهيون ڌيان ۾ رکڻيون آهن:

**ڪلاس جي تياري:** پڙهائيءَ شروع ڪرڻ کان اڳ استاد کي ڏسڻو آهي تہ جنهن ڪلاس ۾ آئون پڙهائڻ آيو آهيان اتي پڙهائيءَ جو ماحول آهي يا نہ؟ جي هائو تہ پڙهائي نہ تہ اول ان کي درست ڪري. ڪلاس کي تيار ڪرڻ لاءِ استاد

ڪي هيٺيون حقيقتون ذهن ۾ رکڻ گهرجن.

1- ڪلاس ۾ هوا ۽ روشنائيءَ آهي جو پورو بندوبست آهي يا نه؟

2- سيئي ٻار درست نموني ۾ ويٺل آهن؟

3- بورڊ صاف آهي؟ مناسب جاءِ تي آهي؟ چاڪ، ڊسٽر وغيره موجود آهن يا نه؟

4- سبق پڙهائڻ لاءِ امدادي شيون يعني نقشا چارٽ، خاڪا ماڊل، رنگين چاڪ، جنسي شيون، پوائنٽر وغيره آهن؟

5- شاگردن کي لکڻ ۽ پڙهڻ جو سامان پورو آهي ۽ سندن حاضري ٺيڪ آهي؟

(ڪيترا استاد حد کان زياده سامان آڻيندا آهن، ان ڪري ٻارن کي پيچيدگي پيدا ٿيندو آهي، تنهن ڪري سامان مناسب آڻڻ گهرجي)

**سوال:** هوندن ته سوال ڪرڻ جو ڏانئن استاد جي لياقتن ۾ شمار ٿئي ٿو، مگر سوال اڳ تيار ڪري اچڻا پون ٿا، تنهن ڪري انهن کي به امدادي شين ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. سٺا سوال اڌ ڪاميابيءَ جي نشاني آهن. سٺن سوالن ۾ هيٺيون خوبيون هئڻ ضروري آهن.

1- سوال ٻارن جي وت ۽ عمر آهر آسان ٻوليءَ ۾ هئڻ گهرجي.

2- سوال ڪرڻ وقت ڪلاس جي سامهون بيهي، چٽائيءَ سان سوال ڪجي، جيئن هڪ دفعي ٻڌڻ سان سڀ شاگرد ان جو مفهوم سمجهي وڃن.

3- سوال اهڙا هجن جي ٻارن کي سوچڻ لاءِ همٿائين ۽ ڏکي بازيءَ جي جواب کان روڪين.

4- سوال اهڙا هجن جن جو جواب صرف هڪ هجي.

5- سوال ڪرڻ بعد ٻارن کي ڪجهه وقت ڏجي ته سوچي جواب ڏين. بعد ۾ ورچ سان، اشاري جي مدد سان انهن جا جواب وٺجن.

6- ها يا نه جي جوابن وارا سوال ته ڪجن، نڪي سوال ڏيئي وري بدلائي ڏجن.

7- سوالن جا جواب سيني ٻارن کان وٺجن، اگر ڪو ٻار جواب ڏيندي هٻڪي ته ان کي يڪدم ويهاري ته ڇڏجي، ٻاڪي ڪيس همٿائجي جيئن هو جواب ڏيئي سگهي.

8- ٻارن کان سوالن جا جواب جملن ۾ وٺجن ۽ اهي ڀلي بلند آواز سان جواب ڏين. اهڙيءَ طرح ڪلاس ٻاري ڪري وڃڻ سان استاد جي پڙهائي نهايت ڪامياب ٿيندي. سندس ڪلاس ۾ شاگرد دلچسپيءَ سان ليندا ۽ نتائج پسند ڪونه ڪندا. اهڙو استاد هڪ مثالي ليکبو ۽ سندس نقل يا پوئلڳيءَ ڪرڻ ۾ سندس شاگرد ته نهيو پر گهوناٿا به فخر محسوس ڪندا. لاطمع استاد هرهنڌ عزت پائيندو، هو جتي به ويندو اتي سندس آجيان ڪئي ويندي. هو نئين ڪوٺن ۾ امين ٿي سگهندو. گهوناٿا ڪيس پنهنجو وڏو تسليم ڪندا. ڪاٿي ۾ سندس عزت ٿيندي. ان ڪري استاد کي ٻاڻ ۾ اهي گڻ پيدا ڪرڻ گهرجن.

## سبق جي ڪاميابيءَ جون نشانيون:

جڏهين سبق پوريءَ تياريءَ سان پڙهائي پورو ڪجي تڏهين ڏسجي ته ڪامياب ٿيو آهي يا نه؟ ان لاءِ تعليمي ماهرن چند نشانيون بيان ڪيون آهن جن جي اظهار تي معلوم ٿيندو ته سبق ڪامياب ٿيو آهي.

1- جيڪڏهن سبق رٿن پٽاندر، بغير ڪنهن رند روڪ جي هلي رهيو آهي ته اهو ڪامياب چائڻ گهرجي.

2- سبق پڙهائيندي جيڪڏهن ٻارن ۾ هڪ قسم جي خوشيءَ جي لهر پيدا ٿي آهي ته به سبق ڪامياب چائڻ گهرجي

3- استاد سبق جو سلسلو سهٽو رکيو ۽ جنسي شين جو استعمال ڪري ويو ته به سبق ڪامياب چائجي.

4- جڏهين استاد پڙهائي ختم ڪري تڏهن شاگرد ڀڪندا نظر اچن ٿا ته سمجهو ته سبق نهايت ڪامياب ٿيو آهي.

## سبق لاءِ نوٽ ڪرڻ (Lesson Planing)

سبق ۾ ڪھڙا سلسليوار ڏاڪا ھئڻ گھرجن، اُن جو ھرھڪ باب ۾ مڪمل بحث ڪري آيا آھيون، ھتي ان تي دوباره بحث ڪرڻ ضروري نہ آھي. ھتي اسان ڪي سبق جي نوٽ ڪرڻ جي اھميت تي لکڻو آھي، سبق جي ڏاڪن لاءِ صرف مختصر ۽ اشارتاً بحث ڪيو.

سبق پاڙھڻ کان اڳي اُستاد کي ان لاءِ پوريءَ طرح تيار ٿي اچڻ گھرجي. ڪھڙو بہ ھوشيار استاد ھوندو تہ بہ تياريءَ کانسواءِ سٺيءَ طرح سبق پاڙھي ڪين سگھندو. سبق جي تياريءَ ۾ ڪيس خبر پوندي تہ مون کي ڪھڙي سامان جي گھرج آھي. ڪيترو وقت سبق جي ھرھڪ ٽپ تي لڳائڻو آھي ۽ ڪھڙا رستا اختيار ڪرڻا آھن، جيئن سبق اثرائتو ٿئي. انھيءَ لاءِ ضروري آھي تہ سبق جو نوٽ ڪجي.

### نوٽ ڪرڻ ڪري استاد کي ھيٺيان فائدا پوندا:

**(الف) مضمون جي چونڊ:** سڀ کان مکيہ ڳالھہ آھي تہ مضمون چونڊيو وڃي. مضمون جي چونڊ وقت، درجي تائين ۾ شاگردن جي استعداد جو خيال رکجي. سبق اجايو ڊگھو نہ ھئڻ گھرجي ۽ ان ۾ اجايا گھڻا مثال نہ وجھجن.

**(ب) سلسليوار ٽپن ۾ ورھائڻ:** مضمون جي چونڊ بعد ان جا مسلسل ٽپ ناھڻ گھرجن، پھريائين سبق جي مراد خيال ۾ رکجي ۽ ان شان مضمون کي لاڳاپو ڏياري ٽپ ڪجي، جنھن نموني ۾ ڪتاب ۾ حقيقتون لکيل آھن، انھيءَ نموني تي ھروڀرو نوٽ ڪرڻ نہ گھرجي. ڪوشش ڪري اھڙو نمونو اختيار ڪجي، جو سبق جي مراد برصواب ڪرڻ لاءِ ڪارآمد ثابت ٿئي.

### سبق جا ڏاڪا:

جرمن جي فيلسوف ۽ تعليمي ماھر ڊاڪٽر ھربارٽ، علمِ نفس

جڏهن گهڻي اڀياس بعد ۽ ٻارن تي تجربن ڪرڻ کانپوءِ سبق جي نوٽ ڪرڻ لاءِ هيٺيان پنج ڏاڪا ايجاد ڪيا آهن:

1- "تمهيد": تياري يا شروعات.
2- "نئون سبق پيش ڪرڻ": سمجهاڻي.
3- "تسلسل": لاڳاپو ڏيکارڻ.
4- "تعميم": عام سچ لهڻ يا عام قاعدو ٺهرائڻ.
5- "تعميل": قاعدي تي عمل ڪرڻ.

**تمهيد:** سبق ڏيڻ کان اڳ استاد کي ٻارن جي من کي تحرڪ ۾ وجهڻو آهي ۽ کين سبق لاءِ تيار ڪرڻو آهي، تنهنڪري ضروري آهي ته سبق جي شروعات اهڙي ڪجي، جنهن ۾ شاگرد دلچسپي وٺن ۽ سبق لاءِ تيار ٿي وڃن. نئين سبق جو مدار اڳين ڄاڻ تي آهي، تنهنڪري شروعات ۾ خبر وٺڻ گهرجي ته جيڪو نئون سبق شاگردن کي سيکارڻ لاءِ آيا آهيو ان بابت کين ڪهڙي واقفيت اڳيئي مايل آهي. پوءِ ان واقفيت کي وڌائي وڏي پئماني تي آڻڻو آهي. يعني سندن واقفيت کي وسيع ڪرڻو آهي.

**نئون سبق:** شاگردن ۾ نئين سبق لاءِ چاهه جاڳائڻ بعد کين مراد کان واقف ڪري نئين سبق جي سمجهڻ لاءِ تيار ڪجي هن ٽيپ ۾ ٻن ڳالهين تي ڌيان ڏيڻو آهي. (1) "خيالن جي چونڊ". (2) "خيالن پيش ڪرڻ جو سلسلو".

(الف) **خيالن جي چونڊ:** شروعاتي سوالن کانپوءِ مراد ظاهر ڪري نئون سبق شروع ڪرڻ گهورجي، تنهنڪري پهريائين خيال چونڊي ٻارن جي اڳيان پيش ڪجن. يڪدم سڀ خيال ٻارن اڳيان ظاهر ڪرڻ، سهڻو طريقو نه آهي. هڪ خيال کڻي، اهو ٻارن کي چڱيءَ طرح سمجهائي پوءِ ٻيو کڻڻ گهرجي.

(ب) **خيالن پيش ڪرڻ جو سلسلو:** جدا جدا خيالن کي اهڙي سلسلي ۾ پيش ڪجي جو اهي هڪ ئي زنجير جون

ڪڙيون سمجهيون وڃن. هرهڪ نئون خيال اڳئين خيال مان
ڦٽي نڪري اهڙي طرح سڄو سبق انتها تائين هلندو رهي.

**تسلسل:** جي معني آهي لاڳاپو اڪثر ڪري سبق
مٿين ٻن ٽپن ۾ پورا ٿي ويندا آهن. جنهنڪري هن ڏاڪي، جي
ضرورت ٿي ڪانه پوندي آهي. هن ڏاڪي جو مطلب آهي ٻارن
جي اڳين واقفيت ۽ هاڻوڪيءَ واقفيت ۾ لاڳاپو سمجهائڻ ۽
انهن ۾ جيڪا هڪ جهڙائي يا تضاد آهي اهو ظاهر ڪرڻ. هيءَ
ڏاڪو اڪثر ڪري تاريخ جي سبقن ۾ ڪارائتو ٿئي ٿو.

**تعميم:** هن ڏاڪي جي مراد آهي عام سچ يا عام
اصول لهڻ. گرامر جي سبق ۾ هن ڏاڪي جي گهڻي ضرورت
پوندي آهي. هن ۾ مثال گهڻا وٺجن، جيڪو قاعدو ناهجي، سو
ٻارن نه بنائجي پر شاگردن کان ٺهرائجي.

**تعميل:** هي لفظ عمل مان نڪتو آهي. هن جو مطلب
آهي ته ڪوبه ڪم تيستائين مڪمل ۽ فائديمند نه ٿيندو جيستائين
ان تي عمل نه ڪبو، ڇوته عمل کانسواءِ علم بيڪار آهي.

**مٿين ڏاڪن کي مختصر طور هيٺين نه چئجي ٿو:**

(1) اوائلي بحث (2) نئين واقفيت يا حقيقت پيش ڪرڻ
(3) اڳينءَ ڄاڻ کي نئين ڄاڻ سان ڳنڍڻ (4) پوءِ اصول يا
قاعدو ناهڻ (5) علم کي عمل ۾ آڻڻ. تعميل کي اتلاڻي به
چئبو آهي.

پورو ٿيو

# امدادي ڪتب

| نمبر | نالو ڪتاب يا مضمون جو | مصنف جو نالو |
| --- | --- | --- |
| 1- | سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ ۽ قديم سنڌ | آنجهاني ڀيرو مل |
| 2- | سنڌي ادب جي تاريخ | مرحوم محمد صديق ميمڻ |
| 3- | انشائي تعليم چار ڀاڱا ۽ سنڌي وياڪرڻ چار حصا | مرحوم ميرزا قليچ بيگ |
| 4- | تحقيق لغات سنڌي، علم بديع ۽ ڀاڪن جي ڀاڙ | عبدالڪريم سنديلو |
| 5- | جامع سنڌي لغات جلد اول ۽ سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ | ڊاڪٽر بلوچ |
| 6- | سنڌي نثر جي تاريخ، سنڌي صورتخطي ۽ سنڌي صوتيات | خواجه غلام علي الانا |
| 7- | وڻتپتي ڪوش | جهمٽ مل |
| 8- | آفتاب ادب | مرحوم حڪيم فتح محمد |
| 9- | سنڌي ٻولي | سراج الحق |
| 10- | چار مقالا ۽ سنڌي ڊراما ۽ ناول | محمد اسماعيل عرسائي |
| 11- | سنڌي وياڪرڻ ٻه ڀاڱا | مرحوم آغا تاج محمد |
| 12- | مقدمه لطيفي | آنجهاني ڊاڪٽر گربخشائي |
| 13- | علم السان ۽ سنڌي زبان | علي نواز جتوئي |
| 14- | سنڌي ڪتمنڙا ۽ سنڌي صرف نامو | غلام اصغر |
| 15- | گل شڪر ۽ گل | آنجهاني ڪيولرام |
| 16- | هدايت الانشا | مرحوم هدايت الله مشتاق |
| 17- | استعمالي تعليم | آنجهاني راءِ بهادر ٻرڀچند |

18ـ نظري و عملي تعليم ۾ ادبي اصول ۽ پاڳا — مرحوم غلام محمد شاهواڻي

19ـ تعليم مادري زبان — رحيم بخش ميمڻ

20ـ رهنمائيءَ شاعري جلد ٽيون — ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم

21ـ ادبي آئيني جو ديباچو — غلام رسول بلوچ

22ـ سنڌ جون اڳوڻيون روايتون ۽ علم ادب (مضمون) — مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽو

23ـ پرنسيپلس آف ٽيچنگ — ڊبليو - ايم- رائيبورن


—()—

محمد اسماعيل عرسائي، سيد محمد صالح شاه ۽ سيد قادر بخش شاه جا
بي - ايڊ لاءِ سنڌيءَ ۾ لکيل ڪتاب

## ڇپيل ڪتاب

| | |
|---|---|
| 1- گائيڊنس | 2-50 |
| 2- تاريخ پڙهائڻ جا اُصول | 3-00 |
| 3- تعليم جي تاريخ | 4-00 |
| 4- نفسيات | 4-50 |
| 5- ميئرمينٽ ۽ اسٽئٽسٽڪس | 4-50 |
| 6- سنڌي ٻولي ۽ اُن جي تعليم | 5-00 |
| 7- تعليمي فلسفو | 3-00 |
| 8- مذهبي تعليم | 4-00 |
| 9- اسڪول ۽ تعليم جو انتظام | 5-00 |
| 10- تعليم جا اصول ۽ طريقا | 3-50 |

## زير اشاعت

1- رياضي پڙهائڻ جا اصول.
2- جاگرافي پڙهائڻ جا اصول.
3- سائنس پڙهائڻ جا اصول.

## ملڻ جو هنڌ:

رونق پبليڪيشن، اتمچندائي گهٽي حيدرآباد سنڌ.

هي ڪتاب حيدري پرنٽنگ پريس، لجپت روڊ حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو ۽ مسٽر محمد اسماعيل عرسائيءَ ڇپائي رونق پبليڪيشن اتمچندائي گهٽي حيدرآباد سنڌ مان شايع ڪيو.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

# The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهـنـدڙ، سُسـت ۽ پڙهـنـدڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Club Exclusive نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَــنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مـدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجــارتي non-commercial رهنــدا. پَنَــن پــاران ڪتــابن ڪــي ڊِجيِٽــائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها، توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)